## ٻه پشپ

### پوڄنيه دادا جشن واسواڻي

ڀارت جي جدا جدا ڀولين ۾ صدين کان ڀڳتي ڪاويه ڌارا پرواهت ٿيندي رهي آهه. ان گنگا ڌارا هزارن تتل دلين کي سيتل ڪيو آهه، اشانت هردن کي شانتي پردان ڪئي آهي. ڀڳتي ڪاويه پياري پريوءَ جي پراپتيءَ لاءِ به مارگدرشن ڪري ٿو ته وهنوار لاءِ به راهه روشن ڪري ٿو. انڪري ڀڳتي ڪاويه جي دائمي اهميت آهه.

پياري ديال آشا ڪيترن ئي ڀڳت ڪوين جي ڪاويه جو اڀياس ڪيو آهه، ڪن سنت ڪوين جي چرڻن ۾ رهيو آهه، ڪيترن سنتن ڀڳتن جا جيون چرتر لکيا اٿائين. اُنهن جي واڻي، ويچارن ۽ آچار کان پرڀاوت ٿي پياري ديال ڀڳتي ڪاويه جو سرجن ڪيو آهه. سندس ڪيترا گيت پياسي دل جي پڪار آهن. سندس دل ۾ پياري پريوءَ لاءِ اونهي اُڪير آهه، ستگرن لاءِ سڪ ۽ ڇڪ آهه، ان ورهه وچان هي پيارو گيت ناهي ٿو ۽ ڳائي ٿو. اُنهن گيتن ۾ درد ۽ سوز آهه. سندس دل ۾ آهه درد مندا ڪا درد !

پياري ديال جو سوڀاڳيه آهه جو هن پياري گرديو سادو ٽي. ايل. واسواڻي، پنهنجي ستگرو سوامي شانتي پرڪاش مهاراجن ۽ ٻين سنتن ستپرکن جي پيار جون پياليون پيتيون آهن. اُنهن جي سکيائن جي سرهاڻ دواران لوڪن کي معطر ڪري ٿو. هن پياري جي دل درويشي آهه، سنسار ۾ رهي ٿو پر سنساري ڪين آهي. پروڙ پاتي اٿائين ته هيءَ جيون ۽ جيون جون بخشيشون آهن امانت دکي دنيا جي شيوا واسطي. پنهنجو ڪيترو وقت دکين دريدرن، پکين پسن جي شيوا ۾ سڪارتو ڪندو آهه، ڪيترائي پستڪ لکيا اٿائين ۽

# پومکا

## هري دلگير

اهڙا به ڪي علم عروض جا عالم شاعر هئا جن سنڌيءَ جي مها ڪوي ڪشنچند بيوس جي شاعريءَ تي خوب خندو ڪيو ۽ اعلان ڪيو ته هو شاعر ئي نه آهي ۽ جي آهي ته ڪچو ڦڪو شاعر آهي. هڪ شاعر، پورو ڪتاب ڪڍيو جنهن ۾ بيوس ۽ بيوس اسڪول جي شاعرن کي لوڙهڻ ئي مول مقصد هو. حسد جي آگ ۾ پچرندي ڪنهن لکيو ته بيوس ٻٽڪو گهڙو، وجي گهٽو، هن جي ڪلام ۾ نه شگفتگي آهي نه رنگيني وغيره. بيو به الائي ڇا ڪچ ڪوڙ لنويو ويو. پر اتهاس گواهه آهي ته اُنهن خندو ڪندڙن جي شاعري تواريخ جو وساريل ورق بڻجي وئي آهي. پر بيوس جو شعر اڄ به اڳوڻي آب تاب سان چمڪي رهيو آهي ۽ روح کي راحت ڏيئي رهيو آهي.

جيڪي شاعر فقط اکرن جي اوجهڙ ۾ ڀٽڪندا رهن ٿا، يا علم عروض يا ڇند وديا جو توتارو وڃائي، پنهنجو پاڻ کي، پاڻ ئي شاعريءَ جي شهنشاهيءَ جي خطابن سان نوازي رهيا آهن، توري وقت ڪانپوءِ اِتهاس اُنهن جي رچنائن کي گند جي ٽوڪري ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيندو، ان ۾ مونکي ذرو شڪ ناهي. جي شاعريءَ ۾ اُمنگ اُڇل ۽ اُڏام نه آهي، جي شاعريءَ ۾ فقط دماغي ڪلابازيون آهن ۽ جي شاعري قافين ۽ رديفن جو جهنجهٽ ئي آهي ته اها ڪوتا قائم نه رهي سگهندي. ڪوي بيوس لکيو آهي:

نظم مغزي ڪوت ڪوتان، شعر پلتان پلت دل
ڪاغذي گل ڇا لڳي ۽ ڇا لڳي بيوس گلاب

شاعري دماغ کان وڌيڪ دل جي چيز آهي. جيڪو آواز قلب جي ڪوڪ، ساهه جو سڏڪو يا روح جي رڙ آهي ته ان کي بيشڪ شاعريءَ جو خطاب ڏيئي سگهجي ٿو.

ڊاڪٽر ديال آشا جي قلم جيترو ڪجھ لکيو آهي، اوترو مان نہ ٿو سمجهان تہ ٻئي ڪنهن بہ سنڌي اديب پارت ۾ لکيو هوندو! ڪيترا نہ انعام اڪرام ۽ يونيورسٽيءَ جون ڊگريون هن وٽ آهن. پر ان هوندي بہ سنڌيءَ جا ڪي نام نهاد عالم ۽ اديب پاڻ کي وڏو ۽ هن کي گهٽ سمجهندا آهن. ديال آشا جي شاعريءَ ۾ علم عروض جون ڪي گهٽ وڌايون ضرور آهن پر ان هوندي بہ مان محسوس ڪريان ٿو تہ هن وٽ شاعري دل آهي ۽ جيڪو آواز دل کي چيري ٻاهر نڪري ٿو، اُن ۾ ئي اثر ٿيندو آهي. شاعر محمد اقبال لکيو آهي؛

دل سي جو بات نڪلتي هئہ اثر رکتي هئہ.

ڊاڪٽر ديال آشا جي شاعري بہ دل جي چيز آهي ۽ نہ دماغ جي ڪوٽ ڪوتان. هن ڪتاب ۾ هُو پڳت ڪويءَ جي روپ ۾ اُڀري بيٺو آهي.

(۱) سائينءَ سان جن لنوَ آ لاتي.
پنهنجي آدي ذات سڃاتي
سي ماڻن سدا سهاڳ
پائن پرينءَ جو ماڳ

(۲) جار پي اُن جي جيت بہ اُن جي.
غم پي ڳن جو، خوشي بہ ڳن جي.
وٺرڪ آهي جيءَ چڪتاڻ
منهنجا راس ڪندو ڪم پاڻ
اديون آجيان آنءَ اڻ جاڻ.

جائو ڪوي ديال اڻ جاڻ آهي - ڊي لِٽ ۽ پي. ايڇ ڊي جو ڊبل ڊاڪٽر آهي، تڏهن بہ هُو پاڻ کي اڻ جاڻ ٿو سمجهي. ان اڻ جاڻائيءَ جي ڪري پنهنجي نياز ۽ نوڙت جي ڪري جتي هُو وڃي ٿو اُتي سمان پائي ٿو. ڪي نام نهاد/عالم پل هن جي شاعريءَ تي حسد، ڪن،پر ڳن جي ليکي آنند منگل آهي جو تہ؛

چاڻين تہ بہ نہ چاڻ، ايءَ در اپوجهن جو.
ان در سي ئي اگهيا، جن نہ ڀانيون پاڻ.
ريجهاڻو راڄاڻ، آهي اپوجهن جو. (شاهہ)

رانول راجا کي دماغي دليل نہ ريجهائي سگهندا، ڪيس ريجهائي سگهندي دل جي پياس. جتي پيار يا عشق جي مستي هوندي اُتان عقل يا دماغ ڏُور ڪسڪڻ جي ڪوشش ڪندو تڏهن تہ درياخان شاعر لکيو آهي.

آيو عشق اڳڻ، لاتيون درد ڏجهُون
تنهن تي عقل ڇيو هاڻي پنج تہ پڇون.

ائين برابر آهي تہ ڪوي ديال جيڪي لکيو آهي، ان ۾ ڪا نئين ڳالهہ ڪانهي. پر جي اونهو وڃي ڏسبو تہ ظاهر ٿيندو تہ ڪنهن بہ شاعر، اديب يا ليکڪ ڪا بہ اهڙي نئين ڳالهہ نئين نہ چئي آهي، جا اڳي ڪنهن بہ يا ڪڏهن بہ نہ چئي هجي. هرانسان جي ويچارن جون لهرون بنا ويزا بنا پاسپورٽ، جتي ڪٿي پيون گهمنديون آهن. جنهن انسان جيڪا لهر پڪڙي، اُها اُن جي ٿي ويئي. پر انداز بيان نرالو ٿيندو آهي. ڪوي ديال جي بيان جو انداز سرل، سڌو ۽ سادو آهي. بنا ڪنهن وروڪڙ ۽ گول مول گهومائڻ کان سواءِ.

ديال آشا جي دوهن منهنجو خاص ڌيان ڇڪايو آهي. ماترائن ۽ چند جي حساب سان بہ هي دوها لڳ ڀڳ لکيل آهن. جئن سامي صاحب ويدن جي واڻيءَ کي پنهنجن سلوڪن ۾ سمائي ڇڏيو آهي تئن ڪوي ديال، ڪبير ۽ تلسيءَ جي دوهن جو نچوڙ ملائي، سنڌين کي انهن جو سواد وٺائي ٿو. اُهي دوها ڪويءَ جي سرل ۽ سلوڻيءَ ڀاشا ۾ لکيل آهن.

دان ڪرڻ سان ڌن وڌي، وديا ڏيڻ سان گيان
پاڻي ڪُٽي نہ کوهہ مان، ڏيندو رهہ انسان.




ڪيترا دوها ياد ڪرڻ جهڙا ۽ محفلن ۾ ورائي چوڻ (Quote) ڪرڻ جهڙا آهن، اڪيلائيءَ ۾ ويهي گنگنائڻ جهڙا آهن. ٻچن منڊلين ۾ رنگ جمائي سگهن ٿا. درسي ڪتابن جي به سونهن وڌائي سگهن ٿا. آڏيءَ رات اُٿي، امرت ويلي جو آنند ماڻڻ کي ساڏن سنتن وڏي اهميت ڏني آهي. شاهه صاحب تہ اڌ رات جو اُٿي چنتن ڪرڻ تي مفتون آهي. تڏهن تہ هو لکي ٿو تہ آڏيءَ عبداللطيف چئي روئي ريجهائج راڻا يا سلطاني سهاڳ نندن ڪندي نہ ملي. ڪوي ديال آشا بہ امرت ويلي جا ڳڻ ڳائي ٿو.

امرت ويلي تي وسي، امرت جي برسات
پياس بجهائڻ جي گهرين ڇڏ بستر اڌ رات.

هنن دوهن ۾ اصطلاحي بولي بہ ڪاريگريءَ سان ڪتب آندي وئي آهي. جيئن تہ ڪم لٽو ڊکڻ وسريو، ڏوڏن تي ڏوڏا پيچڻ. ڪُڙو دوڙي ڪڏ تائين وغيره. تنهن کان سواءِ شاهه جي سهڻين سُورمين ليلا، مومل، سسئيءَ کي بہ هنن دوهن ۾ گهمندو ڦرندو ڏسون ٿا.

هن پستڪ ۾ انڪل 320 صفحا آهن. ٻيٽي پاڻ سان چل چل ڪندڙ، گيان جي گفتن سان پربور، هڙا سندر ۽ شاهي پستڪ سنڌيءَ ۾ اڄ لپ نہ، پر درلڀ ضرور آهن. هن ڪتاب ۾ آيل ٻچن، گيت، دوها ۽ بيون ڪوتائون، ٻيٽي رس ۾ پنل آهن ۽ ڪيترن پريمين جي پياس بجهي سگهندي، اهڙي اُميد اٿم.

17 مئنتري- وارڊ -3A
آديپور ڪڇ 370205

تاريخ 16 نومبر 2002
(سائين ليلا شاهه جي ورسي)

आशीर्वाद

साहित्य सिन्धोरधिकानि रत्ना, न्यादाय भाषा शुचि सिन्धु देशात्।
ग्रन्थो दयालु कवि प्रणीत: सदा समाजस्य हिताय भूयात्॥
सिन्धी भाषा महारत्नं, हिन्दी भाषा ऽऽ मयायुतम्।
भारतांगण सौलभ्यात् लोक मौलिषु राजते॥

महामण्डलेश्वर श्रीस्वामी विद्यानन्दजी महाराज उदासीन

اوم شري ستنام ساکي　　　　جئہ شري ڪرشن

دل جو دلارو ديال آشا اندر جنھنجي اُجارو ستگرو مھاراجن جو پيارو آھي. سندس دل ۾ غريبن ۽ دريدرن لاءِ درد آھي. اندر ۾ اونھي اُڪير آھي. سنتن جي سيوا جي آس ۽ پريو پسڻ جي پياس آھي. ستگرو سوامي شانتي پرڪاش مھاراج ھئا پريم ڀڳتيءَ جا ساگر. اُنھن جي سانديہ ۾ رھي پياري ڀاءُ ديال آشا سندن پريم پاتو ۽ چڱو ڪجھ جاتو. اُھا ڄاڻ وري ھن پياري ڦھلائي، ستگرو مھاراجن جي جيوني ۽ واڻي ڏاھي ڇپائي. پريم جي جوت جڳائي. ھن پياري پنھنجي مڌر آواز ۾ ڪيتريون ڪئسليٽون ڀي ڀريون آھن، جن جي ٻڌڻ سان پرماتما پسڻ جي پياس جڳندي. سنتن ستگرن ۾ پريت وڌندي. ھن پياري ڀڳتي ڪاويہ بہ لکيو آھي. پرسنتا آھي جو پياري ديال آشا جو ڀڳتي ڪاويہ سنگرھ "ڪاويہ چنتن من جو منتن" پرڪاشت ٿي رھيو آھي، جنھنجي پڙھڻ سان پاٺڪن جي دلين ۾ پرماتما ۽ ستگرن لاءِ پياس پيدا ٿيندي. شل ھن پياري تي پرماتما ۽ ستگرو مھاراجن جي آشيرواد ٿيندي رھي جو قوم جا گھڙا ڀريندو رھي.

سوامي ديو پرڪاش مھاراج

# فهرست

# فهرست

# فهرست

# فهرست

# فهرست

# فهرست

# فهرست



# سرسوتي وندنا

١. سرسوتي ماتا ودیا جو دان ڏي
ماں پڙھي ودوان ٿيان سو گيان ڏي.

٢. وندنا توکي ڪريان مان وار وار
تون وديا جي آهين ديوي نمسڪار.

٣. وينا وادني ماتا تنهنجي جئه جئڪار
هنس تي آهين سدائين تون سوار.

٤. توڪتي آسيس جنهن تي سو ڦليو،
جڳت ۾ نالو سندس روشن ٿيو.

٥. نير سان ماتا ڪريان تنهنجو ڌيان،
پريم شرڌا سان مان ڳايان تنهنجو گان.

٦. هر ڪلا ماتا تنهنجو وردان آ،
"آشا" تي ٻي تنهنجو ئي احسان آ.

# مهر جا مهراڻ

۱. مهر ڪا مهراڻ مالڪ مهر ڪر مون نی سدا،
دیر ڪي مون منجهہ مدایون ڪین ڏس سي تون ڪدا.

۲. ڪین گهرجن ڪی پدارٿ یا حڪومت جو نشو،
روح جی راحت ڪبی رهان رنگہ تنهنجي ۾ رتو.

۳. سڪ سچی سائیں سدا سینی اندر پیدا تون ڪر،
ڪاڻ موتمن جی ڪا تو وٽ دل منهنجي تن ساڻ پر.

۴. راهہ روشن ڏی سدا اوندهہ ڪدی تون دور ڪر،
رنگہ پهڪی ۾ رنگي مونکی ڏٽي منطور ڪر.

۵. باجهہ ڪر جبئن ڪین قاسان آنءُ مابا چار ۾،
گل ڪنول وانگر سدا سائین رهاں سنسار ۾.

۶. ڪین پیو آهی وسیلو پار پهچائي جو مون،
ڪشتی"آشا"جی بچائی پار پهچا ئیندیں تون.

ویچار ۱

پریو آهین دین دیال، قدم قدم بی‌لهین سیال،
ڪیڏی ڪرپا تنهنجی آهی، سُڌي صحت ڏی جڳپال

# چنتن

ڪير اندر ۾ ڳالهائو آهي!
ڏس تون پيارا جهاتي پائي.

١. ڪير ڏسي ٿو سئر ڪري ٿو!
ڪير ٻڌي ٿو ڪير سڻائي!

٢. اوَچيتن من هوندي پي ٿو،
چيتن من جا راز ٻڌائي.

٣. نندرا ۾ اکڙيون بند آهن،
ڪير پسي ٿو، ڪير پسائي!

٤. ڪين سچائي سگهندين تيسين،
جيسين اهم جو پردو آهي.

٥. سپنن جو سنسار سندر آ،
پر تن جي ڪا هستي ناهي!

٦. من مايا جي اُتپت آهي،
باندر وانگر نچي نچائي.

٧. پنجن تتن جو پتلو آهي،
پاڻ کي ڪيڏو پيو پڏائي!

٨. راجا هجي ڪو رنڪ هجي ڪو،
موت، سڀن کي مٽيءَ ملائي.

٩. سئي بہ هڪڙي ڪٽي نہ سگهندو،
ڪيڏا ٿو ماناڻ منڊائي!

١٠. داڻو پاڻي ڪڍهن ڪني تو،
پتو نہ پوندوڪنهنکي آهي!
١١. بين کي ڏئي پرڀوڏ تو ڪيڏا،
پاڻ هيئين سان ڪين هنداڻي!
١٢. بين کي سمجھائڻ آ سولو،
پنهنجي من کي نا سمجھائي!
١٣. ڪيڏو بانور ڪيڏي مان مان!
جنو جي هستي ڪجھ پي ناهي!
١٤. مايا سلجھيل من اُلجھائي،
تنهن کي ڪير اچي سُلجھائي.
١٥. ڪتي مهاڻي ڪني رشي هوُا
ڪام جيوَ کي انڌو بڻائي!
١٦. سونو هرڻ تو ڪيئن نہ هرڪائي!
پان جي تڪ تياڳي پنيلائي!
١٧. گياني ڏياني پيا ڪري!
توبھ در سائينءَ جي آهي!
١٨. مرگ باهر تو ڪيڏو ڀٽڪي
ڪستوري ناڀيءَ پر آهي.
١٩. بازيگر جي بازي سڀ آ
ڳُڏين کي تو ڪيئن نچائي!
٢٠. پريوءَ جو سڀ آهہ پسارو،
ليلا ليلاڌر جي آهي!

٢١. مات پتا ستگرِ جي ڪرپا،
جيوَ جي روشن راهہ بتائي.
٢٢. هيرالعل جواهر اندر،
سوئي پسي جو، جوت جڳائي.
٢٣. جيڪو اندر سوئي ٻاهر،
وشوَ ۾ والي وياپڪ آهي.
٢٤. ”آشا“ ست چت آنند روپ.
سُرت شبد سان ڏسج ملائي.

ويچار ٢

گيان ۽ وئراڳ جت موهہ جو واسو نہ تت
رام جنهنجي آهہ من ۾ ڪام جو واسو نہ تت

ويچار ٣

جڳت ۾ ڪندو رهہ سين سان پيار،
ونڃ دل ٻين جي، بڻي غمگسار.
ونڻ دل ٻين جي آهي ثواب،
دکائڄ نہ ڪنهنکي، دکائڻ آ پاپ.

# عرض

اوهانجي اسان تي وڏي مهرباني
بتايو اوهان ئي تہ رستو روحاني،
١. جڏيءَ حا جياپا آگهيءَ جا طبيب،
اوهان جي عنايت وساريان نہ جاني،
٢. آنئي پهر تصور اوهان حو ڪريان،
پيو نور چمڪي اوهان ۾ نوراني،
٣. اوهان عشق محبت جا اوتار آهيو،
اوهان جي آ صورت سراپا سبحاني،
٤. اوهان درد منهنجي جا درمان آهيو،
اوهان منحنجي جيون حا آهيو سڪاني،
٥. سدائين مان سڪ جي سمرٽي پيو سوريان،
نڪي مال اسباب گهر جي جهاني،
٦. پورب ۽ پشچم لوڪن ڪي جاڻائڻ،
اوهان سئر ڪيو تا بڻجي سيلاني.
٧. سگهان ڪين لاهي مان هڪڙو بہ ٿورو،
توڙي "آشا" گذري سڄي زندگاني،

ويچار ٤
دوا دعا جي ٿي ڪري تہ تن من شفاياب
چمڪي تو سو جهان ۾ جيئن ماهتاب

# ديوي ماتا جي وندنا

١. ديوي ماتا جڳ جي ماتا منهنجي ٻي سا ماتا آ،
آدي شڪتي جڳ دمبا مئيا جڳ جي سائي داتا آ،

٢. ڪيڏي ڪرپا آ ماتا جي جنهنجو ڪوئي آر نہ پار،
تنهن کي ڪيئن وساريان مان قدم قدم تي لهي ٿي سار.

٣. عقل علم سڀ آهي اُنهيءَ جو مان اگياني آهيان ٻار،
ماءُ جيان ٿي ڪري پالنا مونکي ڪري ٿي ڪيڏو پيار!

٤. جيڪي آهيان ديا اُنهيءَ جي داس تي ڪيڏا سندس احسان!
گيت رچيان ٿو ۽ ڳايان ٿو آهي ڪلا تہ سندس وردان.

٥. نالو منهنجو شڪتي هن جي لوڪ سارا هين ٿا ودوان،
جيڪي لکان ٿو جيڪي چوان ٿو آهہ سمورو سندس گيان.

٦. سرسوتي ۽ درگا لڪشمي آهن جنهنجا روپ انيڪ،
ڌيان ڪري جو ماتا جو ٿو جڳ ۾ بڻجي سوئي نيڪ.

٧. شردا سان جو ڪري اُستتي ڪارج ٿين ٿا تنهن جا راس،
ڏيندي ديوي درشن اُن کي جنهن جو اُن ۾ اٽل وشواس.

٨. دنيا جي ساگر مان نئيا ماتا پار لڳائيندي،
"آشا" کي آشا تہ اها ٿي نيٺ تہ پنهنجو بڻائيندي.

٩. تن من جا دک دور ڪري عرض اوس تہ اگهائيندي،
درلڀ درشن ڏئي ماتا نيٺ تہ آس پڄائيندي.

## لکہ احسان

تنهنجا لک مون تي احسان،
ڪيئن لاهيان سي ڀڳوان!

١. دين ديالو داتا آهين،
سڀ سان سائين پال پلائين،
ڪين تو جهڙو بيو مهربان،
تنهنجا لک مون تي احسان.

٢. وڏ والي تنهنجا ڪين وساريان،
لائق ناهيان هنجون هاريان،
منا منهنجو رکيو تو مان،
تنهنجا لک مون تي احسان.

٣. توڙ تائين شل نينهن نڀايان،
پريتم ٻيو ڪجھ ڪين ڪي چاهيان،
ڏي نون پريما ڀڳتي دان،
تنهنجا لک مون تي احسان.

٤. ڪين ڏسين تو ڏوهہ ڏنگايون،
بخشين تو تون ڀول ڀلايون،
آهين ٻرپو ڏاڍو ڪمباوان،
تنهنجا لک مون تي احسان.

٥. ”آشا“ ڏني تو مانش دبهي،
جنهن ۾ ڏنئہ سکہ سمج سيئي،
پر سمجهي ڪو ڪو انسان،
تنهنجا لک مون تي احسان.

# دوھا

١. ستگر جي ڪرپا بنا ڪين ملي ڀڳوان
جنھن تي ڪرپا رام جي، ستگر ملي سڄان.
٢. ستگر جي ڪرپا بنا ملي نہ آتم گيان،
ستگر جي شيوا ڪري بڻج سچو ڏنوان.
٣. شيوا مان ميوا ملن، ڦرين پاڻ وڃاءِ،
جن سيوايا تن پائيا، واڻي اھا ھنڊاءِ.
٤. داسن جو ٻيو داس ٿي، جڳت کان ٿي اُداس،
گرو منتر جو جاپ ڪر، سڦلا ڪر تون سواس.
٥. امرت ويلي ٿي وسي امرت جي برسات،
پياس بجھائڻ جي گھرين بستر ڇڏ اڌ رات.
٦. امرت ويلي جو اُٿي، گڻ گوبند جا ڳاءِ
امرت ويلو املھہ آ، سستي ۾ نہ وڃاءِ.
٧. امرت ويلي اُٿڻ سان تنھنجو کلندو ڀاڳ،
سشو پتيءَ جي سيج تي ماڻيندي تہ سھاڳ.
٨. من وچن ۽ ڪرم سان، سڀ کي سک پھچاءِ،
سک ڏيڻ سان سک ملي، جيون سڦل بڻاءِ
٩. ڀاڳن وارا جڳت ۾، جپن ھريءَ جو نام،
رھندي وچ سنسار ۾، پائن سي وشرام.
١٠. وٺ رھن جي نام کان جيون تن بيڪار،
نينھن لڳائن نام سان تن جي جڳ جئڪار.
١١. جنھن تي مھر ڪري گرو، ڏئي نام جو دان،
نام ندي جو گڏ ڪري، سو ٿي سچو ڏنوان،

١٢. سائين سڀ ۾ ٿو وسي، ڪنهن سان رک نا وير،
ٻرو ڀلي با ڪوئلو، سڀ جو گهر تون خير،

١٣. ٻاڙو ڪنهن سان ٻول نا، سڀ سان مٺڙو ٻول،
ٻريو توکي موت ۾ ڏيندو مٺڙو ٽول.

١٤. ڪن جي ڪنڌ ۾ آ ڪلي، تن نہ ملي ڀڳوان،
جي چاهين ٻريو ملي، آڪڙ ڇڏ ايمان.

١٥. دیا ڪري جو سين تي، تنهن تي راضي رام،
جنهن تي راضي رام آ، پائي مکتي ڌام.

١٦. جن لاءِ ڪوڙ ڪمائين، ڪرين سدائين پاپ،
ڪيئري ڏٻن تا ڏنيا سي، ڪيڏا ڏين سنتاپ.

١٧. مطلب جا ماڻهو هتي، مطلب جو وهنوار،
ڪم لٿو وسريو ڏکڻ، مطلب جو آ پيار.

١٨. سمرڻ، سيوا، سادگي، همدردي ۽ پيار،
چمڪن گڻ جنهن ۾ اِهي چمڪي سو چوڏار.

١٩. جنهن تي ڪرپا رام جي، لڳي نہ ڪوسو واءُ،
ونگو نہ تنهن جو وارُ ٿي، ڪئي دنيا مان داءُ.

٢٠. موهہ نہ رک ڪنهن ۾ ملا، دک جو ڪارڻ موهہ،
رکيو جن ٻي موهہ آ، تن سان ٿيو آ دوهہ.

٢١. من مايا جي اُتپتي، مايا جيئن چنچل،
من تي ڪر اعتبار نا، ڪيئن نہ ڦري پل پل.

٢٢. ندي ٻجهائي پياس جئن، تون ٻي پياس ٻجهاءِ،
اُجڙ دليون آباد ڪر، بربت باغ بڻاءِ.

٢٣. ڪسو ڀلي نا ڪو پڪو، سڀ سان نوڙ نياءِ،
ڦڙي جنهنجي ياونا، تهڙو ئي ڦل پاءِ.

.۲۴ هرڪو پورو پاڻ ۾، اهڙو لڳو تہ واءُ،
ڪلجڳ جي آهي هوا، پڇي نہ پائو پاءُ.
.۲۵ تو لئہ روئي راڌڪا، ڪرشن جلدي آءُ،
گوپين سان گڏ راس ڪر، مکڻ اچي تون کاءُ.
.۲۶ شيام شيام راڌا رٽي، تي راڌا ڪرشن روپ،
راڌائون ڪرشن ڪئين، ليلا راس انوپ.
.۲۷ ويرٿ واد وواد ۾، جيون ڪين وڃاءِ،
ڪم اچي تہ پرلوڪ جا، پونجي سچي ڪماءِ.
.۲۸ ڪوئي نہ ڪنهنجو گهٽگهرو، مطلب جو آ پيار،
ڪنهن لئہ ڪوڙ ڪمائين تون، جونو جڳہ وهنوار.
.۲۹ جڳہ سارو فاني اٿي، ڪنهن ۾ رک نا موهہ،
ٿوري جيئڻ واسطي، ڪنهن سان ڪرنا ڊوهہ.
.۳۰ ڪنهنکي ڪين رنجاءِ تون سڀ ۾ آهي رام،
لوڪن کي ڏي پيار تون، تن ۾ آ گهنشيام.
.۳۱ دک سک جيون ۾ ائين، جيئن ڏينهن ۽ رات،
ڪڏهن ڌرتيءَ تي سوڪ، ڪڏهن وسي برسات.
.۳۲ ديا بنا انسان آ، جڻ تہ پسونءَ سمان،
ديا ڌرم جو مول آ، ويدن جو فرمان.
.۳۳ جت سنتوش ۽ شانتي، سو گهر سرڳ سمان،
جت ڪِل ڪِل ڪروڌ آ، سو گهر نرڪ جهان.
.۳۴ بندا چنتا چو ڪرين، راکو آ ڀڳوان،
سو سار لهي تو سڀ جي، جوڙيو جنهن تہ جهان.
.۳۵ ڪنهن سان رک نا وير تون، سڀ کي ڪر تون پيار،
وير مان ڪجهہ نہ وٺيندين، اِهو اُتم ويچار.

٣٦. جنهنجي دل ۾ پيار آ، سوئي آ انسان،
نفرت جنهنجي نبض ۾ سو آهي شيطان.

٣٧. هر ڪي ليلا هار تي ڪٿن نوجايو ڪنت،
تون ٻي ريجهي رسن ۾، پلجي وئين ڀڳونت.

٣٨. قدم قدم تي ڪاڪ آ، ڪٽيج سنيالي پير،
راڻي وانگر رمز سان، هلندو ڪو نر شير.

٣٩. مومل سومل سان سُتي، تہ رسي ويو راڻو،
روئي درد فراق ۾، ڪنهن سان ڪري ماڻو!

٤٠. سسئي سمجي سيج تي، تي پنهل ڪان ڌار،
ڏونگر ڏوريندي رهي، ڪارڻ هوءَ پتار.

٤١. حوڙ اُتير آ منش جي، پر تي پيو راڪاس،
مانوَ مانوَ جو حتي، پيو تہ ڪائي ماس.

٤٢. مالڪ کي تون ياد ڪر، ڪنهنجي ڪيج نہ ڪاڻ،
تون نا اڪيلو آهين، صاحب تو سان ساڻ.

٤٣. سوارٿ جا سڀ متر ٿي، ڪوبہ نہ ڪنهنجو يار،
ڪم پرين ڪي چم پرين، مطلب جو سنسار.

٤٤. ڪم ڪائڻ مردانگي، ڪس ۾ تہ آهي جسُ،
تيسو ڪينو ڪين ڪر، ان مان تہ لڳندءِ ڪسُ.

٤٥. ڪروڌ ڪرڻ سان تو ٿئي، تن من جو نقصان
ٻي جي ٻي دل تي دکي، ويرت پڇ ءِ دان.

٤٦. پول پليا جي جڳت، ڪين پلج تون يار،
مايا جي جن جار مان، نڪرڻ آ دشوار.

٤٧. عشدي مايا سونشن جو، ڇڏ ڪوڙو ايمان،
ڌت پي ڇلندءِ ڪين ڪي، سوچ ذرا نادان!

٤٨. باڪارين ٿيون بڪريون، ٿيون ڪڪڙيون ڪسجن،
مُردن جا ڪائن تڪر، نرڪ سڌو سي وڃن.

۴۹. معصوم تي ڪهل ڪيو، سڀ گوبند جا پار،
ڪاٽيندا سنتان کي، مالڪ ڏيندو مار.

۵۰. دان ڪرڻ سان ڌن وڌي، وديا ڏيڻ سان گيان،
ڪوهه مان پاڻي نه کٽي، وچ ڏيندو انسان.

۵۱. من جو ڪري جو انت ٿو، سو ئي سنت سُجان،
رهي پلي هُوَ جڳت ۾، جل ۾ ڪمل سمان.

۵۲. سکي رهڻ جي تون گهرين، سڀ کي سک پهچاءِ،
غير ڪڏي تون اندر مان، سک جي جوت جڳاءِ.

۵۳. سدا نيڻن وٽنئن سان، سڀ کي فيض رساءِ
وڙ ڪندو والي تو سان، راهه اِها اپناءِ.

۵۴. حسد ايرکا مان ٿئي تن من جو نقصان،
پيار ڏيڻ سان پاڻ خوش، پرسن ٿي پڳوان.

۵۵. غم ڪائي جيڪو هلي، تنهن جو جڳت ۾ جسُ،
ڏوڏي تي ڏوڏو پڇي، تنهنکي لڳي ٿي ڪسُ.

۵۶. گلا تہ منهين ترار آ، ڪنهنجي گلا نہ ڪر،
ڪين پٿر اُڇلاءِ تون، گلن سان دامن ڀر.

۵۷. سچ سائين کي ٿو وڻي، سڀ سان سچ ڳالهاءِ،
ڪوڙو ٻوڙي ڪُڏ تائين، سچو ڏٺيءَ کي پاءِ.

۵۸. روحاني شڪتي وڌي، ٻولي سدا جو سچ،
وڏڙن جي چوٽي اِها، آ سچ نہ بينو نچ.

۵۹. سواسن جا هيرا املهہ، ويرٿ ڪين وڃاءِ
سمرڻ ۾ سڦلا ڪري، گڻ گوبند جا ڳاءِ.

۶۰. ياڳن سان پيارا ملي، تو سنتن جو ستسنگ،
امرت جي ورکا ٿئي، چڙهي رام جو رنگ.

٦١.	رنگ چڙهي هنهن رام جو، ڏسي تہ سڀ ۾ رام،
جيون تنهن جو رام ميں، پائي سو سڪدام.

٦٢.	امرت ويلي تون اٿي، جپ پريو جو نام،
چنتن ڪر چنتا ڇڏي، توکي ملندو رام.

٦٣.	آڻ مجي جهگڙا ڇُٽا، جوٺي اها هنداء،
آپو ۽ تون هٽ ڇڏي، شانتي سک کي پاء.

٦٤.	هرڻ جيان رُڃ ۾ رلي، جيون ڪين وڃاء،
ترشنا تياڳي جڳت جي، پريو کي پرچاء.

٦٥.	وانيء موسن وڙ ڪري جيون ڏنو اموں،
ستڪرمن جي پوک ڪر، ملندءِ آنند ٿول.

٦٦.	جيڪي ٿيو تنهن ۾ ڀلو، صبر شڪر ۾ رهہُ،
غم ۾ پي مسڪاء تون ماڻ ۾ پيارا سہُ.

٦٧.	ماڻ هو ميوو منڙو، ڪاڏو آهہ جن جن،
اڳي پوءِ تہ اُنهن جي، لوڪ ڳا جئہ جئہ ڪن.

٦٨.	شرڌا ادب پريم سان، ڪري تو جو شيوا،
کٽي آسيس وڏن جي، ملن تنهنکي ميوا.

٦٩.	جت ايڪو آنند تتي، پريم جي جوت ٻري،
ايڪي ۾ ٿي ٻل پڌي آئي وپدا ٽري.

٧٠.	سڀ سان جڳ ۾ پيار ڪر، سڀ ۾ پريو پاڻ،
ڪنهنکي ڪين ستاء تون، سڀ ۾ مالڪ جاڻ.

٧١.	چڪ ۾ تيندي آهہ سڪ، رام گهمايا پير،
رام ڪاڏا شبريء جا جوٺا جوٺا پير،

٧٢.	اُٿندي ويهندي ياد ڪر، تون پريو جو نام،
رام ڪڏهن نہ وسار تون، رام سکن جو ڌام.

٧٣. آهي خالق خلق ۾ خلق جي ڪر خدمت،
سڀ ۾ ساڪي سمر ڏسي، سڀ سان ڪر محبت
٧٤. ڪنول رهي جيئن جل ۾، جل کان سدا اليپ،
رهج سدا سنسار ۾، تيئن تون نرليپ.
٧٥. ٽبي ڏني جن اندر ۾، سي ٿيا مالا مال،
سڏون ڪندڙ سڪندا رهيا، ڪين مليو تن لعل.
٧٦. چئن ڏينهن جو چٽڪو آ جوڀن جواني،
جيئن جل جا بدبدا، تيئن هي جڳ فاني.
٧٧. رهج سدا سنتوش ۾، جي تون ڀلو چاهين،
توري جيئڻ واسطي، تو ناحق نند ڦٽائين.
٧٨. اکيون ستگر لئہ ٿيون، راتيان ڏينهن سڪن،
اندر منهنجي اُڪير آ، شل پريتم هت اچن.
٧٩. اچ تون منهنجي اڱڻ ۾، ڪريان توکي ياد،
ساجن تنهنجي اچڻ سان، دلڙي ٿيندي شاد.
٨٠. ستگر ۽ ڀڳوان جا، سدا مڃج احسان،
سارلهن تا سپن جي،آهن هوُ مهربان.
٨١. ڏڏن جو ڏاتار آ، ڏڏ تي تون تہ گذار،
سياٽپ هلندي ڪين ڪي، داتا جي دربار.
٨٢. جيڪي ٿيو تنهن ۾ ڀلو، گذري کي تہ وسار،
آئيندہ جو خيال ڇڏ، حال ۾ تي هوشيار.
٨٣. آگ ايرڪا جي تکي، تي تن من جلائي،
ان کان پاڻ بچاءِ تون، تي شانتي وجائي
٨٤. دنيا جي وهنوار ۾ "آشا" دک ئي دک،
پريو جي وٽ شرڻ تون چاهين سچو جي سک.

# سنتن تان ٻلهار

سنتن تان ٻلهار وڃان مان،
سنتن تان ٻلهار.

١. حق ۾ حق ڪن شڪ ۾ جڳ ڪن،
حق حق ڪن جڳڪار وڃان مان سنتن....

٢. سنيهہ نمرتا جي سي مورت،
ڏين سڀن کي پيار، وڃان مان سنتن....

٣. اگيانين کي گيان ڏئي هو،
کولين موکہ دوار، وڃان مان سنتن....

٤. پريوءِ جو اوتار آئي سي،
ڪن سڀن جو اُڌار، وڃان مان سنتن....

٥. جيڪو اچي ٿو شرن اُنهن جي،
ڪن تنهن جو بيڙو پار، وڃان مان سنتن....

٦. ڪام، ڪروڌ، موهہ لوڀ نہ جن ۾،
ڪوئي ڪونہ وڪار، وڃان مان سنتن....

٧. "آشا" تن جو سدا آڀاري،
پائي حب جا هار، وڃان مان سنتن....

ويچار ٥

ڏٺي تنهنجي لڪندو سدائين سنيار
ڪڏهن ڪين ڪنهنکي تون پيارا وسار.

# مريادا پرشوتم ڀڳوان رام

جڳ جي پيڙا آيو متائڻ جنم ورتي رگھونندن رام،
ستيہ سنيھہ مريادا جو، پريو پاڻ کٽي آيو پيغام.

١. ڌرم ڪرم جي ٻيڙي ٻڏي ٿي، رام ڪناري تنھنکي لڳايو،
ترشرا، تاڙڪا، ماريچ، سباھو، کردوشڻ کي متيءَ ملايو،
راوڻ، ڪنيڪرڻ کي ماري، ستيہ ڌرم جو جھنڊو جھولايو،
پاپين جي بس پاڙ پٽڻ لئہ، ھن جوتيو ھو سنگرام،
جڳ جي پيڙا آيو متائڻ، جنم ورتي رگھونندن رام.

٢. رام جي نام ۾ آھي شڪتي، پٿر پيي پاڻيءَ ۾ ترن،
منزل مقصد تي سي پھچن، اچن جي رام شرن،
زھر کي امرت رام بڻائي، ٿا ڪشت ڪليش ٿرن،
روم روم ۾رام آ جن جي، ٿا پائن سي وشرام،
جڳ جي پيڙا آيو متائڻ، جنم ورتي رگھونندن رام.

٣. اڄ پيي ديش ۾ راوڻ ڪيڏا، کردوشڻ اَڪيچار،
رام راڄ ڪيئن ايندو تيسين، جيسين اَتياچار،
باغ ۾ ”آشا“ ايندي بھاري، جڏي رام ورتي ايندو اوتار،
سک جو ھرڪو ساھ پٽيندو، رام آھي سکڌام،
جڳ جي پيڙا آيو متائڻ، جنم ورتي رگھونندن رام.

## پرارٿنا

دیالو اسان تی دیا کر سدائین.
سین تي مھر ھو مینھن تو وسائین.

١. تی تنھنجي رحم سان ھلي دنیا ساری،
جگت جو تون داتا جگت کي نپائین.

٢. عجب رنگ تنھنجا عجب تنھنجي قدرت
کٿي مان ٻہو کیچ تون ئي بڻائین

٣. اُتي محل امرت ھپیان نام تنھنجو
صبوح جو سویلو سجاڳي ڏی سائین.

٤. لڳن تیز طوفان ۽ لھرن جا لوڏا،
ٻنھنجي ٻاجھہ سان تون کناري لڳائین.

٥ ڏرم ۽ کرم جي سچي سوجھي ڏی تون
یلیل آھیون داتا، سنئين دڳ لڳائین.

٦. پڙھڻ ۽ کڙھڻ سان کی دل ۾ ھندایون
سچی ڳیان جی کاش اجوتي جڳائین.

٧. کریون شیوا سب جی "آشا" فرض جاڻي،
کریون آتیا پالن سمت ڏي تون سائین!

ویچار ٦

نرو کین کنھنجو ڀلو سب جو چاھیون
اسین خیر خواہ سین جا تہ آھیون

# ڪين ڪئي تو تياري !

هيءَ رام جپڻ جي واري،
اڃا ڪين ڪئي تو ڪا تياري.
هيءَ رام جپڻ جي واري،

١. لوڪ وڃي تو هتان لڏيندو،
مال ۽ ملڪيت هتي ڇڏيندو،
هلي چيز نہ ساڻ ڪا پياري،
اڃا ڪين ڪئي تو ڪا تياري،
هيءَ رام جپڻ جي واري.

٢. سستيءَ ۾ تو سال وڃايا،
سواس امولڪ پنهنجا گنوايا،
ڪرين ڏاڍي تو گينواري!
اڃا ڪين ڪئي تو ڪا تياري،
هيءَ رام جپڻ جي واري.

٣. موهہ ممت ۾ من اٽڪائي،
پريوءِ ڪي تو ڇڏيو پلائي،
تو عمر اجائي گذاري!
اڃا ڪين ڪئي تو ڪا تياري،
هيءَ رام جپڻ جي واري.

٤. ويل وهاڻي هٿ نا ايندءِ
سڀا سنبنڌي ساٿ نہ ڏيندءِ،
”آشا“ مطلب جي دنيا ساري،
اڃا ڪين ڪئي تو ڪا تياري،
هيءَ رام جپڻ جي واري.

# ڳرو پوڄا

ڳرو پوڄا جو ڏينهن مهان،
اڄو پريمي ڳروءَ دواري.

۱. شرڌا رکي اڄ جو هت ايندو،
ڪارج سڌ پڪ تنهن جو ٿيندو،
رکي اڄ جو تو وشواس
ستگر بگڙبل ڀاڳ سنواري،
اڄو پريمي ڳروءَ دواري.

۲. ڳرو ڳيان جو آهي داتا،
ڳرو ايشور آهي وڌاتا
ڳرمک ڳروءَ جو ڪر تون ڌيان،
ڳرو ڳيان جي اوندهه ٽاري.
اڄو پريمي ڳروءَ دواري

۳. ستگر آهي شاهن شاهه،
ڳرو تہ ڪامل آهي ملاح،
مايا جي ڀؤ ساگر مان،
جيون ٻيڙو ستگر تاري،
اڄو پريمي ڳروءَ دواري.

۴. اڄو ڳروءَ جا ڳڻ اچ ڳايون،
هار چندن جا تن کي پايون،
ڪرپا جا آهن ڀنڊار،
تن تان ”آشا“ سڀ ڪجهه واري،
اڄو پريمي ڳروءَ دواري.

# ماتر وندنا

پنهنجو دويه درشن تون ماتا پساءِ!
آهيان ٻار تنهنجو تون سيني لڳاءِ.

١. سڪل توڻ منهنجي دل جي آ بستي،
پنهنجي مهر جو تون مينهڙو وساءِ.

٢. تري ڪين جاڻان مان اڻ تارون آهيان،
پنهنجي ٻاجهه ٻانهن ڪناري لڳاءِ.

٣. رکان ڪهڙي پيتا نه منهنجو ڪي آهه.
به تي لڙڪ ماتا! اچي تون آگهاءِ.

٤. نه عهدو نه اقبال مونکي ڪي به گهرجي،
ڪمل چرن ڏيايان، تون پنهنجو بڻاءِ.

٥. لکين سواس وئرت وڃايا اتم،
هاڻ من مندر ۾ تون جوتي جڳاءِ.

٦. جنهن تي تنهنجي ڪرپا کلي ڀاڳ تنهن جو
چاهيان تنهنجي ڪرپا، ڏي چرڻن ۾ جاءِ

٧. ڪيئي جنم گذريا نه تي پياس پوري
تون درشن ڏئي پياس منهنجي بجهاءِ.

٨. ”آشا“ تنهنجي در جو آ ماتا ڀکاري،
ڏئي پيار پنهنجو تون دکڙا مٽاءِ.

# ڪرپا

ڪرپا ڪيي تنهنجي ڪرتار
بندو سدائين ٿيوس آهي.

۱. قدم قدم تي ڪرپا تنهنجي،
ڪانهي حاجت هتڙي ڪنهنجي،
عقل ۽ طاقت ڪين هلي،
تون آهين سڀ جو آڌار
ڪرپا ڪيي تنهنجي ڪرتار

۲. ڄنڄن تي تنهنجي ڪرپا آهي،
تنهنکي سگهندو ڪين ڪو ڀاهي،
پوراڻي ۽ ٻر تون پال ڪرين،
آهين ڏڏن جو تون ڏاتار.
ڪرپا ڪيي تنهنجي ڪرتار

۳. گونگا ڳالهائين ٻوڙا ٻڌن ٿا،
پرٿيا چڪشو پي ڪئن نہ ڏسن ٿا،
جن تي تنهنجي رحمت آ،
لنگڙا ڪن پربت پي پار
ڪرپا ڪيي تنهنجي ڪرتار

۴. ڄنڄن تي مٽر جو هتڙو ڏرين ٿو،
سوري ۽ ماڻ تون ڪمدو ڪرين ٿو،
ڇيڙ جو آشا سيمت گيان،
تنهنجي ليڪ اپرم پار.
ڪرپا ڪيي تنهنجي ڪرتار

# ڀڳوان شري ڪرشن

ڪرشن مراري برج بهاري،
چڪر سدرشن ڌاري آنءُ ٻلهاري.

١. نند يشودا جي اکين جو تارو،
راڌا جي جيون جو جيئارو،
ڳانين گوپين جو هو سهارو،
مرليءَ جنهن جي مست ڪيو جڳ،
مور مڪٽ پيتامبر ڌاري،
ڪرشن مراري برج بهاري.

٢. مهايارت جي لڳي لڙائي،
ارجن کي تڏهن گيتا ٻڌائي،
سچ جي ٻيڙي پار پڄائي،
ڌرم ڪرم جو جهنڊو جهولايو،
هيو دشٽن جو سنهاري،
ڪرشن مراري برج بهاري.

٣. جڏهن جڏهن وڃي پاپ وڌي ٿو،
تڏهن وني اوتار اچي ٿو،
جنتا جا اچي ڪشٽ ڪٽي ٿو،
سورهن ڪلا سمپورڻ سوامي،
”آشا“ ڀڳتن جو هتڪاري،
ڪرشن مراري برج بهاري.

# رام نام

گڻ رام نام جا ڳايو،
ڪيو مانش جنم سڄايو.

١. رتن امولڪ مانش ديحي،
اجڙو رتن نہ گپ ۾ گنوايو.

٢. ست ڪرمن لئہ جنم مليو حي،
سو ورٿا ڪين وڃايو.

٣. هي جڳہ سپنو، ساپيا ناحي،
تنحن سان جو ٿا نينحن لڳايو!

٤. طلسم ئي طلسم چوڌاري،
متان ڦلجي دل اٽڪايو.

٥. رام جو سمرڻ سحج سماڌي،
تنحن دواران مڪتي پايو.

٦. نيٺن حي گنگا جل سان،
من مندر کي صاف بڻايو.

٧. صاف مندر ۾ موحن براجي،
تنحنکي پريم حا پشپ چڙحايو.

٨. چاحر جو چنڊن ڌوپ ڏيان جو،
ديپ ديا جو جڳايو،

٩. منحن پنحنجو مايا کان موڙي،
حڪ رانول کي ريجحايو.

١٠. گر منتر سان سرت ملئي،
آتما آتم آنند پايو.

# شري گرو نانڪ صاحب

وني اوتار تون آئين گرو نانڪ نرھنڪاري،
جڏھن سنسار ۾ اگيان جي اونده ھئي ڪاري.

١. سُتل جي لوڪ ھئا ننڊ ۾ جڳائڻ تن کي تون آئين،
سچي جا وات ساٿين ءَ جي بتائڻ تن کي تون آئين،
ڀڏا وچ سير ۾ جي تي اُڪارڻ تن کي تون آئين،
جي پٺتيا پرم وتن ۾ لڳايئہ راھ سنئين تن کي،
نئين سر گيان جي جوتي اچي دنيا ۾ تو ٻاري.
وني اوتار تون آئين گرو نانڪ نرھنڪاري.

٢. وڏي فرقيپرستي وئي مٽائڻ تنھن کي تون آئين،
ٻري تي باه ڪيني جي اُجھائڻ تنھن کي تون آئين،
سچي آنند جا پيالا پيئارڻ تنھن کي تون آئين،
جي مرده ھا سي زنده ٿيا تنھنجي سنجيوني ءَ سان ئي،
مڙر واٽي تنھنجي ھرڪو پڙھي شرڌا سان نر ناري.
وني اوتار تون آئين گرو نانڪ نرھنڪاري.

٣. نماڻن ماڻ تون آھين شاھن جو شاه تون آھين،
اناٿن ءَ اڌينن جو وسيلو واه تون آھين،
ڪندين مشڪل کي تون آسان، ھيڻن ھمراه تون آھين،
اُجڙ ٿي دل جي بستي آ اچي گل ٽيڙ "آشا" جا
سڄو سنسار معطر ٿي، وڃان توتان مان ٻلھاري،
وني اوتار تون آئين گرو نانڪ نرھنڪاري.

## سچ

سچ جي ٻيڙيءَ چڙھ تون يارا
پوندين پوَ ساگر مان پارا

۱. سچ تي صاحب آھي راضي،
ڪڏھن نہ ڪنھن ٻي جي موتاجي،
ڪندو ڪرپا توتي ڪرتار،
سچ جي ٻيڙي چڙھ تون يارا

۲. سچ جي ٻيڙي لڏي لڏي تي،
ڪين ڪڏھن سا ٻڏي ٻڏي تي،
تنھنجو راکو رب ستار،
سچ جي ٻيڙي چڙھ تون يارا

۳. ڪوڙي جي ٻڪ آ ڳُڏ تائين،
ڪوڙ ڳالھائي شيھو رسائين،
سچ جي ساري سر سدبار،
سچ جي ٻيڙيءَ چڙھ تون يارا

۴. ڪوڙ کان ھردم ڪري ڪنارو،
سچ حو 'آشا' وٺ تون سھارو،
صاحب لھندو تنھنجي سار،
سچ جي ٻيڙي چڙھ تون يار.

# ڀڳوان شنڪر مهاديو

ٻم ٻم ٻم ٻم مهاديو تون ڀولاناٿ ڀنڊاري،
جئہ جئہ جئہ شو شنڪر مهما تنهنجي نياري.

١. دشت وڏي ويا ڀر گهٽ ٿي ڪر تانڊوَ نرتيہ ھاٿي،
ڀسماسر کي ڀسم ڪيو تو، دشٽن جو تون سنهاري.

٢. بدن تي پنهنجي ڀڀوت لڳائي اڪ ڌاتورا کائين،
ڳلي ۾ مالها نانگن جي بئل تي تنهنجي سواري.

٣. شرڌا سان جو ڏيان ڏيائي چار پدارٿ سوئي پائي،
تل ڦل تي تون راضيٿين ٿو، ڀڳتن جا هتڪاري

٤. پرواهت ڪرين گنگاڌارا، مستڪ سونهين چندرما،
سڏين توکي ڪئلاش پتي پر تنهنجي دنيا ساري.

٥. ويد ڀي تنهنجي مهما ڳائن، جوڳي جوڳہ ڪمائن،
اُما پتي ڪر آسيسا تون ”آشا“ تي هڪواري.

# شري گڻيش اُستتي

جئہ گڻيش جئہ گڻيش وندنا تنهنجي ڪريون،
وندنا تنهنجي ڪريون، ڌيان ٿا تنهنجو ڌريون.

آهين گڻن جو ايش تون آهين وگهن ھناشڪ،
گوري پتر گجانند تون آهين سڌي ونايڪ.

رشي مني گياني گڏي پهرين محما تنهنجي ڳائن،
هر ڪاريه جي آرنڀ ۾ توکي سدا منائن.

پريم شرڌا سان جيڪو ڳڻ گيت تنهنجا ڳائي،
انگي رڌبون ۽ سڌيون "آشا" سو پرمي پائي.

## مٽيءَ جو ڍير

توں پاڻ کي سمجھين شر پيارا،
پر آهين مٽيءَ جو ڍير پيارا.

١. توں ته هڪڙو ڏکو نه ناهين،
پر سمجھين پاڻ کي سير پيارا.

٢. سڀ ۾ جوت پريوءَ جي جاڻين،
ڪنهن سان رک نا وير پيارا.

٣. برو هلي ڪو پلو هلي ڪو،
ڪڻ سڀ سان چڱو توں پير پيارا.

٤. رب جي رضا تي راضي رهه توں،
اچي امر آڌو نا ڪير پيارا.

٥. وبر ورود مان ڪجهه به نه وٺو،
"آشا" سڀ جو گهر توں خير پيارا.

# سنگرو سوامي ٽيئونرام مهاراج

١. سوامي ٽيئونرام ستگر توکي نت پرڻام آ،
وشوَ ساري ۾ ٿيو پرسڌ ته تنهنجو نام آ.

٢. ڀاڳ تنهن پت جا ڀلا ٿيا توکئي جت ساڌنا،
او تپسوي تيج وارا تنهنجي سڦل آراڌنا.

٣. سادگي سيوا ديا ۽ پيار جو اوتار تون،
سوامي ٽيئونرام ڀڳتي گيان جو گلزار تون.

٤. تو جپايو جڳت کي ستنام ساکي سنيهه سان
نام جو سمرڻ کندي سي پار پيا سنسار مان.

٥. تو ٿنڌي آدم جي برپٽ کي منا آباد کيو،
جي اُجڙ دليون هيون تن کي سدائين شاد کيو.

٦. تون کويسر تنهنجي کوتا راهه تي روشن کري،
جو صدق سان واڻي پڙهي، پاند پالهو ٿو ڀري.

٧. در تي جي آيا سوالي تن تي رحمت تو کئي،
جن کي کلفت قلب ۾ تن سان ته اُلفت تو کئي.

٨. تون ته آهين چندرما کرڻا ته جنهن جا ٿو پسان،
چاند تنهنجي چاندني چٽني ڏسائن ۾ ڏسان.

٩. تو اڏينن جي سدائين سار ستگر تي لڌي،
کيرتي "آشا" ته جڳ ۾ تنهنکري تنهنجي وڌي.




## سوچ پيارا!

فاني آهي سارو جهان
ڇاتي بندا تون ڪرين ايمان!

١. ساري دنيا آ مسافر خانو،
تون پڻ آهين هت محمان !
٢. جڳت سمورو آهہ جهميلو،
تنهن ۾ ڇوتين تون غلطان !
٣. ڪنهجي هو سڀ ڇنڪو آهي !
ڪوڙو آهي شان ۽ مان !
٤. حادوءَ جي هيءَ نگري آهي،
سپني جو هت سڀ سامان!
٥. جن لئہ ڪوڙ ۽ پاپ ڪمائين،
سي ساڙي ايندءِ شمشان!
٦. موهہ نہ رک تون ڪنهن ۾ پيارا!
پڇتائي تو موهہ اگيان!
٧. ڪيں امانت ۾ ڪر تون خيانت،
جيڪي اٿي سو ڪر تون دان!
٨. ستگر جي وٺ اوٽ تون سالڪ !
جيڪو ڏيندو آتم گيان.
٩. پريوءَ ڪي جو ڪري پراپت،
آهي سچو سوئي ودوان.
١٠. پياس ۾ "آشا" ڳوڙها ڳاڙج،
اوس ڏيندو درشن ڀڳوان



# سچو سک

۱. ڏٺيءَ جي آ ڪيڏي اسان تي عنايت،
لهي سار سائين تو ساعت بہ ساعت.

۲. ڪرڻ گهرجي جنهنجي سدائين عبادت،
بندو بي شڪر آ ڪري تو شڪايت.

۳. ڪرڻ ڪين گهرجي امانت ۾ خيانت،
سزا ڏيندو سائين، ڏيکاريون ديانت.

۴. عقل، علم، اقبال، اسباب ۽ زر،
ڏني آهي ڏاتر؛ دکين کي سکي ڪر.

۵. تون عيش ۾ وئرت تو مايا وڃائين!
خوشامد جي صدقي ڇو لک تو لٽائين؟

۶. هي مسڪين محتاج تي روپ رب جو؛
ڏسي تن ۾ سائين، ڀلو ڪر تون سڀ جو.

۷. دنيا مان وٺيو ڪنهن نہ تون ڪجهہ وٺيندين،
جڏهن ڪال آيئہ نہ ڪو ڏِي ڪا نيندين.

۸. رکيو موهہ جن جن سي ڏاڍا دکي ٿيا،
وئراڳي ۽ گياني، سدائين سکي ٿيا،

۹. سوارٿ جو سارو هي سنسار آهي،
لٽو ڪم، ڊکڻ وسريو، وهنوار آهي.

١٠. ڏئين تون جن ”اُ جيءَ کي حفائون،
آهي مٽر تو ”اُ کي بولدا هچائون.
١١. ڏئي مان ڏڪيءَ جي سدا ڏيندو رهه تون،
غرورتمندن سان هميشهه پيو وهه تون.
١٢. ڪري جو ٻين جي تو خدمت سدائين،
ڪري تو خدا تنهن تي رحمت سدائين.
١٣. خدا خلقي مخلوق آهي سموري،
وسي والي سڀ ۾ تو ظاهر ظهوري.
١٤. ڏکيءَ جي ٻچن کي ستائڻ نه گهرجي،
ڪري ظلم تن تي، رنجائڻ نه گهرجي.
١٥. جي چاهين سکي تيان ته ٻين کي سکي ڪر،
ڪندو سائين تنهنجي به ساري سداسر.
١٦. نه تاٻ تي رهه، تون وهندڙ ندي بڻ،
سڪل پوڙءَ تي تي وسائڻ جو واهڻ.
١٧. ٻڌيج تون پراڻين لکن جو سهارو،
سچي سوپ پائي، تي پريوءَ کي پيارو.
١٨. جڳت ۾ رهو پر جڳت کان نيارا،
ائين شيام سندر چوي تو پيارا.
١٩. سچو سک پراپت ڪرڻ جي تا چاهيو
ته ”آشا“ اچائون گهٽايو مٽايو.

## پوڄنيہ دادا ساڌو ٽي. ايل واسواڻي

۱. پيارو دادا پيارو دادا سنت سچو سونهارو هو،
هن يگ جي هو مهان ويوتي گيان سندو گلزارو هو.

۲. پنجويهين نومبر پيارو دادا سنڌ ۾ ورتي آيو اوتار،
ماتا وارن جي ڪک ٿي سڦلي پتا ليلارام باغ بهار.

۳. شڪرانا مڃيائون پريوءَ جا ڏنو جنهن تہ هيو لاڪيٽو لعل.
وريون واڌايون ڏنيون دعائون بالڪ جيئي هزارين سال.

۴. چني ناهيندي براهمڻ آکيو بالڪ هي تہ نرالو آ،
ٿانور نالو سندس رکان تو هنجي اندر ۾ اُجالو آ،

۵. روشن راه ڪندو هي جڳ جي ٿيندو رهبر روحاني.
مکڙو سندس ڪيئن مشڪي ٿوا ۽ چمڪي سندس ٿي پيشاني.

۶. وڏو ٿيو جئن دادا عمر ۾ لکڻ پڙهڻ ۾ ٿيو هوشيار،
سانت ايڪانت ۾ ويهي ڪندو هو پياري پريوءَ جو ويچار

۷. قابل پروفيسر ٿيو دادا، آدرشي اُستاد هيو،
ٻڌي سندس وياکيان سکيائون هرڪو ئي تہ متاثر ٿيو.

۸. پرنسيپال جي پد تي هوندي ڪيڏو دادا هو نرمان،
پاڻ ڪندو هو امڙ جي خدمت توڙي هو اعليٰ ودوان.

۹. وويڪانند جيئن ويو وديش ۾ رشين جو هڻ پيغام کڻي،
نام جي ورکا آيو وسائي امرت جو هڻ جام کڻي.

۱۰. ميران وديا هلچل دواران دادا ڏنو سنديش نئون،
ميران وديا مندر کولي رستو ٻڌايو سچو سنئون

۱۱. سادگي سيوا سنيهہ ستيہ جا دادا ديپ جڳائي ويو.

پوترتا ۽ پرارٿنا گنان حو مارگ دادا بتائي ويو.

١٢. دکين بکين ۽ پکبن پسن ۾ شيام سندر جو روپ پسيو،
تن جي شيوا ڪريو پيارا اهڙو دادا ڏس تہ ڏسيو.

١٣. جيو دبا جي حوت جڳائي پسن پکين کي ڏنو جيئدان،
ستلن کي تہ سجاڳہ ڪري ڏنو پياري دادا آتم گيان،

١٤. سنڌ مان هت پونا ۾ آيو محبت جا جت مينحن وسيا،
ميران يومي ٢ح يومي تي تنحن ۾ دادل رنگہ تہ رچيا.

١٥. هت برپا ڪيا وديا مندر دادا وديا جو دان ڏنو،
ميران ستسنگہ دواران دادا پربہ بريوءَ جو پاڻ ڏنو.

١٦. اسپتالون ناري شالائون کولي دادل ڪبو ڪيڏو اُپڪار،
سيني پرائين جي ڪئي سيوا سيني کي ڏنو دل جو پيار

١٧. درد ہين لئہ هنجي دل ۾ حمدردي جي صورت هو.
نياز ۽ نوڙت پريم دبا جي پيارو دادا مورت هو.

١٨. وڏوائن جا لڙڪ اُگهيائين ڏنئبں اناٿن کي تہ پيار
دکين جا دک دور ڪيائين اڙين جو تہ بڻيو آڌار.

١٩. نوري نمائي جي تخلص سان دادا هزارين گيت لکيا،
سمرڻ سيوا پريو ڀڳتيءَ حي آهي تن ۾ سندر سکيا.

٢٠. سندس اکين ۾ عشق هيو ۽ اکرن ۾ پي آتش هئي،
ميران حتڙي ڀڳتي ڀاونا سندس واڻيءَ مان ظاهر ٿئي

٢١. "امحلي" "آشا" سندس آياري، پيار جو پيالو پيئاري ويو،
نام حي نوڪا ۾ هو چاڙهي ڀؤ ساگر مان تاري ويو.

# ستگرو سوامي شانتي پرڪاش مهاراج

ستگر منهنجو دين ديالو، رام جي راهہ بتائي ويو،
منتر ڏيئي ستنام ساڪي، نام جو جاپ جپائي ويو.

١. سوامي شانتي پرڪاش اسانجو سنت سچو لاثاني هو،
برهمنيشني، برهم شروتري، ڌياني، برهم گياني هو.

٢. سوامي ٽيئونرام هنن ۾ گيان جي جوت جڳائي هئي
سوامي سروانند جن جي ڀي صورت تن ۾ سمائي هئي.

٣. پريم پرڪاش منڊل جو چندرما جنهن سيتلتا پردان ڪئي،
درشن ڪئي دکہ دور ٿيا ٿي نري رڳہ رڳہ پريمين جي تہ پئي.

٤. جوڳي جادوگر هي هو، پريم جي بين بجائي ويو،
پنهنجي امرت وچنن سان هُو، منتر مگد بڻائي ويو.

٥. دکين بکين جي سار لڌي هن، هيڻن جو ڀي حامي هو،
روحاني رمزون تہ ٻڌايون، ستگر انترىامي هو.

٦. جئہ شري ڪرشن جئہ شري ڪرشن ٻولي سدائين مني ٻاٽي،
مڌر مڌر مسڪان هئي جنهنجي، مڌر مڌر جنهنجي واٽي.

٧. پريم ديا جو ساگر سوامي، ستگر جيءَ جو جيئارو هو،
پر اُپڪاري پرم پيارو، لکن دلين جو سهارو هو.

٨. پنهنجي تن کي تسيا ڏيئي، ٻين کي راضي رکندو هو،
سوڪ ٻوڏ جا پيڙت جيڪي، تن جي سار هُو لهندو هو.

٩. پنهنجي سکہ کي جڳہ جي خاطر، هن تہ سدا قربان ڪيو،
پنهنجو چت نرماڻ رکي، هن ٻين جو ٿي سنمان ڪيو.

١٠. سمرڻ سان پنهنجي جيون کي سڦل بڻائڻ وارو هو،
سيني کي پڻ ساڳي منزل ڏانهن هلائڻ وارو هو.

١١. گيان سندو گلزار سوامي، گيان جي سڳنڌ ڦهلائي ويو،
ٻچنن ۽ گيتن کي جوڙي، امرت رس برکائي ويو.

١٢. مانس، شراب ڏيتي ليتيءَ ورڌ سدا تہ پرچار ڪيو،

ستگرو منهنجو سماج سڌارڪ پيڙو سماج جو پار ڪيو.
١٣. گئو شالا ۽ ناري شالا اسپتال نرماڻ ڪيو،
سڪرت جا ڪيئي ڪم ڪيا، پر نہ ڪڏهن هن ماڻ ڪيو،
١٤. ٻچڙن لاءِ ٻيا آشرم ڪولي، ٻارن لئہ وديا مندر،
وڏوائن جي سنڀال ڪئي، ني گهرن کي وٺي ڏيندو هو گهر.
١٥. ٻين جا ڏک پنهنجا هن سمجهي، ڏکڙا تن جا دور ڪيا،
سوين آيا تي سوالي در ني، سوال سڌن منظور ڪيا.
١٦. "آشا" جي هو روح جو راڻو، ڪرم يوگي لاثاني هو،
امراپور مان آيو ڪٽي، امرت جام هي جاني هو.
١٧. اهڙن ستگر سوامي جن کي، داس ڪري پرڻام سدا،
نام پدارٿ ڏيئي سين کي، ڪارج سنگت جا ته ڪندا.

## منهنجو سنگر

منهنجو سگر دين دبالو آ،
جو نام جو جاپ جپائي ٿو.
ڪبدي چوراسي ۽ جي چڪر منجهان،
هو جيون مڪت بڻائي ٿو.

١. دنيا جي درياه ۾ تي ڪشتي ٻڏي،
گرو ڪشتي پار لڳائي ٿو، منهنجو سنگر.....

٢. اگيان جي اونده ڏاڍي آ،
گرو گيان جي راهہ بتائي ٿو، منهنجو ستگر...

٣. ڪنهن کي تن جو ڏک، ڪنهن کي من جو ڏک،
گرو ڏکڙا سيئي مٽائي ٿو، منهنجو ستگر.....

٤. مايا جو آورڻ دور ڪري،
گرو ساڪي روپ پسائي ٿو، منهنجو ستگر....

٥. ڪام ڪروڌ لوڀ جي باهہ منجهان،
گرو "آشا" اچي بچائي ٿو، منهنجو ستگر.....

# جهوليلعل سائين

جهوليلعل سائين لعلون لعل سائين،
اُڏيرالعل سائين ٻيڙا ٻني لائين.

١. ڪڏن ڪي ڀراٽا جوتيون جڳائن،
پلوَ پريمي پائين پنجڙا ٻہ ڳائن،
رکن صدق جيڪي مرادون تن پڄائين،
جهوليلعل سائين! ٻيڙا ٻني لائين.

٢. سنڌ ۾ تون آئين اوتار ڌاري
ڪيئہ رکشا ڌرم جي پاپين کي ماري،
آهين مهروان تون پال تو پلائين،
جهوليلعل سائين! ٻيڙا ٻني لائين.

٣. آيا جيڪي سوالي ويا سي نہ خالي
ڪيئہ وڙ تنين سان ورڻ ديو والي،
تنهنجو در ديا جو ڪليل آ سدائين،
جهوليلعل سائين! لعلون لعل سائين.

٤. پلوَ پائي "آشا" دولهہ تنهنجي در تي،
آسيس ڪر ڪا سدا تون سنڌين تي،
ڪير ۾ ڪنڌ تي رهن هوُ سدائين،
جهوليلعل سائين! لعلون لعل سائين.

پلئہ

آءٌ اُڏيرالعل تون اچي ڪر سڪار،
مسڪينن جو تي اچي تون دولهہ مددگار،
رکشا ڪر هندو ڌرم جي، وري وٺي اوتار
ڪلفت ڪڍي اندر مان ڏيون سين کي پيار،
مينهن وسائج مهر جو جيئن سکي رهي سنسار،
"آشا" عرضدار آ، دولهہ تنهنجي در تي.



## ستگرو سوامي ٽيئونرام مهاراج

ڌن ڌن ستگر ٽيئونرام،
وارون وار ڪيون پرنام.

١. ستگر سوامي برهمگياني،
برهم نيشٺي برهم ڌياني،
يوگ وئراڳه ڀڳتي ء جا ڌام،
ڌن ڌن ستگر ٽيئونرام.

٢. گرونانڪ جيان صورت نماڻي،
امرت جهڙي جن جي واڻي،
پريم جو جن تہ ڏنو پيغام،
ڌن ڌن ستگر ٽيئونرام.

٣. پريم پرڪاشي منڊل ناهي،
اگيانين کي راهہ ٻتائي،
دکي دلين کي ڏنائون وشرام،
ڌن ڌن ستگر ٽيئونرام.

٤. ستنام ساکي جپي جپائي،
ڀوَ ساگرمان پارلگهائي،
پورن ڪيائون پريمين جا ڪام،
ڌن ڌن ستگر ٽيئونرام.

٥. صورت جنجي هئي سبحاني،
چمڪي تن جي ڀي پيشاني،
ڏسي تنکي مليو "آشا" آرام،
ڌن ڌن ستگر ٽيئونرام.



# مهر ڪريو

ڪريو مهر سنگر مهروان آهيو،
سڄڻ مون منجهيل کي سنئين دڳہ لڳايو.

١. ترڻ ڪين ڄاڻان منهنجي دل جا راڻا،
ٻڏل ٻيڙي منهنجي ڪناري لڳايو.

٢. ڪيئي جنم گذريا نہ ٿي پياس پوري،
ڏيئي نام امرت منهنجي اُڃ ٻجهايو.

٣. اوهان پيار ڪروڻا جا ڀنڊار آهيو،
ڏيو بوند هڪڙي جنم ٿئي سڄايو.

٤. مان وهمن وسوڙيل آهيان منهنجا مرشد،
اوهان منهنجي من جا مونجهارا مٽايو.

٥. نڪي يوگہ ڄاڻان سماڌي لڳائي،
ڏئي گيان سنگر مون ساکي پسايو.

٦. رکان ڪهڙي پيتا نہ منهنجو ڪي آهي،
ہ ٿي لڙڪ منهنجا اوهين شل اگهايو.

٧. نہ لائق مان آهيان ڪميون مون ۾ ڪيئي،
پنهنجي در جي لائق مونکي شل بڻايو.

٨. ڪري من ايڪاگر جپيان نام تنهنجو،
منهنجي سُرتي سائين شبد سان ملايو.

٩. اوهان وٽ نہ آهي ڪرپا جي ڪمي ڪا،
سنگت جي سوامي "آشا" اڄ پڄايو.

# وسري ويو پڳوان!

ڏن جي ڏُن ۾ من جي ڏُن ۾ توکان وسري ويو پڳوان
کهڙي ڪم لئه هتڙي آئين، سوچ ذرا انسان!
توکان وسري ويو پڳوان!

۱) ڪاڻ پيٽ گهمڻ ڦرڻ ۾ سواس وڃايئه ننڊون ڪرڻ ۾،
غفلت ڇڏ گينوارا هاڻي، تون آهين هت مهمان!
توکان وسري ويو پڳوان!
تون سوچ ذرا اِنسان!

۲) مايا ميڙي ميڙي مري ويا، پاڻ سان ڪوڏي ڪين کڻي ويا،
مايا ميڙڻ لاءِ نه آهي، هت جس ڪر ڪجهه دان!
توکان وسري ويو پڳوان!
تون سوچ ذرا اِنسان!

۳) ڇا تو آندو ڇا تون نيندين، دنيا مان ڪجهه ڪين وٺيندين،
جيڪي چمڪي سون نه چاڻج، آ ڪوڙو جڳ جو شان!
توکان وسري ويو پڳوان!
تون سوچ ذرا اِنسان!

۴) سمرڻ ۾ ڪر سواس سڄايا، شيوا ۾ ڪر سڦلي مايا،
عهدي عقل جو "آشا" ڇڏ تون، ڪوڙو هي ايمان!
توکان وسري ويو پڳوان!
تون سوچ ذرا اِنسان!

# سڄڻ ساريان!

روئي روئي ڄنڄون مان ڄاريان،
ويٺي توکي سڄڻ مان ساريان!
١. منهنجي اکڙين کي نه آرام آ،
ويٺي وات مان تنهنجي نهاريان. روئي...
٢. ورهين جو ڇي آهه وڇوڙو،
آن ۾ گونڌر ۾ ته گذاريان. روئي...
٣. دنيوي لطف بي لطف لڳن ٿا،
ڪيئن ڳڻتيون ٻنا مان گهاريان! روئي...
٤. تون ئي منهنجي سر جو سائين،
تو تان پريتم سڀ ڪجهه واريان. روئي...
٥. "آشا" اچ تون اينديئن اڱڻ ۾،
ويٺي ٻاهه ٻرهه جي مان ٻاريان. روئي...

ويچار ٧

وڃي ويچن وٽ ته ٻڪي ڏيني ٻاڄهه جي،
سو ڏر ڪڏهن نه مٽ، جنهن دوا دعا جي ملي.

ويچار ٨

ٻاهور نه ڪر تون پيارا! جتي مهمان ڏينهڙا چار تون،
ڪر ياد رب کي تون سدا، سوچي ته ڪر وهنوار تون.

# پوڄنيه دادا جشن واسواٽي

١. سنڌين جو آ سنت سونهارو، دادا جشن پيارو آ،
گيان سندو گلزار آ دادا، ڀڳتيءَ جو ته ڀنڊارو آ.

٢. دادل شاهه جو روحاني وارث منهنجي روح جو راڻو آ،
سادي رهڻي اعليٰ ڪهڻي سد سد هوُ ته نماڻو آ.

٣. درد آ هنجي دل ۾ ٻين لاءِ، درد تنهين جا دور ڪري
محبت جي مرهم سان تن جا گهاوَ پيارو هوُ تو ڀري.

٤. ٻين جي پيڙا پنهنجي سمجهي تن جي پيڙا مٽائي تو،
لڙڪ اُگهي تن جا هوُ تن کي پنهنجي سيني لڳائي تو.

٥. پکين پسن کي پيار ڏئي تو، جوت ديا جي جڳائي تو،
گگدامن تي ڪمل ڪري هوُ تن جي جان بچائي تو.

٦. پشپن کي ڀي پٽڻ نه ڏي هوُ صورت صاحب جي جاڻي
مڇلين کي جيئدان ڏئي تو مورت مالڪ جي جاڻي.

٧. پنهنجي امرت وچنن سان هوُ تتل دلين کي ٺاري تو،
نام جي نوُڪا ۾ هوُ چاڙهي، ڀوَساگر مان تاري تو.

٨. درشن سان دک دور ٿين ٿا مونجهارا ٿا مٽجي وڃن،
چت ڦرنن کان فارغ ٿئي تو روح رهاڻيون جڏهن ٿا ڪن.

٩. مرلي منوهر وانگر دادا پريم جي مرلي وڄائي تو،
ميران ڀوُمي بندرابن آ، تنهن ۾ راس رچائي تو.

١٠. مرشد محب مٺي دادل لئه ڪيڏي شرڌا هن ۾ آ
دادل تان بلهار وڃي تو دادا هن جي من ۾ آ.

١١. 'انجليءَ' جي تخلص سان دادا ڪيئي گيت رچيا آهن.
درد سوز آ تن گيتن ۾ پريمي پريم سان ٿا ڳائن.
١٢. آهي وڏو ودوان گياني پر نہ ڏيکاري ڏيندو آ،
ڦلن وارو وڻ جهڪيل سدائين نميل سدائين ٿيندو آ.
١٣. سندس نيڻن ۾ نور نوراني چمڪي سندس تي پيشاني
پريوءَ جو تو نام جپائي ۽ راهہ ڏيکاري روحاني.
١٤. ڄاڻ جادوگر جي آهي، دلين تي جادو لڳائي ٿو.
پيار ڏئي جرڪندڙ کي پنهنجو پل ۾ پنهنجو بڻائي ٿو.
١٥. "آشا" تي 'انجليءَ' جي نوازش محب منو آهي منٺار،
ڪين وساري سگهندو "آشا" پياري دادا جنهن جو پيار.

## دلبر

مهنجي دل جو دلبر يار سڄڻ
رسي مونکان ڪئن ٿيو ڏار سڄڻ!

١. پل پل ماں جنهن کي ساريان ٿي،
ويني رت جا لڙڪ ماں هاريان ٿي،
من قرب ڪري منٺار سڄڻ.
مهنجي دل جو دلبر يار سڄڻ.

٢. جنهن پيار ڏئي مونکي پنهنجو ڪيو،
سو جانب ڪئن جدا ٿي ويو!
اکيون روئن ٿيون زارون زار سڄڻ.
مهنجي دل جو دلبر يار سڄڻ.

٣. "آشا" چوندي مون خطا اهڙي ڪئي،
مونکان متل موچاري هٿن ماں وئي،
ڪاٿي ڪئن ڪندو مونکي پيار سڄڻ.
مهنجي دل جو دلبر يار سڄڻ.

# پريم جو پنٿ

پريم جو آهي پنٿ نرالو،
پريم سان ٿئي ٿو اندر اُجالو.

١. پريم ۾ جن جن پاڻ پتوڙيو،
جيءُ جانب سان جن جن جوڙيو،
آهي تن جو جڳ ۾ نالو،
پريم جو آهي پنٿ نرالو.

٢. لوڪ لڄا سڀ لاهي.
ميران هلي گرڌر ڏي ڪاهي،
ميران وانگر ٿيءُ متوالو،
پريم جو آهي پنٿ نرالو.

٣. پريوءَ کي ڪر پاڻ تون ارپڻ،
سواس سواس سان ڪر تون سمرڻ،
سائين تنهنجو سدا رکوالو،
پريم جو آهي پنٿ نرالو.

٤. پريم ته آهي امرت ڌارا.
پيئڻ تا ڪي ڪي ڀاڳن وارا،
پي ڏس ”آشا“ پريم جو پيالو،
پريم جو آهي پنٿ نرالو.

ويچار٩

حياتي اجائي نه پنهنجي وڃاءِ
اُتي جاڳ پيارا ڏٺيءَ کي ڏياءِ.
ڏني جا امانت توکي ڏٺيءَ آ،
نه ڪر تنهن ۾ خيانت سڦلي بڻاءِ

# او پريتم !

ڪير ٻڌي منهنجي بات !
ڪنهن کي منهنجي تات !

۱. دير وڏي دلبر درشن ۾،
غم جا بادل ڇانيا من ۾.
ورهه جي وڄ چمڪي چوڌاري،
وسي نيڻن مان برسات،
ڪير ٻڌي منهنجي بات!

۲. اکڙين جو مان اڱڻ سجايو،
پلڪن جو مان پلنگ وڇايو،
پر ڪين پرين آئين !
تارا ڳڻيندي گذري رات،
ڪير ٻڌي منهنجي بات!

۳. جل ترڻي جئن جل لئه آتي،
سپ پي چاهي بوند سنواتي،
مان پي پياسي تئن پريتم لئه ،
"آشا" درشن جي فقرات،
ڪير ٻڌي منهنجي بات!

ويچار ۱۰

رک نه تون مونکي پرين منهنجا پري،
برهه جي تي باهه سيني ۾ ٻري.

# چوپايون

## ڪام

ڪام جيوَ کي انڌو بڻائي،
تيج وَ شڪتي سندس گهٽائي،
ڪين سگهي ٿي هر گز يوڳي،
يوڳي يوڳي ٿي ٿو روڳي.

## ڪروڌ

ڪروڌ تہ رت جو داب وڌائي،
تن من کي نقصان رسائي،
ماڻهوءَ کي چنڊال بڻائي،
شانتي من جي ڪروڌ وڃائي.

## لوڀ

لوڀ ڪتي سان گڏ ڪارائي،
لوڀ منش جي ننڊ ڦٽائي،
لوڀ ڪئي تو پاپ ڪرائي،
رت کي رت سان ٿو ويڙهائي.

## موهہ

موهہ دکن جو ڪارڻ آهي.
جنم جنم ۾ سو پٽڪائي،
ڪنهن ۾ موهہ نہ رکہ تون پيارا!
لوڪ اٿي مطلب جا سارا.

## اهنڪار

اهنڪار ہوڙو انڌو بڻائي،
ڏاڍائي ۽ ظلم ڪرائي،
شبِ ڪرمن جو ڦل تہ گھٽائي،
راوڻ پارا متي ملائي.

## گرڪرپا

گر ڪرپا سان ڀاڳ کلي ٿو،
گر ڪرپا سان رام ملي ٿو،
شرڌا سان ڪر گر جي شيوا،
توکي ملندا مڪتي ميوا.

## رام نام

رام نام پارس سم آهي،
لوھ منش کي سون ٺائي،
نام پدارٿ جيڪو پائي،
ڀاڳن وارو سوئي آهي.

## ديا

ديا ڌرم ہچ ڪيو سدائي،
ڪٽي نہ ويندءِ پئسو پائي،
ديا بنا ماڻھو ڪاسائي،
ديا بنا جيون تہ اجائي.

## نام سمرڻ

نام جو سمرڻ ڪيو پيارا،
ملجي ويندوَ سڀ مونجھارا،
ڀڳتيءَ ۾ ڏيندي آ شڪتي،
ڀڳتي شڪتي ڏيندي مڪتي.

## ڀلائي

سيني سان ڪر تون تہ ڀلائي،
جيون تنهنجي ٿي سڪدائي،
بري منش سان ڪر نہ ٻرائي،
ڀلي ڪرڻ ۾ آھ ڀلائي.

## ڪرٽي ڀرٽي

جھڙي ڪرٽي تھڙي ڀرٽي،
آھ وڏن جي سچ ھيءَ چوٽي،
پانچالي ڪئن ڪئي ڀلائي،
ڪرشن ھن جي لاج بچائي.

## شڀ ڪرم

انب پوکيندين انب کائيندين،
اڪ پوکيندين اڪ پائيندين،
شڀ ڪرمن جو ٻج تون پوکج،
مانش جيون پيارا موکج.

## پريو شرڻ

پريوءَ جي وٽ شرڻ پيارا،
ميٽيندءِ من جا مونجھارا،
سوريءَ مان ھوُ ڪنڊو بڻائي،
ٻيڙا سڀ جا ٻني لڳائي.

## پريوءَ جو ڏيان ڏياءِ

اُٺي پريوءَ جو ڏيان ڏياءِ!
بي ڪنهين سان چت نا لاءِ.

۱. ڏيان ڏٺيءَ جو ڏٺيءَ سان ميلي،
حاڳه پيارا امرت ويلي.
ننڊون ڪندي نا وقت وڃاءِ،
اُٺي پريوءَ جو ڏيان ڏياءِ!
بي ڪنهين سان چت نا لاءِ.

۲. مايا سان تون ناتو جوڙي،
مالڪ کان منهن ويئين موڙي.
غلطيءَ اهڙيءَ لئه پڇتاءِ،
اُٺي پريوءَ جو ڏيان ڏياءِ!
بي ڪنهين سان چت نا لاءِ.

۳. ڪٽنب قبيلو ساٿ نه هلندءِ،
سڳا سنبنڌي ساٿ نه ڏيندءِ
نام سان پيارا نينهن لڳاءِ،
اُٺي پريوءَ جو ڏيان ڏياءِ!
بي ڪنهين سان چت نا لاءِ.

۴. مطلب جي سڀ دنياداري،
جولي "آشا" جڳه جي ياري،
طلسم ۾ نا دل اٽڪاءِ،
اُٺي پريوءَ جو ڏيان ڏياءِ!
بي ڪنهين سان چت نا لاءِ.

## اُٿي جاڳ!

اُٿي جوڳين وانگر جاڳ !
تہ بندا پائين پرينءَ جو ماڳ.

١. سسئيءَ وانگر سمهي جي پوندين،
مهل وڃڻ تي رتُ پيو روئندين،
توکي ڏسڻو پوندو ڏهاڳ،
اُٿي جوڳين وانگر جاڳ!
تہ بندا پائين پرينءَ جو ماڳ.

٢. تن جي تندن کي تارون ٻڌائي،
سچ جي سُر جو ساز وڄائي،
تون ڳاءِ روحاني راڳ،
اُٿي جوڳين وانگر جاڳ.
تہ بندا پائين پرينءَ جو ماڳ.

٣. سائينءَ سان جن لنوَ لاتي،
پنهنجي آدي ذات سڃاتي،
سي ماڻن سدا سهاڳ،
اُٿي جوڳين وانگر جاڳ!
تہ بندا پائين پرينءَ جو ماڳ.

٤. سائينءَ جو جي سمرن ڪن ٿا،
”آشا“ سڀ ۾ پرين پسن ٿا،
ويو ڪلي اُنهن جو پاڳ،
اُٿي جوڳين وانگر جاڳ!
تہ بندا پائين پرينءَ جو ماڳ.

# منهنجا پريتم

منهنجا پريتم مون وٽ آءُ،
توکي سڏي منهنجو ساهه!

١. ويا سال ڪيئي گذري،
ڪڏهن ايندين مونکي وري!
ناهي جيون تي ڪو جتاءُ،
منهنجا پريتم مون وٽ آءُ!

٢. تنهنجا پل پل پور پون،
روئو روئو نيڻ ٿمن!
ڪر دلبر ڪو ڪڙڪاءُ،
منهنجا پريتم مون وٽ آءُ!

٣. ڪيڏي سار تون لهندو هئين،
دک سهي نه سگهندو هئين،
پري ڪير ورهه جو گهاءُ!
منهنجا پريتم مون وٽ آءُ!

٤. منهنجا مرشد مهر تون ڪر،
منهنجا ڪشٽ ڪليش تون هر،
جئن لڳي نه ڪوسو واءُ،
منهنجا پريتم مون وٽ آءُ!

٥. "آشا" تو لئه آ ويڳاڻي،
ڳائي سدائين ورهه جي واڻي،
لڳي وصل سندو ڪو واءُ،
منهنجا پريتم مون وٽ آءُ!

# منهنجا ستگر

ڪري ياد توکي ستگر تنهنجي مهما ڳائيندس،
تنهنجي مهما ڳائيندس، سکيا تنهنجي هنڊائيندس.

۱. تون گياني هئين ڏياني ودوان تون لاثاني،
تنهنجي گيان جي جوتي مان گهر گهر ۾ جڳائيندس.

۲. ڪجان مهر منهنجا مرشد جپيان نام سدا تنهنجو،
جپي نام تنهنجو ستگر ٻين کي پيي جپائيندس.

۳. تون پيار جو ساگر هئين ڪيڏو پيار ڏنئه پريتم،
جو پيار پيتم تنهنجو سو ٻين کي پيئاريندس.

۴. هئين حال محرم دل جو منهنجي سر جو تون سائين،
لوڪن کي لڪه ڪهڙي! ڪنهنکي حال ٻڌائيندس!

۵. لڌي سار دکين جي تو، ڏنو پيار پکين کي تو،
ڪندي شيوا تن جي مان جنم سڦلو بڻائيندس.

۶. ڪندي ڏيان تنهنجو ستگر دل ورور پرجي اچي،
تنهنجي ورهه ۾ هردم مان نيڻين نير وهائيندس.

۷. "آشا" تي ڪجان آسيس توڙ تائين رهجي اچي.
لڳي داغ نه دامن کي هڪ ڏينهن توکي پائيندس.

## راس ڪندو ڪم پاڻ

منهنجا راس ڪندو ڪم پاڻ،
ادبون آهيان آنءُ آڻجاڻ.

۱. سد سد آهي هوُ ڪربالو،
مهروان آ دين ديالو،
بري نہ پربتم آهي منهنجو،
مون سان آهي سدائين ساڻ، منهنجا راس.....

۲. صدق رکي جنهن محل پڪاربان،
ورهہ ۾ ويني هنجون هاربان،
لڙڪ اُگهي ڪبئن پيار ڪري تو،
لهي سار سڀڻ تو پاڻ، منهنجا راس....

۳. حبڪي ڪري تو تنهن ۾ چٽائي،
هر رچنا ۾ رکيل پلائي،
راز نہ سمجهي لوڪ آياڻو،
آهي سندس منديل مانداڻ، منهنجا راس....

۴. هار پي اُن حي حبت پي اُن حي،
غم پي اُن جو خوشي پي هُن حي،
ڪين گهبلو من تو سمجهي،
آهي ويرت هيءُ چڪتاڻ، منهنجا راس....

۵. ڪمن ڏسي تو منهنجون ڪجابون،
معاف ڪري تو "آشا"مدايون،
دولڻ تي ڍڪي عيب اسانجا،
آهي سڀڻ ستار سُجاڻ، منهنجا راس....

# ونيہ

ڏکيو ڏينهن نہ ڏيکار،
رک پاڻ کان نہ ڌار.

۱. آهيان اڳہ بہ مان تنهنجي،
آهيان پوءِ مان بہ تنهنجي،
هلي کين کي منهنجي،
اچي منهنجو ڪڻ بار،
ڏکيو ڏينهن نہ ڏيکار.

۲. مون ۾ سگهہ کين آهي،
مونکي ڏانوَ بہ ترناهي،
وڃان کيڏانهن مان ڪاهي،
آيس تنهنجي مان دوار،
ڏکيو ڏينهن نہ ڏيکار.

۳. ڪمل چرن تنهنجا ڌيايان،
تنهنجو نام ويهي ڳايان،
تارون تن جون وڃائي،
ڪٽي سڪ جي ستار،
ڏکيو ڏينهن نہ ڏيکار.

۴. ”آشا“ تتهنجي آهي داسي،
سدا تو لئہ آ پياسي،
ڪري قياس مون تي قياسي،
پنهنجو پيار تون پيئار،
ڏکيو ڏينهن نہ ڏيکار.

## پرين پرديس

پرين ويا پرديس منهنجو ساه سانگين کي ساري!
ستين سمنڊين ساجن منهنجا دل روئي هنجون هاري.

١. پياس ڪرڻ پياسين حي پوري، ويا ڏورانهن ڏيهن ۾.
ستگر باجهون نام حو امرت ڪير پلا ٻيو پيئاري!

٢. وير وڪارن حي آ ياري لوڀ موه جون لهرون،
دهشت واري هن درياه مان ڪير پلا ٻيو تاري.

٣. ست نام ساکي منتر ڏيئي راه ٻتائن سچ جي سيئي،
محب منا محبت حي مورت دل تن کي ڪئن وساري!

٤. "آشا" تن جي آه عنايت روح کي ڏين تا حيکي راحت،
پال ڪيائون هن پوريءَ سان آنءُ پيس تن جي پناري!

## جانب جلدي آءُ

منهنجو سڏ ڪن ۾ آ ساه،
منهنجا جانب جلدي آءُ!

١. لوڪن کي لڳ ڪهڙي منهنجي،
ڪين ملي دلداري ڪنهنجي،
ڪهڙو توکان لِڪُ لڪاءُ،
منهنجا جانب جلدي آءُ!

٢. آئي سرءُ آ وئي بهاري،
مون لئه اونده جڳ لئه ڏياري،
لڳو آهي ڪوسو واءُ،
منهنجا جانب جلدي آءُ!

٣. مطلب جي آهي دنياداري،
جوئي "آشا" جڳ جي ياري،
آهي تنهنجو سچو بس ناءُ،
منهنجا جانب جلدي آءُ!

# ڪر هاڻ

جيڪي ڪرين سو ڪرتون هاڻ،
پوءِ پيارا پڇتائيندين

۱. سواسن جا تو هيرا وڃائين،
ويرٿ جيون ائين بتائين،
سمجهه پيارا تون تہ سڄاڻ،
پوءِ پيارا پڇتائيندين!

۲. دان ڪرڻ ۾ دير نہ ڪر تون،
پڇ ڪرڻ ۾ اوير نہ ڪر تون،
شڀ ڪرمن جي ڪڍ سرهاڻ،
پوءِ پيارا پڇتائيندين!

۳. نام سان نت تون نينهن لڳائيج
نام تون ڌيائيج، نام تون ڳائيج،
پريو ڪندو ڪم تنهنجو پاڻ،
پوءِ پيارا پڇتائيندين!

۴. پريوءِ جي وٺ شرڻ پيارا،
"آشا" چمڪن تنهنجا ستارا،
بي ڪنهنجي ڪڍ ڪين تون ڪاڻ،
پوءِ پيارا پڇتائيندين!

ويچار ۱۱

ڪر ديرنا تون دان ۾ پڪ ڪين آهي ساهہ تي،
جيڪي اٿي خيرات ڪر، ڪال قاصد راهہ تي.

## دادا جشن واسواڻي
## جي جنم ڏڻ موقعي تي

لک لک جنم مبارڪ دادا جشن پيارا،
ساري وشو ۾ تون چمڪين جيئن چنڊ ۽ ستارا!

۱. سيوا سنيهہ سمرپڻ جي تون راهہ تو ٻڌائين،
انئي پڇر تنهنجي مکہ‌مان وهي گنگا جي ڌارا!

۲. ڀڳتي ڪرم ۽ گيان جي تروڻي تون تہ آهين،
ڪيئي پياس تا ٻجهائين تو در اچي دلارا!

۳. نوراني نور جهلڪي پيشاني تنهنجي چمڪي،
درشن تنهنجي سان دلبر من جا مٽن مونجهارا!

۴. محبت جي موم ٻاري روشن ڪرين تو رستو،
آهين روحاني رهبر سونهون سچو سونهارا!

۵. آهين پيار جو تون ساگر، هڪ ٻوند جو مان چاتڪ،
ڪر پياس پوري پريتم، ڪري ٻال تون پيارا!

۶. آلاپ 'انجلي' تنهنجا پيغام ڏين پرين‌جو،
'آشا'ئنا مان ڳايان، منهنجي اکين جا تارا!

ويچار ۱۲

تنهنجا مٺڙا مٺڙا ٻول،
ڏين ٿا آٿت دل کي ڪيڏو،
منهنجي روح لئہ آهن ٿول.

# سنگر مهاراج ويا هليا !

سنت شرومڻي سوامي شانتي پرڪاش پيارا ويا هليا،
سنڌي جاتيءَ جا سونهان سنگر سونهارا وِيا هليا !
دل پريل آ درد سان، اکڙيون سڀن جون اشڪبار،
غم ٿي غم چوڌار آ، جيءَ جا جيئارا ويا هليا!
سار جن دم دم لڌي پيار جن هردم ڏنو،
محب سي مننار منهنجا قرب وارا ويا هليا !
گيان جي پرڪاش سان جن است اوديا کي ڪيو،
جن ڏني ٿي روشني روشن منارا ويا هليا !
سک جا ساگر ها سوامي ڪروڻا ديا جا روپ ها،
دين دکين بي سهارن جا سهارا ويا هليا !
جن جي درشن سان ٽڙيا گل باغ جا، آئي بهار،
باغبان لاثاني سي دل جا دلارا ويا هليا !
نام جي نوڪا ۾ چاڙهي، ڀوساگر مان پار ڪيو.
سي ملاح ڪامل سوامي، اکڙين جا تارا ويا هليا !
گل ڪنول وانگر گذاري جن زندگي سنسار ۾،
سنگرو، نرليپ سي نپ جيان نيارا ويا هليا!
راس ڪرشن جيان رچائي پريتم منهنجا رمندا رهيا،
گوال گوپيون ”آشا“ روئن جيءَ جا جيئارا ويا هليا !

## ڪڏهن ملندين !

اُتي رات آڌيءَ مان تو لئہ پڪاريان،
پڪاري پڪاري هنجون ويلو هاربان.

١. سنبند توسان جوڙيان پيا ناتا مان توڙبان،
مان هڪ پل يِي ساجن نہ توکي وساربان.

٢. ڪمل چرن تنهنجا مان ڳوڙهن سان ڌوئي،
پيئان ڳوڙها سي مان، بين کي پيئاريان.

٣. دنيا جي نہ ڪا چاهہ آهي منهنجي چت ۾،
صرف تنهنجو ئي مان تہ نالو اُچاربان.

۴. تن جو تنبورو مان ''آشا'' وڄايان،
ڪڏهن ملندين راڻا مان تو لئہ نهاربان !

## ڪين اُڏامر

تون اُپ ڌي ڪبن اُڏامر!
پيارا اُپ ڌي ڪين اُڏامر!

١. قد ڏس پهنجو، ت ڏس پنهنجو
خاڪ جو پتلو آهي تنهنجو!
تنهنجو آخر مڙهہ مقامر!

٢. ڪمڙي باغ جي تون آهين موري،
چڏ آڪڙ ۽ تون مغروري،
پوندءِ ڳچيءَ ۾ دامر!

٣. مان مان ڪي تون مات ڪري ڇڏ،
''آشا'' هينئون هوت سان تون گڏ،
تون پائيندين وشرامر!

# واٹون واجهايان

پريتم! تنهنجي اچڻ لئہ واٹون ويٺي واجهايان،
واٹون ويٺي واجهايان پلڪون ويٺي وڇايان.

۱. تنهنجي ورهہ ۾ آهيان ورهين کان مان ويڳاڻي،
روئي روئي هنجون هاريان، بند ڪين ٿئي ٿو پاڻي
دل درد سان ڀريل آ، واساماں ويٺي ڳايان،
پريتم! تنهنجي اچڻ لئہ واٹون ويٺي واجهايان.

۲. جيء جا جيئارا جانب تڳان تنهنجي ٿي سهاري،
آهہ ڪاڻ ڪانڌ مون ۾ آهيان مان تو پناري،
تو کان سواءِ سپرين، ڪجهہ ڪين ٻيو مان چاهيان،
پريتم! تنهنجي اچڻ لئہ واٹون ويٺي واجهايان.

۳. اچي لطف ڪين "آشا" دنيوي مزن مان ساجن،
اقبال عهدو آهي، جنجال مون لئہ راجن،
چرنن ۾ تنهنجي ويهي تنهنجو ٿي ڏيان ڏيايان،
پريتم! تنهنجي اچڻ لئہ واٹون ويٺي واجهايان.

ويچار ۱۳

پنهنجن سان ڪر ڪين ڪي پاسو،
پيار جو پريتم پياسي آهيان،
ڏيڍ ڏي دل کي وصل دلاسو.

# ڪڏهن شيام ايندين !

ڪڏهن شيام ايندين مان ويٺي پڪاريان،
اُڇايل اکين سين مان ور ور نهاريان.

١. عجب سونهن تنهنجي آهي سونهن وارا،
تنهنجي مٺڙي مورت نه وسري وساريان.

٢. نکي يوڳ جاڳان سماڌي لڳائي،
تنهنجي پياس جا ويٺي ڳوڙها مان ڳاڙيان.

٣. مڌر تنهنجي مرلي مڌر تنهنجي مسڪان،
منو نام تنهنجو مان ور ور اُچاريان.

٤. مان اکڙين ۾ پريتم تہ توکي وهاريان،
انئي پهر ”آشا“ مان تن ۾ تنواريان.

# تنهنجو ڏيان

تنهنجو ڏيان ڏيايان ، تنهنجو ڏيان ڏيايان،
تنهنجو ڏيان ڏيايان، نہ ٻيو ڪجھ مان چاهيان.

١. لوڪن سان ناتا ٽوڙي سڄڻ مان،
جوڙيان توسان ناتو، توسان لنوَ لڳايان.

٢. جيڪا تنهنجي مرضي، اوس ٿيندي سائي،
جيئن تون هلائين، پلو پنهنجو پائيان.

٣. ڪمل مکڙو تنهنجو ڪڏهن آنءُ ڏسندس،
ورهہ ۾ ويڳاڻي ورهہ گيت ڳايان.

٤. دنيا حون اچائون نہ هرگز ڪي ڪندس،
”آشا“ درس تنهنجو فقط آنءُ پايان.

# سنت شرومڻي ساڌو واسواڻي

دادا ساڌو واسواڻي تون آتمڪ روشنمنار.
سنت شرومڻي سنڌ جا پرڻام توکي وار وار.

١. گياني ڌياني برهمچاري پڻ سڌارڪ فيلسوف،
نور نوراني نيڻن ۾ پيشاني تنهنجي جلويدار.

٢. تون رشي تياڳي تپسوي سنيهه جي صورت هئين،
نياز نوڙت سادگي ۽ گيان جو هئين تون ڀنڊار.

٣. بيواهن جا لڙڪ اُگهيا ۽ پيار تو تن کي ڏنا،
تون هئين هيڻن جو حامي ۽ غريبن مددگار.

٤. تو اميريءَ کي ڇڏي پاتو فقيريءَ جو لباس،
قرب جي ڪفني تو پاتي ميران وانگر قربدار.

٥. تقرير ۽ تحرير تنهنجيءَ ۾ عجب تاثير هو،
اوچ ڪوٽيءَ جو ڪوي ۽ سچو تون ساهتيڪار.

٦. سنڌ جو ٽئگور هئين ۽ سنڌ جو تون چيتنيه،
ساڌنا ڀڳتيءَ سان تو ڪيو ساڪپاتڪار.

٧. گيان ڀڳتي ڪرم جو هو تنهنجي جيون ۾ سنگم،
مت محبت جا هئا تو وٽ عشق برهه جا انبار.

٨. تنهنجي واڻي گنگا جل جيان انتهڪرڻ سيتل ڪري،
جو پڙهي شرڌا رکي تنهن جو ڪيو تي بيڙو پار.

٩. خلق ۾ خالق پسي تو خلق جي خدمت ڪئي،
اڄ سڄي سنسار ۾ تنهنجو مٺا آ ناماچار.

١٠. جنم دن تنهنجو ملهايون سڪ ۽ شرڌا سان آسين،
تنهنجو وارث "انجلي"، "آشا" ڏئي سيني کي پيار.

# ڪڏهن شيام ايندين !

ڪڏهن شيام ايندين مان ويٺي پڪاريان،
اُجايل اکين سين مان ور ور نهاريان.
. عجب سونهن تنهنجي آهي سونهن وارا،
تنهنجي مٺڙي مورت نه وسري وساريان.
۱. نڪي يوگ جاڳان سماڌي لڳائي،
تنهنجي پباس جا ويٺي ڳوڙها مان ڳاڙيان.
۲. مڌر تنهنجي مرلي مڌر تنهنجي مسڪان،
منو نام تنهنجو مان ور ور اُچاريان.
۳. مان اکڙين ۾ پريتم نه نوکي وهاريان،
انئي پهر"آشا" مان تن ۾ تنواريان.

# تنهنجو ڏيان

تنهنجو ڏيان ڏيايان ، تنهنجو ڏيان ڏيايان،
تنهنجو ڏيان ڏيايان، نه بيو ڪجهه مان چاهيان.
۱. لوڪن سان ناتا ٽوڙي سڀڄڻ مان،
جوڙيان توسان ناتو، توسان لنوَ لڳايان.
۲. جيڪا تنهنجي مرضي، اوس ٿيندي سائي،
جيئن تون هلائين، پلو پنهنجو پائيان.
۳. ڪمل مکڙو تنهنجو ڪڏهن آنءُ ڏسندس،
ورهه ۾ ويڳاڻي ورهه گيت ڳايان.
۴. دنيا جون اچائون نه هرگز ڪي کلنديون،
"آشا" درس تنهنجو فقط آنءُ پايان.

# سنت شرومڻي ساڌو واسواڻي

دادا ساڌو واسواڻي تون آتمڪ روشنمنار.
سنت شرومڻي سنڌ جا پرڻام توکي وار وار.

١. گياني ڌياني برهمچاري پڻ سڌارڪ فيلسوف،
نور نوراني نيڻن ۾ پيشاني تنهنجي جلويدار.

٢. تون رشي تياڳي تپسوي سنيهه جي صورت هئين،
نياز نوڙت سادگي ۽ گيان جو هئين تون ڀنڊار.

٣. بيواهن جا لڙڪ اُگهيا ۽ پيار تو تن کي ڏنا،
تون هئين هيڻن جو حامي ۽ غريبن مددگار.

٤. تو اميريءَ کي ڇڏي پاتو فقيريءَ جو لباس،
قرب جي ڪفني تو پاتي ميران وانگر قربدار.

٥. تقرير ۽ تحرير تنهنجيءَ ۾ عجب تاثير هو،
اوچ ڪوٽيءَ جو ڪوي ۽ سچو تون ساهتيڪار.

٦. سنڌ جو ٽئگور هئين ۽ سنڌ جو تون چيتنيه،
ساڌنا ڀڳتيءَ سان تو ڪيو ساکياتڪار.

٧. گيان ڀڳتي ڪرم جو هو تنهنجي جيون ۾ سنگم،
مت محبت جا هئا تو وٽ عشق برهه جا انبار.

٨. تنهنجي واڻي گنگا جل جيان انتهڪرڻ سيتل ڪري،
جو پڙهي شرڌا رکي تنهن جو ڪيو تي ٻيڙو پار.

٩. خلق ۾ خالق پسي تو خلق جي خدمت ڪئي،
اڄ سڄي سنسار ۾ تنهنجو مڃا آ ناماچار.

١٠. جنم دن تنهنجو ملهايون سڪ ۽ شرڌا سان اسين،
تنهنجو وارث "انجلي"، "آشا" ڏئي سيني کي پيار.

# پاڻي کين ولوڙ!

تون پاڻي کين ولوڙ
من تون پاڻي کين ولوڙ!

١. دنيا جا هي ڏنڊا ڏاڙيون،
ڊوڙ اڻي بنگلا ۽ ماڙيون،
تن کان منهن تون موڙ،
من تون پاڻي کين ولوڙ!

٢. جڳت سمورو مرو اسٿل آ،
پياس نہ پوري ڪري سو جل آ،
ٿيو نہ پنهنجو ڦوڙ،
من تون پاڻي کين ولوڙ!

٣. پريو ۽ کي تون ويٺين وساري،
دم دم توکي سنڀالي ساري!
تنهن سان ورتي جوڙ،
من تون پاڻي کين ولوڙ!

٤. سائين سان رکہ نينهن جو ناتو
ميساري چڏ تون پيو کاتو،
تون دنيوي سنبند "آشا" توڙ،
من تون پاڻي کين ولوڙ!

ويچار ١٢
ترڪ کان پوءِ غضب ۾ تون غرق ٿي.

# چا تي ڪرين ايمان!

بندا چا تي ڪرين ايمان!
آهين ڏينهن ٻن جو مهمان!

١. ڪوڙي ڪايا ڪوڙي مايا،
درخت جي ڇڻ آهي ڇايا،
آهي فاني سارو جهان،
بندا چا تي ڪرين ايمان!

٢. سڪندر قارون پارا لڏي ويا،
شاهي حڪومت هتي ڇڏي ويا،
ڪري خالي محل مڪان!
بندا چا تي ڪرين ايمان!

٣. ڇڻن ڏينهن جو ڇٽڪو آهي،
ساپيا سمجهين، ساپيا ناهي،
تنهنجي من مت جو خفقان،
بندا چا تي ڪرين ايمان!

٤. نام ڇڏي تون ڪوڏيون ڪٽين ٿو،
جن لئہ "آشا" هڏ تون هٽين ٿو،
سي ساڙي ايندءِ شمشان!
بندا چا تي ڪرين ايمان!

ويچار ١٥
ڪين ڪر تون ماڻ ايڏو زال تي
ڪين ڪر تڪرار ڌن ۽ مال تي.

# پريو ليلا

پريو تنهنجي ليلا اپرم اپار،
وجان توتان سائين مان بلهار.

۱. جل ٿل ۾ تو جيوَ اُپائين،
هر ڪنهن کي تو روزي رسائين،
لهين ساري جڳت جي سار،
پريو تنهنجي ليلا اپرم اپار.

۲. تون ئي ڪٺي مان ڪيح اُپائين،
بوند مان ڪيئن موتي تو بڻائين،
ٿين ڪاڻ ۾ هيرا هزار،
پريو تنهنجي ليلا اپرم اپار.

۳. ڪيڪي ڪرين تو تنهن ۾ پلائي،
جيوَ اڄاڻ تو سمجهي برائي،
آڻين برپٽ ۾ تون بهار،
پريو تنهنجي ليلا اپرم اپار.

۴. آشا ترشنا تي پنڪائي،
ترشڪوءِ وانگر تي لٽڪائي،
ڪٽ مايا جو تون جار،
پريو تنهنجي ليلا اپرم اپار.

# هري اوم جپ

هري اوم جپ تون هريءَ جا پيارا،
هريءَ جا پيارا نيڻن ۾ نيارا !

١. جپيندين هريءَ کي سدا سکي ٿيندين،
صرف پاڻ سان تون نام پونجي نيندين،
اِها پونجي توسان انگ سنگ سهارا،
هري اوم جپ تون هريءَ جا پيارا!

٢. ڀاڳن سان ملي ٿي توکي منش ديهي،
ويرٿ وڃائج نہ تنهنکي تون ويهي،
قدر تنهنجو ڪر تون گينور ڇڏ گينوارا،
هري اوم جپ تون هريءَ جا پيارا !

٣. "آشا" دنيوي ڳالهيون ڇڏج تون وساري،
تون پل پل پريوءَ کي ڪر ياد پياري،
تون انتر مکي ٿي پيءُ امرت جي ڌارا،
هري اوم جپ تون پريوءَ جا پيارا !

ويچار ١٦

ڪين واليءَ کي وسارج تون بندا،
جو وساري حيف تنهنکي آ ادا.

# پرين پاڻ ڪندو ڪم راس

پاڻهي پربن ڪندو اچي ڪم داس جو سمورو،
جنهنجو صدق سچڻ ۾ ڪم ٿيندو تنهن جو پورو.

١. پريو پاڻ سالڪن جي سڌ سار اچي لهي ٿو،
گهر جون پنهنجي ڀڳتن جون پوريون اچي ڪري ٿو.
وشواس رک واليءَ ۾ ڀڳيءَ جو ڪڻ ڪڻ تمبورو،
جنهنجو صدق سچڻ ۾ ڪم ٿيندو تنهن جو پورو

٢. تنهن در تي دير آهي، انڌير ڪين آهي،
بگڙيل جو سانگ آهي ساجن پاڻهي بڻائي،
جنهن تي سندس عنايت رهندو نه ڪم اڌورو،
جنهنجو صدق سچڻ ۾ ڪم ٿيندو تنهن جو پورو.

٣. ”آشا“ نه آس لاهج، وڃ ويجها تيءَ ڏڻيءَ جا،
احسان ڪڻ الک جا پوڪين ڪڻ ڪي ڪنهن جا،
نيڪين جو نيت توکي ملندو اوس اُجورو،
جنهنجو صدق سچڻ ۾ ڪم ٿيندو تنهن جو پورو.

# مان آهيان ڀولي

مان آهيان سچ ڏاڍي ڀولي،
ڪجاڻ اؤڪي مان تون سولي.

١. در دنيا جا ڪيئي گهميا مان،
آخر تنهنجا چرڻ چميا مان،
چو تہ تنهنجي آهيان گولي.
مان آهيان سچ ڏاڍي ڀولي.

٢. آهيان ڏاڍي عيبن هاٺي،
ميت مدايون منهنجا ساٺي،
سائين پريم جي ڀاراءِ چولي؛
مان آهيان سچ ڏاڍي ڀولي.

٣. ”آشا“ ڪي پنهنجي گود وهاري،
سڪ جي سڙي تنهن ڪي پيئاري،
ڏج مهر سندي تون لولي؛
مان آهيان سچ ڏاڍي ڀولي.

# هلنديءَ هلايو

هلنديءَ هلايو! هلنديءَ هلايو!
موتاج مونکي نہ سائين ٻڻايو.

١. سهڻ جي نہ مون ۾ رهي آ ڪا شڪتي،
ڪيم ڪين ڀڳتي نہ جاڻان ڪا يڪتي.
ٻڌل ٻيڙي منهنجي ڪناري لڳايو،
هلنديءَ هلايو! هلنديءَ هلايو!

٢. اٿم مون ۾ ڪيئي ستگر مدايون،
ڏسو ڪين منهنجون مرشد ڪچايون.
دک درد منهنجو مرشد مٽايو.
هلنديءَ هلايوا هلنديءَ هلايو!

٣. اکين آب آڻي ارداس ڪريان،
چرنن اوهان جي سر پنهنجو ڌريان،
"آشا" جي عرضي مرشد اگهايو،
هلنديءَ هلايوا هلنديءَ هلايو!

## محب ملن

منهنجا محب منا منٺار ملن،
روئي روئي جن لئہ نيڻ سڪن.

١. دلبر دل جو درد ٽا جاڻن،
روح رهاڻيون ڪريان ساڻن،
ڪي گهڙيون گهر ۾ ٽڪن،
منهنجا محب منا منٺار ملن.

٢. تن جو تنبورو ويني وڄايان،
گيت ورهہ جا وٺي ڳايان،
اچي ڪانگل لات لنوَن،
منهنجا محب منا منٺار ملن.

٣. ساجن لئہ مان اکڙيون وڇايان،
گنگا جمنا ويئي وهايان،
"آشا" من کا سار لهن!
منهنجا محب منا منٺار ملن.

## دادي شانتي واسواڻي

مذر مشڪ واري او شانتي نماڻي!
دادل در تي تنهنجي ڪمائي اگهاڻي!

۱. ڏنئہ پيار سڀ کي تو پريوءَ جي پياري،
جپي نام پريوءَ جو جيون تو تاري.
دادل شاه مرشد سدا توسان ساٿي،
مذر مشڪ واري او شانتي نماڻي!

۲. دنيا جي رسن کان هيو منهن تو موڙيو،
ڏٺيءَ سان ملڻ لئہ تو نينهن ناتو جوڙيو،
سچڻ جي تون سڪ ۾ سدائين سيباڻي،
مذر مشڪ واري او شانتي نماڻي!

۳. ڪنول گل جيان تو گذاري حياتي،
انئي پهر لالڻ سان لنوڙي تو لاتي،
پريوءَ گود ۾ تو وجي موج ماڻي،
مذر مشڪ واري او شانتي نماڻي!

## ڪڏهن شيام!

آلين اکين سين مان ور ور نهاريان،
ڪڏهن ايندين ڪرشن مان تو لئہ پڪاريان.

۱. وئي ننڊ نيڻن مان آ موڪلائي،
اکين کي اوسيئڙو فقط تنهنجو آهي،
انئي پهر توکي مان رڳ رڳ ۾ ساريان،
آلين اکين سين مان ور ور نهاريان!

٢. نہ دل تي لڳي منھنجي دنيوي ڪمن ۾،
ٿيان مان تہ مالڪ تنھنجي چمن ۾،
چونڊي پشپ پيارل مان تو لئہ وڇايان،
آلين اکين سين مان ور نھاربان.

٣. ڪپي ڪين مايا نڪي مانُ مونکي،
نڪي عھدو "آشا" نڪي شان مونکي،
ڪپي پيار تنھنجو، بيو سڀ ڪجھہ وساريان
آلين اکين سين مان ور نھاريان!

## پياس

اٿم پياس پريتم! پنھنجي سنگ وھاريو،
ڪري ڪرپا درشني تہ ساگر مان تاريو.

١. وڪارن جو طوفان لڳي تيز ٿو پيو،
اوھان ٿي اچي اُن آنڌيءَ کي ٽاريو.

٢. اوديا جي اوندھہ اندر ۾ آ راٿا،
اوھان گيان شمع اچي تنھن ۾ باريو.

٣. اگھي آھيان تيندس سگھي پاڄھہ سان ٿي،
پنھنجي پيار امرت جو پيالو پيئاريو.

٤. ڪمل چرن ڏيابان اِھا آھہ "آشا"،
ستل آھيان ننڊ ۾ انجلي اُٿاريو!

## ڪڏهن ڏيندين درشن

١. ڪڏهن ڏيندين درشن تون ڪرشن مراري!
وئي عمر منهنجي ائين گذري ساري!
٢. اٿم پياس پريتم ڪرين شل تون پنهنجو،
نه ڪا طلب بي ڪا، نه آڌار ڪنهنجو!
٣. وري منش چولو ڪڏهن مونکي ملندو!
ڏيندو تنهنجو درشن منهنجو ڀاڳ کلندو!
٤. تنهنجي سک جي ساجن سمرٿي مان سوريان
اچ من مندر ۾ توسان حال اوريان.
٥. مڌر مرلي موهن اچي تون وڄائج،
ڪري مگڌ مونکي ڇاتيءَ ڇپائج.
٦. دنيا جي مزن مان مزو ڪين آيو،
ملين جي تون"آشا " کي جيون سجايو.

## تون منهنجو مالڪ

تون منهنجو مالڪ مان تنهنجو ٻالڪ
ساري سرشٽي جو تون ئي پالڪ.
١. مات پتا جيان سار لهين ٿو،
ڏوهه ڏنگايون ڪين ڏسين ٿو،
تنهنجا وڙ، مان ڪين ڪي لائق،
تون منهنجو مالڪ، مان تنهنجو ٻالڪ.

۲. تنهنجي حڪم سان سڀ ڪجهه ٿئي ٿو،
هڪڙو پن بہ ڪين لڏي ٿو،
تون ئي ساري جڳت جو چالڪ.
تون منهنجو مالڪ، مان تنهنجو ٻالڪ.

۳. تون ساگر مان تنهنجي ڇولي،
پيار پنهنجي جي ڏي تون لولي،
”آشا“ تنهنجي راهہ جو سالڪ،
تون منهنجو مالڪ، مان تنهنجو ٻالڪ.

## سڄڻ ايندا

سڄڻ شال ايندا پرين شال ايندا،
پرين جي اچڻ سان ڏک دور ٿيندا!

۱. ائين پهر ڪن ڪي اندر ۾ مان ساريان،
سارينديءَ سارينديءَ هنجون وهي هاريان،
محب جلد ملندا نظر ڪي تہ نيندا،
سڄڻ شال ايندا پرين شال ايندا!

۲. سواءِ تن جي منهنجو نہ واهر وسيلو،
مان بيوس اياڻو هلي ڪين حيلو،
اچي مون دکيءَ کي سي ڏڍ پاڻ ڏيندا،
سڄڻ شال ايندا پرين شال ايندا!

۳. آهن منهنجا راڻا سڄڻ سونهن وارا،
سدا ساهہ سيباڻا اکين جا سي تارا،
نپل آهيان ”آشا“ اچي سي جهپيندا،
سڄڻ شال ايندا پرين شال ايندا!

# جيو ديا

جيو ديا جي جوت جڳايو،
پڪين پسن کي گلي لڳايو،

١. پرڀوءَ جي اولاد سڀئي،
ڇري نہ تن تي هلايو.

٢. مانش ديھہ مندر مالڪ جو،
سدا پوتر تنھن کي بڻايو.

٣. جو تو ٻين کي پيڙي ستائي،
ياڳہ پنھنجو تنھن پاڻ ڦٽايو.

٤. ماس ماڻھن جو کاڌو ناهي،
ڇو پاڻ کي پسون بڻايو.

٥. ديا نہ جنھنجي دل ۾ آهي،
ٿيو جيئڻ تہ تنھنجو اجايو.

٦. پلا مڇيون سنتان درياھہ جي،
تن کي لقمو ڪين بڻايو.

٧. کاڌي جو تي اثر ٿو من تي،
من جو سک اوهين ڪين وڃايو.

٨. ٿوري زبان جي چسڪي خاطر،
ڇو گگدامن جو خون وهايو.

٩. سوارٿ ۾ اوهان انڌا ٿي ڇو،
جيري خاطر، ٻڪري کھايو!

١٠. دادا جو پيغام هي "آشا"،
سوامي جن جو خيال هنڌايو.

۲. تنهنجي حڪم سان سڀ ڪجھ ٿئي ٿو،
ھڪڙو پن بہ ڪين لڏي ٿو،
تون ئي ساري جڳت جو چالڪ.
تون منهنجو مالڪ، مان تنهنجو بالڪ.

۳. تون ساگر مان تنهنجي جولي،
پيار پنهنجي جي ڏي تون لولي،
”آشا“ تنهنجي راھ جو سالڪ،
تون منهنجو مالڪ، مان تنهنجو بالڪ.

## سڄڻ ايندا

سڄڻ شال ايندا پريين شال ايندا،
پريين حي اچڻ سان ڏک دور ٿيندا!

۱. اٿئي پڇھ حن ڪي اندر ۾ مان ساريان،
سارينديءَ سارينديءَ هنجون وينئي هاريان،
محب جلد ملندا نذر ڪي تہ نيندا،
سڄڻ شال ايندا پريين شال ايندا!

۲. سواءِ تن حي منهنجو نہ واھر وسيلو،
مان بيوس اياڻو ھلي ڪين حيلو،
اچي مون ڏکيءَ کي سي ڏڍ پاڻ ڏيندا،
سڄڻ شال ايندا پريين شال ايندا!

۳. آھن منهنجا راڻا سڄڻ سونهن وارا،
سدا ساھ سيباڻا اکين جا سي تارا،
نبل آھيان ”آشا“ اچي سي حھپيندا،
سڄڻ شال ايندا پريين شال ايندا!

# جيو ديا

جيو ديا جي جوت جڳايو،
پکين پسن کي گلي لڳايو،

۱. پرپوءَ جي اولاد سپيئي،
چري نہ تن تي هلايو.

۲. مانش ديھہ مندر مالڪ جو،
سدا پوتر تنھن کي بڻايو.

۳. جو ٿو ٻين کي پيڙي ستائي،
ياڳہ پنھنجو تنھن پاڙ ڦٽايو.

۴. ماس ماڻھن جو ڪاڌو ناھي،
چو پاڙ کي پسون بڻايو.

۵. ديا نہ جنھنجي دل ۾ آھي،
ٿيو جيئڻ تہ تنھنجو اجايو.

۶. پلا مڇيون سنتان درياھہ جي،
تن کي لقمو ڪين بڻايو.

۷. ڪاڌي جو ٿي اثر ٿو من تي،
من جو سک اوھين ڪين وڃايو.

۸. ٿوري زبان جي چسڪي خاطر،
چو ڳڳدامن جو خون وھايو.

۹. سوارٿ ۾ اوھان انڌا ٿي چو،
جيري خاطر، ٻڪري ڪھايو!

۱۰. دادا جو پيغام ھي ”آشا“،
سوامي جن جو خيال ھنڊايو.

## ڪنهن سان سليان ؟

ڪنهن سان آنءُ سليان هي سوُر،
سرتيون! ساجن مئيءَ کان دوُر.

١ آڏو اياڻن روئڻ آجايو،
ناحق پاڻ تي لوڪ کلايو،
ڪيمر وڏو ئي جڻ تہ قصور،
ڪنهن سان آنءُ سليان هي سوُر،

٢ ڦٻڻ ڦولاريو دل نہ ڦولاري،
مون لئہ خزان آ جڳہ لئہ بهاري،
جاڻ انبن جهليو پيڻ ٻوُر،
ڪنهن سان آنءُ سليان هي سوُر،

٣ محبت ڪرڻ ڪو مهٺو ناهي،
پريم تہ پوتر پاڻ ئي آهي،
مونکي لوڪن سمجهيو نہ مور،
ڪنهن سان آنءُ سليان هي سوُر،

٤ جن کی جانم ساٿي پنهنجو،
هتڙي ڪين ٻٽيو ڪو ڪنهنجو،
آهي ٻبڙيءَ جو هي پوُر،
ڪنهن سان آنءُ سليان هي سوُر،

٥ ننڍڙي "آسا" ڪين اچي ٿي،
اکڙين مان برسات وسي ٿي،
آهي درد جو هي دستور،
ڪنهن سان آنءُ سليان هي سوُر،

# هري ڀڄن

هري ڀڄن ۾ چت نا لائين،
ويرٿ مانش جنم وڃائين.

١ دنيا مان تون ڪجهہ کين وٺيندين،
سڪي سڪي دم تون ڏيندين.
وينو ڪوڙا ڪرم ڪمائين،
هري ڀڄن ۾ چت نا لائين،

٢ سڳا سنبنڌي سات نہ ڏيندءِ،
انت سمي نہ سهائي ٿيندءِ،
تو ناحق پاڻ ڦاسائين،
هري ڀڄن ۾ چت نا لائين،

٣ هيرن جهڙي امولڪ ديهي،
آلس ۾ تو وڃائي ويهي،
وينو ويرٿ سواس وڃائين،
هري ڀڄن ۾ چت نا لائين،

٤ هڪ ڏينهن ”آشا“ هلڻو آهي
سڀ ڪجهہ هتڙي ڇڏڻو آهي
ڇو نہ لنو لالڻ سان لائين،
هري ڀڄن ۾ چت نا لائين،

ويچار ١٧

سواسن جا تا هيرا وڃايون،
ڪال اچي تو جڏهن کنڌ تي،
ڳوڙها ڳاڙي پوءِ پڇتايون!

# سوامي ٽيئون رام مهاراج

سوامي ٽئيون رام جئہ جئڪار،
سنڌ ۾ وني آئين اوتار!

١. سنڌڙيءَ جوتون سنت سونهارو،
ديش وديش ۾ تئين هاڪارو،
ڇوڏاري تنهنجي هبڪار.
سوامي ٽيئون رام جئہ جئڪار!

٢. پريم پرڪاشي منڊل ناهي،
ست نام ساکي جپي جپائي،
پريم جو توتہ ڪيو پرچار؛
سوامي ٽيئون رام جئہ جئڪار!

٣. گرونانڪ جيان صورت نماڻي،
امرت جهڙي تنهنجي واڻي،
گيان سندو تون هئين گلزار.
سوامي ٽيئون رام جئہ جئڪار!

٤. سنت سچو تون هئين لاثاني.
راهہ ڏيکاري تو تہ روحاني،
ستگر توتان سد بلهار،
سوامي ٽيئونرام جئہ جئڪار.

٥. سار لڌي تو دکين بکين جي،
سيوا ڪئي تو پسن پکين جي،
"آشا" ڀڳتيءَ جو تون پندار.
سوامي ٽيئون رام جئہ جئڪار!

## اچا ڪين آئين شيام !

ڪيئن پايان مان وشرام؟
آجا ڪين آئين منهنجا شيام!

١. روئندي روئيندي راتيون گذرن،
بن بادل منهنجو اکڙيون برسن،
اوربان ڪنهن سان حال اندر جو،
اچي اُڳهه لڙڪ منهنجا گهنشيام،
آجا ڪين آئين منهنجا شيام!

٢. ورهه ۾ وياڪل ويئت آهيان،
ڏڌ ڏئي دل کي پرچايان،
"آشا" جي تون اڳ ۾ ابندين،
تنهنجي چرنن چارئي ڌام؛
آجا ڪين آئين منهنجا شيام!

## منهنجو ستگر

منهنجو ستگر دين ديال
مون تي مهر ڪندو منار.

١. لهرن لوڏن وچ سير مان،
ڪندو بيڙو منهنجو پار.

٢. سنيهه جو ساگر آهي سوامي،
آهي ڀڳتيءَ جو ڀندار

٣. پر اُپڪاري سنت لاثاني،
آهي گيان سندو گلزار.

٤. درشن ڪئي دکه دور ٿين ٿا،
ٿين سب باغ بهار.

٥. ستگر منهنجو سکي ساجهو،
"آشا" در تي آ پينار.

## روح جا راڳا

تون مون ڏي نهارين مان توڏي نهاريان،
صرف توکي ئي مان اکين ۾ وهاريان.
١. نذر ٿي نپايان توسان نينهن ناتو،
ڳلن ڳوڙها ڳاڙي مان ور ور پڪاريان.
٢. مان لوڪن جي ليکي رهان لوڪ وچ ۾،
مگر تات تنهنجي مان تن ۾ تنواريان.
٣. ڪمل چرن ڏيايان تنهنجو نام ڳايان،
سدائين سواسن سان توکي مان ساريان.
٤. منهنجي روح جا راڳا اِها آهه "آشا"،
ڪندي ڪار ڪم پيي نه توکي وساريان!

## منهنجا پريتم!

تنهنجي تصوير منا منهنجي ٿي اکڙين ۾ تري،
تصور تو ڪريان تنهنجو جڏهن نير جهري.
١. نينهن واري نظر ساڻ نوازش تو ڪرين،
سرگ ڌرتيءَ تي جڏهن پاڪر ۾ پري.
٢. قدمن جي تنهنجي خاڪ آنئي پهر لڳايان،
آهڙو شل ڀاڳ سدا منهنجو منا محب وري.

۳. دوُر دوُري ڪري ڪين سگهي دل ڪي ڪڏهن
ساهہ تون سمايل نہ مون کان پل بہ پري.

۴. ”آشا“ تي عنايت تنهنجي محبوب رهي،
لونءِ لونءِ تي تنبوري حيان وجي عرض ڪري.

## سڀ جو سائين

تون سڀ جو آهين سائين،
تون مهر جو مينهن وسائين.
تون پيار جو آهين ساگر،
پياسين جي پياس بجهائين.
تون ڪروڙا جو سوروپ،
تو سڀ سان پال پلائين.
لهرن لوڏن وچ سير مان،
تون بيڙا بني لڳائين.
جيڪي تنهنجي شرڻ اچن ٿا.
دک درد تو تن جا مٽائين.
تون ئي خالق مالڪ آهين،
تون بگڙي سڀ جي بڻائين.
”آشا“ اچن جي تو وٽ سوالي،
تون سڀ جي آس پڄائين.

# پنهنجو ڪيائون

مهر ڪري مونکي پنهنجو ڪيائون،
تن کي ڪين وساريان مان.

۱. ڪيئن چمندا ها هٿ هوُ منهنجو،
پيار ڏئي ڪيائون مونکي پنهنجو،
تن کي ور ور ساريان مان.
مهر ڪري مونکي پنهنجو ڪيائون.

۲. پاڻ کان پاسي ڪڏهن نہ ڪيائون،
پري نہ رهڻ ڏيئي چيائون،
پل پل تن کي پڪاريان مان.
مهر ڪري مونکي پنهنجو ڪيائون.

۳. ور ور دل ونندا ها منهنجي،
ڪيڏي سار هوُ لهندا ها منهنجي،
تن لئہ هنجون هاريان مان.
مهر ڪري مونکي پنهنجو ڪيائون.

۴. سوامي جن جي مون تي عنايت،
”آشا“ تن جي مون تي رحمت،
ڪيئن تن جي وره ۾ گذاريان مان!
مهر ڪري مونکي پنهنجو ڪيائون.

# سچڻ ڪين آئين

سچڻ ڪبن آئين
منا ڪبن آئين

۱. سپنن ۾ ساريان جاڳندي پڪاريان،
انئي پهر تو لئه روئندي گذاريان !
سچڻ ڪين آئين! منا ڪين آئين!

۲. دبا حي مزن مان مزو نا اچي تو!
دونهون درد جو دل ۾ دائم دکي تو!
سچڻ ڪين آئين! منا ڪين آئين!

۳. سواءِ تنهنجي ساجن ڪهڙي ساں حال اوريان ؟
ڪهڙي پار وئين تون ڪهڙي پار ڏوريان!
سچڻ ڪين آئين! منا ڪين آئين!

۴. ڪڏهن من مندر ۾تون محبوب ايندين،
پياسي روح "آشا" ڪڏهن پيار ڏيندين
سچڻ ڪين آئين! منا ڪين آئين!

وڇار ۱۹

تنهنجي درد فراق ۾ جيئڻ ٿيو دشوار،
ڪير لهي منهنجي سار! ستگر منهنجا سپرين.

# دل جو درپڻ

دل جو درپڻ ڪرتون صاف

درشن ٿيندءِ دل ۾ پيارا!

١. اوديا جي لٽ دور ٿئي ٿي،
سوجهي پنهنجي تڏهن پوي ٿي.

من مندر ۾ پريو دلارا

درشن ٿيندءِ دل ۾ پيارا!

٢. جڳ ۾ رهه تون جڳ کان نيارو،
پريوءَ کي تون ٿيندين پيارو،

مٿي ويندءِ سڀ من جا مونجهارا

درشن ٿيندءِ دل ۾ پيارا!

٣. باهر ڀٽڪي عمر وڃايئه،
هيرا جواهر ڪيئي گنوايئه،

اندر پس نوراني نظارا

درشن ٿيندءِ دل ۾ پيارا!

٤. پريو توکان پري نه "آشا"
انترمک ٿي ڇڏي نراشا.

اندر آنند جا ته ڀنڊارا

درشن ٿيندءِ دل ۾ پيارا!

# ڇئو جهوليلعل

ڇئو سڪ سان جهوليلعل
آهہ داتا اُڏيرولعل.

۱. سنڌ ۾ ولي اوتار ھوُ آيو،
دشمن کي جنھن مٽيءَ ملايو،
آهہ اسانجو هوُ رکپال،
ڇئو سڪ سان جهوليلعل.

۲. لعلڻ جي حيڪي جوت جڳائن،
شرڌا سان ڀراڻا ڪيڏائن،
ڪري پورا تن جا سوال،
ڇئو سڪ سان جهوليلعل.

۳. لعل سائين جا پنجڙا ڳايون،
ويچا وساري حمريون پايون،
جهولڻ ڪندو ڀلا ڀال،
ڇئو سڪ سان جهوليلعل.

۴. سڀ حون خالي جهوليون ڀري تو،
دکڙا دکين جا دور ڪري تو،
ڪري سين کي مالا مال،
ڇئو سڪ سان جهوليلعل.

۵. دولهہ "آشا" سڀ حي پجائي،
شرڌا سان جيڪو سيس نوائي،
آهي ننگي سدا ننگپال،
ڇئو سڪ سان جهوليلعل.

# پريوءَ سان رهاڻ

ڪر پريوءَ سان روح رهاڻ،
لوڪن سان تو گهڻو ڳالهايو!

١. لک ڪروڙ تو هتي ڪمايا،
سواس امولڪ پنهنجا گنوايا،
هتان جي مايا، هتي رهي،
نام پدارٿ ڪين ڪمايو!
لوڪن سان تو گهڻو ڳالهايو!

٢. دنيا جي جهنجهٽن ۾ اٽڪي،
ترشنڪوءَ وانگر تو لٽڪي،
سوچ نہ ڪيو تو اياڻا ڪو،
ويرٿ پنهنجو وقت وڃايو!
لوڪن سان تو گهڻو ڳالهايو!

٣. چوراسيءَ بعد جنم مليو ٿي،
پيارا تنهنجو ڀاڳ کليو ٿي،
رسن ۾ ريجهي رس ورتا،
پر پريتم ڪي نا پرچايو!
لوڪن سان تو گهڻو ڳالهايو!

٤. ٿورو ڳالهائج منو ڳالهائج،
ڪنهن کي پيارا ڪين رنجائج،
”آشا“ سڀ سان ڀال ڀلاءِ،
سنتن منڙا آ سمجهايو!
لوڪن سان تو گهڻو ڳالهايو!

# تات تنوار

تنهنجي تن ۾ تات تنوار،
ڪڏهن ايندين مٺا منار.

۱. ڏينهن جو تنهنجي راهه نهاريان،
روئي روئي رات گذاريان،
آهي سپني ۾ تنهنجي سار،
تنهنجي تن ۾ تات تنوار.

۲. ساهن وٺين تون سُر سناٽي،
فرش تان تون وٺين عرش اُڏاٽي،
عرش مان وٺين تون ڪڙڪي پارا
تنهنجي تن ۾ تات تنوار.

۳. اون هئي توکي ڪيڏي منهنجي،
تون مرشد مان ٻانهي تنهنجي،
ڏنو امڙ جهان مونکي پيار،
تنهنجي تن ۾ تات تنوار.

۴. ورهه ۾ ورهيه ويا ڪيئي گذري،
”آشا“ جي آشا نه ٿي پوري،
ڏيندين ڪڏهن دلبر ديدار،
تنهنجي تن ۾ تات تنوار.

بيت

پرين ويا پرديس ڏانهن هيجل ڪيئن جيئان!
نيڻن ننڊ حرام ٿي، ويني لڙڪ پيئان!
سچي سڄڻ ٿيئان، ماڻيان محب مشاهدو.

# شري ڪرشن ڪنعيا

منهنجا ڪرشن ڪنعيا آءُ !
اچي ڪير مکڻ تون کاءُ !

١. گوپيون تو بن مانديون آهن،
وِرهہ تنهنجي ۾ ڳيت ڳيون ڳائن،
ڪر تن تي تون ڪهڪاءُ
منهنجا ڪرشن ڪنعيا آءُ!

٢. گوال ٻال آهن ويڳاڻا،
اچ تون تن جي دل جا راڻا،
تون لهہ تن جو سڌ سماءُ،
منهنجا ڪرشن ڪنعيا آءُ!

٣. مڌر مڌر مرلي تو وڄائي،
جنهن بہ ٻڌي، تنهن سرت ڀلائي،
لڳي تنهن کي نہ ڪوسو واءُ!
منهنجا ڪرشن ڪنعيا آءُ!

٤. ڳانيون نماڻيون نير وهائن،
ڪوس گهرن ۾ ڪيئن نہ ٻاڏائن!
نتيون ڳانيون کائن ڳاهہ!
منهنجا ڪرشن ڪنعيا آءُ!

٥. ڪيئي دشاسن ڪنس ستائن،
دروپدين جي عزت لٽائن،
ڪر تن کي تون ئي تباهہ!
منهنجا ڪرشن ڪنعيا آءُ!

٦. پياس تنهنجي درشن جي آهي،
"آشا" گيت ملن جا ڳائي،
تون ڪر ڪو سڻائو واءُ!
منهنجا ڪرشن ڪنعيا آءُ!

## پياس پوري ڪر

پريتم! پياس تون پوري ڪر
منهنجو ڪلندو ڪڏهن مقدر!

١. گيت ورهه جا ويني ڳايان
تنهنجو درشن دلبر چاهيان
پنهنجي پيار سان جهولي ڀر،
پريتم! پياس تون پوري ڪر.

٢. صورت تنهنجي سيني سمايان،
در تنهنجي جي داسي آهيان،
ڪنڌين تون ئي ساري سر،
پريتم! پياس تون پوري ڪر.

٣. من مندر ۾ توکي ڏيايان،
آد جڳاد کان تنهنجي آهيان،
"آشا" چاڪر تنهنجي در،
پريتم! پياس تون پوري ڪر.

# هري اوم

هري اوم هري اوم هري اوم. هري،
چئو پريم سان سڀ وري ۽ وري!

١. هري اوم هري اوم جيڪو جپي،
اُهو موھہ مايا جا بندن ڪپي.
ڪلي تي اُنهيءَ لئہ پريوءَ جي دري،
هري اوم هري اوم هري اوم هري.

٢. چوراسي چڪر پوءِ جنم هي مليو،
تنهنجو ڀاڳہ پيارا تہ آهي کُليو،
وري ڪين ملندءِ هي موقعو وري،
هري اوم هري اوم هري اوم هري.

٣. رسن ۾ تون ريجهي عمر نا گنواءِ،
املهہ هيرا ماڻڪ هٿان نا وڃاءِ،
ڪٽج ڪين پاپن جي سر تي پري،
هري اوم هري اوم هري اوم هري.

٤. هي سنسار ساگر مها ڀاري آ،
وڪارن جا واگهو، بس توبہ زاري آ،
"آشا" نام بيڙي تون ويندين تري،
هري اوم هري اوم هري اوم هري.

# اڪيلو ڪين آهين

پريو توسان سدائين ساڻ،
ڪين تون پيارا آهين اڪيلو!

۱. هڪ هڪ حي هوُ سار لهي تو،
قدم قدم تي رکشا ڪري تو،
راس ڪري ڪم پريو پاڻ،
ڪين تون پيارا آهين اڪيلو!

۲. تون آهين هڪڙو اوزار،
ڪم ڪرڻ وارو ڪرتار،
پاڻ تي ڪر تون ڪين ڪي ماڻ،
ڪين تون پيارا آهين اڪيلو!

۳. پريوءَ حي وٽ شرڻ پيارا،
ملنجي ويندءِ سب مونجهارا،
ڪيح نہ بي ڪنهنجي تون ڪاڻ،
ڪين تون پيارا آهين اڪيلو!

۴. فڪر ۽ ڦرنا چنتائون ڇڏ،
من مالڪ سان پنهنجو تون ڳنڍ،
رب سان ڪر تون روح رهاڻ،
ڪين تون پيارا آهين اڪيلو!

بيت

ماڻيان محب مشاهدو تن ۾ آهي تات،
ائي پهر اڪين مان وسي برهہ جي برسات
من ۾ آ فقرات، سوڌل تنهنجي وصل حي.

# پريم جي جوت

اُٿو پريم جي جوت جڳايو،
نفرت جي اونده مٽايو!

۱. دنيا جي چمن ۾ پوکيو گل،
کنڊا ڪنهن لئه ڪين وڇايو!

۲. ڪلفت جي ڪٽ قلب تي آهي،
تنهن کي اُلفت سان چمڪايو!

۳. من ميري کي صاف ڪرڻ لئه،
سچو صابڻ سڪ جو لڳايو!

۴. وير وروڌ مان ڪجهه نا وٺبو،
هڪ ٻئي کي سڀ ڳلي لڳايو!

۵. اهم وڏي ويو آ چوڌاري،
من پنهنجي کي ئي سمجهايو.

۶. ورهين کان وچڙيل جي آهن،
تن رٺلن کي پرچايو!

۷. اُجڙ دليون آباد ڪرڻ لئه،
محبت جو مينهن وسايو!

۸. سنساري سرڇڻ جا ناهن،
هڪ سائينءَ کي سرچايو!

۹. ويدن جي هيءَ سرجڻ پومي،
ڪلياڻ وشو جو چاهيو.

۱۰. رشين منين جي پاوَن پومي،
پڙپانگ نه تنهن کي ٻڌايو!

.١١ ديش جي ملڪيت پنهنجي ملڪيت،
تنهن کي عيش ۾ ڪين اُڏايو!
.١٢ وسري ويو ڇا دڌيچ جو تياڳ،
سوارٿ جو پوت پڇايو!
.١٣ گنگا يمنا سرسوتي هت،
ڌرتيءَ کي سرڳ بڻايو!
.١٤ سڀ ۾ والي وياپڪ "آشا"،
پيارا ڪنهن کي ڪين رنجايو!

## پرياتي پڇڻ

تو غفلت ۾ آهي جنم هي گنوايو،
ڪري سيوا سمرڻ جنم ڪر سجايو.
.١ اُتم ڪرم آهي پريوءَ جي ته ڀڳتي،
تو اُلجهن ۾ اُلجهي پريوءَ کي ڀلايو!
.٢ سدا ڪال ڪنڌ تي تنهنجي سوار آهي،
اجا ڪين تو ڪو سمر آهه ڌاهيو!
.٣ ڪري قول آئين پريوءَ سان پيارا!
مايا جي چڪر ۾ تو تنهنکي ڀلايو!
.٤ پڙهين خوب پيارا، ڪڙهين ڪين پر تون،
ملي محب تنهنکي جنهن آپو مٽايو.
.٥ منش ديهه اَمولڪ ملڻ آهه مشڪل،
ڪري قدر تنهن جو، نه ويرٿ وڃايو!
.٦ "آشا" لڙڪ لاڙج پريڻءَ کي پسڻ لئه،
ڪيو ياد، تنهن وٽ پرين پاڻ آيو.

# پريوءَ جي حوالي

بندا پاڻ کر تون پريوءَ جي حوالي،
پريوءَ جي حوالي، جيکو جڳ کي پالي.

١. اڳي پوءِ تنهنجو ڪٽي بار پريو،
سڀي دنيا سائين پيو تو سنڀالي.

٢. آهي ڏاڍي ترڪڻ وڪارن جي هٽڙي،
ڪٽج قدم هڪ هڪ سائينءَ کي سنڀالي.

٣. ڪندين پاڻ ارپڻ تہ هلڪو تون ٿيندين،
بندا ڪر ڪرم سڀ پريوءَ جي تون نالي.

٤. لهي سار سڀ جي سڀاجهو تو سائين،
پتا ماتا وانگر هوءُ سڀ کي تو پالي.

٥. سواسن جي پونجي نہ ويرٿ وڃائج،
اُٿي نام جپ تون ”آشا“ پراتهہ ڪالي.

# دياوان داتا

دياوان آهين ديالو تون داتا،
پتا تون اسانجو اسانجي تون ماتا.

١. بندو آهہ بيوس تون وس وارو آهين،
ڪرم ريکا ميٽين تون آهين وڌاتا.

٢. لهين ساري جڳ جي تون سار سائين،
ڪندين پياس پوري اسين آهيون آتا.

١١.  ديش جي ملڪيت پنهنجي ملڪيت،
تنهن کي عيش ۾ ڪين اُڏايوا

١٢.  وسري ويو چا ڏڏيچ جو تياڳ،
سوارٿ جو پوت پچايوا

١٣.  گنگا يمنا سرسوتي هت،
ڌرتيءَ کي سرڳ بڻايوا

١٤.  سڀ ۾ والي وياپڪ "آشا"،
پيارا ڪنهن کي ڪين رنجايوا

## پرياتي پچن

تو غفلت ۾ آهي جنم هي گنوايو،
ڪري سيوا سمرڻ جنم ڪر سجايو.

١.  اُتم ڪرم آهي پريوءَ جي ته پڳتي،
تو اُلجهن ۾ اُلجهي پريوءَ کي پلايوا

٢.  سدا ڪال ڪنڌ تي تنهنجي سوار آهي،
اجا ڪين تو ڪو سمر آهه ناهيوا

٣.  ڪري قول آئين پريوءَ سان پيارا!
مايا جي چڪر ۾ تو تنهنکي پلايوا

٤.  پڙهين خوب پيارا، ڪڙهين ڪين پر تون،
ملي محب تنهنکي جنهن آپو متايو.

٥.  منش ديهه امولڪ ملڻ آهه مشڪل،
ڪري قدر تنهن جو، نه وبرٿ وڃايوا

٦.  "آشا"لڙڪ لاڙج پرينءَ کي پسڻ لئه،
ڪيو ياد، تنهن وٽ پرين پاڻ آيو.

# پريوءَ جي حوالي

بندا پاڻ ڪر تون پريوءَ جي حوالي،
پريوءَ جي حوالي، جيڪو جڳ کي پالي.

١. اڳي پوءِ تنهنجو ڪٽي بار پريو،
سڄي دنيا سائين پيو تو سنڀالي.

٢. آهي ڏاڍي ترڪڻ وڪارن جي هٽڙي،
ڪٽج قدم هڪ هڪ سائينءَ کي سنڀالي.

٣. ڪندين پاڻ ارپڻ تہ هلڪو تون ٿيندين،
بندا ڪر ڪرم سڀ پريوءَ جي تون نالي.

٤. لهي سار سڀ جي سڀاجهو تو سائين،
پتا ماتا وانگر هوُ سڀ کي تو پالي.

٥. سواسن جي پونجي نہ ويرٿ وڃائج،
اُتي نام جپ تون ”آشا“ پراتهہ ڪالي.

# دياوان داتا

دياوان آهين ديالو تون داتا،
پتا تون اسانجو اسانجي تون ماتا.

١. بندو آهہ بيوس تون وس وارو آهين،
ڪرم ريڪا ميٽين تون آهين وڌاتا.

٢. لهين ساري جڳ جي تون سار سائين،
ڪندين پياس پوري اسين آهيون آتا.

١١. ديش جي ملڪيت پنهنجي ملڪيت،
تنهن کي عيش ۾ ڪين اُڏايو!
١٢. وسري ويو ڇا ڏڌيچ جو تياڳ،
سوارٿ جو پوت پڄايو!
١٣. گنگا يمنا سرسوتي هت،
ڌرتيءَ کي سرڳ بڻايو!
١٤. سڀ ۾ والي وياپڪ "آشا"،
پيارا ڪنهن کي ڪين رنجايو!

## پرياتي ڀڄن

تو غفلت ۾ آهي جنم هي گنوايو،
ڪري سيوا سمرڻ جنم ڪر سڄايو.
١. اُتم ڪرم آهي پريوءَ جي تہ ڀڳتي،
تو اُلجهن ۾ اُلجهي پريوءَ کي ڀلايو!
٢. سدا ڪال ڪنڌ تي تنهنجي سوار آهي،
اُها ڪين تو ڪو سمر آهہ ڏاهيو!
٣. ڪري قول آئين پريوءَ سان پيارا!
مايا جي چڪر ۾ تو تنهنجي ڀلايو!
٤. پڙهين خوب پيارا، ڪڙهين ڪين پر تون،
ملي محب تنهنجي جنهن آپو مٽايو.
٥. منش ديهہ امولڪ ملڻ آهہ مشڪل،
ڪري قدر تنهن جو، نہ ويرٿ وڃايو!
٦. "آشا" لڙڪ لاڙج پريںءَ کي پسڻ لئہ،
ڪيو ياد، تنهن وٽ پرين پاڻ آيو.

## پريوءَ جي حوالي

بندا پاڻ ڪر تون پريوءَ جي حوالي،
پريوءَ جي حوالي، جيڪو جڳ کي پالي.

١. اڳي پوءِ تنهنجو ڪٽي بار پريو،
سڄي دنيا سائين پيو تو سنڀالي.

٢. آهي ڏاڍي ترڪڻ وڪارن جي هٽڙي،
ڪڙهج قدم هڪ هڪ سائينءَ کي سنڀالي.

٣. ڪندين پاڻ ارپڻ تہ هلڪو تون ٿيندين،
بندا ڪر ڪرم سڀ پريوءَ جي تون نالي.

٤. لهي سار سڀ جي سڀاجهو تو سائين،
پتا ماتا وانگر هوُ سڀ کي تو پالي.

٥. سواسن جي پونجي نہ ويرٿ وڃائج،
اُتي نام جپ تون ”آشا“ پراتهہ ڪالي.

## دياوان داتا

دياوان آهين ديالو تون داتا،
پتا تون اسانجو اسانجي تون ماتا.

١. بندو آهہ بيوس تون وس وارو آهين،
ڪرم ريکا ميٽين تون آهين وڌاتا.

٢. لهين ساري جڳ جي تون سار سائين،
ڪندين پياس پوري اسين آهيون آتا.

١١. ديش جي ملڪيت پنھنجي ملڪيت،
تنھن ڪي عيش ۾ ڪين اُڏايو!
١٢. وسري ويو ڇا دڌيچ جو تياڳ،
سوارٿ جو ڀوت ڀڄايو!
١٣. گنگا يمنا سرسوتي ھت،
ڌرتيءَ کي سرڳ بڻايو!
١٤. سڀ ۾ والي وياپڪ ”آشا“،
پيارا ڪنھن کي ڪين رنجايو!

## پرياتي ڀڄن

تو غفلت ۾ آھي جنم ھي گنوايو،
ڪري سيوا سمرڻ جنم ڪر سڄايو.
١. اُتم ڪرم آھي پربوءَ جي تہ ڀڳتي،
تو اُلجھن ۾ اُلجھي پربوءَ کي ڀلايو!
٢. سدا ڪال ڪنڌ تي تنھنجي سوار آھي،
اجا ڪين تو ڪو سمر آھہ ٺاھيو!
٣. ڪري قول آئين پربوءَ سان پيارا!
مايا جي چڪر ۾ تو تنھنجي ڀلايو!
٤. پڙھين خوب پيارا، ڪڙھين ڪين پر تون،
ملي محب تنھنجي جنھن آپو مٽايو.
٥. منش دنھہ امولڪ ملڻ آھہ مشڪل،
ڪري قدر تنھن جو، نہ ويرٿ وڃايو!
٦. ”آشا“ لڙڪ لاڙح پربنءَ کي پسڻ لئہ،
ڪيو ياد، تنھن وٽ پرين پاڻ آيو.

# پريوءَ جي حوالي

بندا پاڻ ڪر تون پريوءَ جي حوالي،
پريوءَ جي حوالي، جيڪو جڳ کي پالي.

١. اڳي پوءِ تنهنجو ڪٽي بار پريو،
سڄي دنيا سائين پيو تو سنڀالي.

٢. آهي ڏاڍي ترڪڻ وڪارن جي هٽڙي،
ڪٽڃ قدم هڪ هڪ سائينءَ کي سنڀالي.

٣. ڪندين پاڻ ارپڻ تہ هلڪو تون ٿيندين،
بندا ڪر ڪرم سڀ پريوءَ جي تون نالي.

٤. لهي سار سڀ جي سڀاجهو تو سائين،
پتا ماتا وانگر هوُ سڀ کي تو پالي.

٥. سواسن جي پونجي نہ ويرٿ وڃائج،
اُتي نام جپ تون ”آشا“ پراتهہ ڪالي.

# دياوان داتا

دياوان آهين ديالو تون داتا،
پتا تون اسانجو اسانجي تون ماتا.

١. بندو آهہ بيوس تون وس وارو آهين،
ڪرم ريکا ميٽين تون آهين وڌاتا.

٢. لهين ساري جڳ جي تون سار سائين،
ڪندين پياس پوري اسين آهيون آتا.

۳. عجب تنهنجي ليلا عجب راز تنهنجا،
رشين ۽ منين ٻي نہ ڪنهن پار پاتا.
۴. ڏئين ڪيڏو ڏاتر بندو بي شڪر آ،
اچي شرڻ جيڪو ميسارين تنهن جا ڪاتا.
۵. سخي تون سڀاجهو مهروان آهين،
آبس ''آشا'' تو در جڏي حب جا ناتا.

## پريتم!

پريتم سيڻ وهائن نير،
بيو ڪير ڏي دل کي ڌيرا
۱. ورهہ ڪيو ويڳاڻو آهي،
سورن ڪيڙو سياڻو آهي.
آهيان تو لئہ مان دلگير،
پريتم! نيڻ وهائن سير.
۲. پياسي تنهنجي پيار جو آهيان،
بيو ڪنهو دلبر ڪين مان چاهيان،
تنهنجي ڏاڍي آهي اُڪير،
پريتم! نيڻ وهائن نير.
۳. تو بن ڪوئي نہ آهي منهنجو،
تون ''آشا'' جو ''آشا'' تنهنجو،
تڪيان راهہ تنهنجي مان مير،
پريتم! نيڻ وهائن نير.

# منهنجا سنگرا!

تنهنجا وڙ ڪيڏا نہ پلائيندس،
تنهنجي مهما در در ڳائيندس.

١. تون محبت جي مورت مرشد،
تنهنجي صورت سيني سمائيندس.

٢. شل وسري نہ تنهنجو نام مونکان،
جپيان نام تنهنجو ۽ جپائيندس.

٣. جيڪو پيار ڏنئہ پريتم مونکي،
پيغام پيار جو پڄائيندس.

٤. ڏي پريما ڀڳتي دان مونکي،
تنهنجو ڌيان سدا مان ڌيائيندس.

٥. ڀلي لوڪ نہ سمجهي ڪين ٻڌي،
تو سان نينهن جو ناتو نڀائيندس.

٦. ڪري شيوا دکين پسن بکين جي،
ديا پريم جي جوت جڳائيندس.

٧. ڪم سونپيان جي تو مونکي منا،
ڪندي جيون سڦل بڻائيندس.

٨. هئين حال محرم منهنجي دل جو،
ڪنهنکي حال مان دل جو ٻڌائيندس.

٩. تنهنجي سکيائن جي ساکي ڏيان،
تنهنجي راهہ سين کي سڏائيندس.

١٠. لڳي داغ نہ دامن کي" آشا"
رهجي پت جي اڇي توکي پائيندس.

٣. عجب تنهنجي ليلا عجب راز تنهنجا،
رشين ۽ منين ۾ ي نہ ڪنھن پار پاتا.
٤. ڏئين ڪيڏو ڏاتر بندو بي شڪر آ،
اچي شرط جيڪو ميسارين تنهن جا ڪاتا.
٥. سخي تون سباجهو محروان آهين،
آيس ”آشا“ تو در ڇڏي جڳ جا ناتا.

## پريتم!

پريتم نمڻ وهائن نير،
بيو ڪير ڏي دل کي ڌيرا
١. ورهہ ڪيو ويڳاڻو آهي،
سورن ڪيڙو سياڻو آهي.
آهيان تو لئہ مان دلگير،
پريتم! نيڻ وهائن نير.
٢. پياسي تنهنجي پيار جو آهيان،
بيو ڪجھ دلبر ڪين مان چاهيان،
تنهنجي ڏاڍي آهي اُڪير،
پريتم! نيڻ وهائن نير.
٣. تو بن ڪوئي نہ آهي منهنجو،
تون ”آشا“ جو ”آشا“ تنهنجو،
تڪيان راهہ تنهنجي مان مير،
پريتم! نيڻ وهائن نير.

# منهنجا ستگر!

تنهنجا وڙ ڪيڏا نہ پلائيندس،
تنهنجي مهما در در ڳائيندس.

١. تون محبت جي مورت مرشد،
تنهنجي صورت سيني سمائيندس.

٢. شل وسري نہ تنهنجو نام مونکان،
جپيان نام تنهنجو ۽ جپائيندس.

٣. جيڪو پيار ڏنئہ پريتم مونکي،
پيغام پيار جو پهچائيندس.

٤. ڏي پريما پڳتي دان مونکي،
تنهنجو ڌيان سدا مان ڌيائيندس.

٥. پلي لوڪ نہ سمجهي ڪين ٻڌي،
تو سان نينهن جو ناتو نڀائيندس.

٦. ڪري شيوا دکين پسن بکين جي،
ديا پريم جي جوت جڳائيندس.

٧. ڪم سونپيان جي تو مونکي مٺا،
ڪندي جيون سڦل بڻائيندس.

٨. هئين حال محرم منهنجي دل جو،
ڪنهنکي حال مان دل جو ٻڌائيندس.

٩. تنهنجي سکيائن جي ساکي ڏيان،
تنهنجي راهہ سين ڪي سڏائيندس.

١٠. لڳي داغ نہ دامن کي "آشا"
رهجي پت جي اچي توکي پائيندس.

# سنگرن جون ڳالهيون

سدا ستگرن جون ڳالهيون ياد پون،
ڳالهيون ياد پون، اکڙيون ڦيون سکن.

١. کندي ڏيان تن جو ويني لڙک لاڙيان،
ننڊ ۾ بہ اکڙيون روئن ڦيون ۽ ٽمن!
سدا ستگرن جون ڳالهيون ياد پون!

٢. کٽي هٽ هٽ ۾ چمندا هئا سي،
آبل اڄي سي هتڙا من چمن!
سدا ستگرن جون ڳالهيون ياد پون!

٣. سچي کين سگهندا کڏهن دک هڻ منهنجو،
مٺا محب منهنجا وري سار سي لهن،
سدا ستگرن جون ڳالهيون ياد پون!

۴. کيڏو پيار ڏيندا، کيڏي اون رکندا،
کري کير پيو پيار اڄي پيار سي کن!
سدا ستگرن جون ڳالهيون ياد پون!

۵. رهج دور کين تون، ائين چيائون،
ويا دور سي هلي، کڏهن کين وسرن،
سدا ستگرن جون ڳالهيون ياد پون!

٦. کيائون کيڏي رحمت کيائون شان کيڏوا
نيازوند "آشا" سچو شان آ سندن،
سدا ستگرن جون ڳالهيون ياد پون!

## سانت

سانت ۾ ويهي وقت گذار،
ڪجھ به نه ڪنهن سان پُڇ نا ڪنهن ڪان!

۱. ٻالهين مان ٻالهوڙو ٿئي ٿو،
تيليءَ مان ٿنڀ جهڳڙو ٿئي ٿو.
پاڻ مان ماڻهو ٿئي بيزار،
سانت ۾ ويهي وقت گذار.

۲. جيئري لوڪ نه اياڻا سمجهن،
مرڻ پڇاڻان ڪيئن نه ٿا پوڄن.
سنتن جي سکيا ۾ سار،
سانت ۾ ويهي وقت گذار.

۳. مُون ڪي سون برابر جاڻج،
مُون رکي تون پاڻ پڇاڻج.
دل ۾ ڪر دلبر ديدار.
سانت ۾ ويهي وقت گذار.

۴. ٻالهائڻ سان شڪتي وڃي ٿي،
سواسن جي پونجي گهٽجي ٿي.
”آشا“ پريوءَ جو ڪر ويچار،
سانت ۾ ويهي وقت گذار.

ويچار ۲۰

مانَ ۾ آهي مزو ماٽ جو ميوو تون کاءُ،
ماٽ ۾ مالڪ ملي، ماٽ جو تون وٽ ڦُڳاءُ.

## جڳدمبا ماتا

تنھنجي صورت مان ماتا پنھنجي دل ۾ وھاريندس،
پنھنجي دل ۾ وھاريندس، توکي ھردم ساريندس.

١. تنھنجي ڪرپا ڪيڏي آ، جنھنجو آر نہ آھي پار،
احسان لکين تنھنجا، وڙ ڪين وساريندس!

٢. تون جڳ جنني امبا! تون سرسوتي ماتا،
تنھنجي گيان جي جوتي مان گھر گھر ۾ ٻاريندس.

٣. ڪڏھن ڏيندينءَ درشن تون ڪڏھن مون وٽ ايندينءَ تون
اکيون تو لئہ وڇايان مان، تنھنجي وينو وات نھاريندس.

٤. تنھنجي مھر ھجڻ تي ماتا، آھي پاڻي وارو سو،
"آشا" درشن جو پياسي، تو تان سڀ ڪجھہ واريندس.

وچار ٢١

ويرٿ واد وواد ۾ جيون ڪين وڃاءِ،
ڪم اچي پرلوڪ ھا، پونجي سچي ڪماءِ.

وچار ٢٢

سڀ آھہ اکين جو ڏوءُ
ڏسڻ جھڙ مان ڪجھہ بہ نہ ملندءِ،
ڪجھہ سائينءَ جو ڪر پوءُ.

# من کي تنبيھ

نہ ماڻو ڪر جوانيءَ تي نہ دولت سونهن تي پيارا!
متي آهين، متي ٿيندين، متيءَ ۾ تون ملڻ وارا!

١. نہ ڪارا وار هي رهندا، اڇا آخر تہ هي ٿيندا،
بهاري ڪين ڪي دائم، خزان ايندي اوس پيارا!

٢. ويا عالم، ويا عاقل، ويا راجا، مهاراجا،
متيءَ ۾ سي متي ٿي ويا، لاٿا جن آسمان تارا!

٣. هيا جن کي محل ماڙيون، هتين خالي تہ سي ويڙا،
مقامن مان بہ جن ميڙيو، ويا ڪارون سي پارا!

٤. ڏٺيءَ جي سڀ امانت آ، نہ تنهن ۾ تون خيانت ڪر،
ڏسڻ وارو ڏسي وينو تنهنجا اعمال هي سارا!

٥. خدا جي خوف ۾ ”آشا“ هلڃ ضمير موجب تون،
حوّص وارا هلين هوا وانگر هٽن تا خوب لامارا!

٦. يقينو يار ۾ تون رک، رضا رب تي تون رهہ راضي،
تہ ملندءِ روح جي راحت ۽ ڏسندين تون پرين پيارا!

٧. اڇائون سڀ ڇڏي ”آشا“ تمنا يار جي هڪ رک،
حواصن تي حڪومت ڪئي، ٿيا جڳہ ۾ سي سوڀارا!

# گوتم ٻڌ

١.  جا ڄجا اولدهه هئي ۽ روشنيءَ جو هو ضرور،
سج لٿون آڪاس تي نڪتو تڏهن ظاهر ظهور.

٢.  موج ڪا راڄا سدوڌن جي نگر ۾ وئي مچي،
ياڳہ راڄا جا ڪليا جو گهر ۾ ويس ٻالڪ اچي.

٣.  خوب واڌايون وريون ديون گلن ورکا ڪئي،
دان پن راڄا ڪيا ۽ جانئجي راحت وئي،

۴.  جوتشي جوتش سلي شهزادو ٿيندو بينظير،
يا تہ ٿيندو راڄ مالڪ يا تہ ويراڳي فقير.

۵.  جي ٻڌي احوال جوتش جو ڪيو راڄا خيال،
ڪين گوتم جي اکيان ڪو اچبو ڏکہ جو مثال.

٦.  شادي شهزادي يشودا سان ڪئي ٿيو هو جوان،
گرهست ۾ رهندي ڪيائين پٽڙو راهل شڪتيوان.

۷.  هڪ دفعي شهزادو نڪتو سير لئہ رٿ تي چڙهي،
وات تي مردو ڏٺائين ڪاڌو پٽي ڪانون وڙهي.

٨.  هڪ ٻڍي بيمار کي اُت لٺ ڪٽي هلندو ڏسي،
پنڌ ٿيا ويچار ڪيڏا دل ۾ هي درشيہ پسي.

٩.  جيئن پڇا انسان جو آخر ۾ جو تو حال ٿي؟
سارٿيءَ کان اُت پڇيو گوتم، اهو احوال ڏي.

١٠.  سارٿيءَ وراڻي ڏني، آهين تون شهزادو امير،
تون جڏهن ٿيندين وڏو پوندءِ خبر سياڻا سڌير.



١١. جو ڇمي ٿو سو مري ٿو ڪال ڪنھنکي نا ڇڏي،
ڪرم ڪيتر آھہ دنيا وير جوڙا ويا لڏي!

١٢. ھي ٻڌي احوال ننڊ گوتم جي وئي ھڪدم ڦٽي،
دل دنيا جي عيش مان گوتم جي تي پيئي ڪٽي.

١٣. اوچتو اڌ رات جو ھوُ جھنگہ ڏي راھي ٿيو،
راڄڌانيءَ کي ڇڏي مڪتيءَ جي لئہ ڪاھي ويو.

١٤. يوگہ ۾ ھوُ ھو مگن ۽ آڪاس مان آواز ٿيو،
ھيئن نہ ٿي مڪتي ملي رستو ڪو وٺ جوڳي ٻيو.

١٥. دکين جي شيوا ڪرڻ سان من کي ملي آرام ٿو،
جو اڄائون ٿو ڇڏي پاڻي سوئي وشرام ٿو.

١٦. ستيہ اھنسا پريم سيوا جو سمر سک سان کٽي،
ٻڌ ڪيو پرچار ھي سنسار ۾ رمتو ٻٽي.

١٧. سڌ ٿين جنھن مان سڏيون سوئي سڌارت ھوُ ٿيو،
مڪتيءَ خاطر ھرڪو ھنجو پوئلڳ ٻڌجي پيو.

١٨. اڄ بہ دنيا کي ضرورت آھي اھنسا، پيار جي،
صلح جي سردار جي، اھنسا جي اوتار جي.

١٩. چوطرف جنگيون ۽ جھيڙا وحشت جو وھنوار آ،
چنڊ شانتيءَ جو ڇپيل، سوراٽ سندو انڌڪار آ.

٢٠. ”آشا“ گوتم جي سکيا جي عمل جي درڪار آ،
اشٽ مارگ تي ھلڻ سان جڳت نئيا پار آ.



## سال ٿيا سڪنديً!

سال ٿيا ستگر سڪندی سڪندی،
سپنی ۾ يي ڪين تون آئين!

۱. پل پل تنهنجا پور پون ٿا،
ياد ڪندی توکی لڙڪ لڙن ٿا،
ڪڏهن اچي تو ڳلی لڳائين،
سپنی ۾ يی ڪين تون آئين!

۲. ڪيڏو پيار هئمن تون ڏيندين،
هتڙا ڪٽيءَتون ڪيئن هئين چمندين!
ڪڏهن وری تو پاڻ پسائين،
سپني ۾ يي ڪين تون آئين!

۳. ستگر ڪيڏا پال پلايئہ،
گرو منتر ڏئی حوت جڳايئہ،
مٺڙا بول ڪڏهن تو ٻڌائين،
سپنی ۾ يي ڪين تون آئين!

۴. ٿيان موتاج نہ ڪنهنجو سائين،
پنهنجيءَ هلندیءَ شل تون هلائين،
ستگر مهر جو مينهن وسائين،
سپنی ۾ يی ڪين تون آئين!

۵. وصل ٿئي والی سان منهنجو،
ڌيان رهی سدا ستگر تنهنجو،
شل ”آشا“ جو عرض اگهائين،
سپنی ۾ يی ڪين تون آئين!

# سمهج ڪين

صبوح ٿيو ٿي ساجن
سمهج ڪين هاڻي!
سمهج ڪين هاڻي،
سوڙ کي تون تاڻي!

١. سستيءَ ۾ سمهي تو حياتي وڃائي،
ڪري نام سمرڻ عمر ڪر سڄائي،
ٿيئي راضي راڻي، صبوح ٿيو...

٢. سويلي اُٿڻ سان کلي ڀاڳ تنهنجو،
کُلي ڀاڳ تنهنجو ڪري پرين پنهنجو،
پوءِ آنند ماڻي، صبوح ٿيو....

٣. ”آشا“ اوت وٺ تون الک جي سدائين،
لهي سار هر هر سڀاجهو تو سائين،
منو ڪر تنهن ڀاڻي، صبوح ٿيو...

ويچار ٢٣

جڏهن پوَن پرينءَ جا پور،
وسي نيڻن مان برسات،
اهو عشق سندو دستور.

# منزل

۱.  گهمڻ ڦرڻ ويو مونکان وسري،
درد لڳي تو هاٽي مصري.

۲.  سورن جي سانچي ۾ ٻلجي،
منهنجي قسمت وئي ڦري.

۳.  پيڙا ۾ پريتم آ پاتو،
هؤمان من جي وئي مري.

۴.  سُرت شبد حي شادي ٿي آ،
گيان سچي جي جوت ٻري.

۵.  مرشد مهر ڪئي ڪا اهڙي،
آيل وپدا وئي ٽري.

۶.  پوساگر جي پيڙ مان ”آشا“
جيون نئيا وئي تري.

## اج جي اولاد

۱.  جيئري ڏين ڏنپ موئي پائن هار،
اِهو آهي وهنوار پيارا هن سنسار حوا

۲  جيئري ٻڌائن ڪين ڪي گيتا حو تا گيان،
مڙه کي سٽائبن، گيتا ارڙهون اڌيائا

۳.  حيئري دمڙي ڏين ڪين، مئي ڪن تا دان،
گنگا ڪن پروان، گورو گلن سان ڪٽي ا

۴.  جيئري ڪڏن گهر مان اُماٽين ٻڌا آشرم،
مئي ڪن ڪريا ڪرم، وارث ٻٽجڻ واسطي ا

۵.  اهڙي هن سنسار مان رکہ نہ اُميدون مور،
مڙئي مٽي جو سور، ”آشا“ ناتو ٻنديح نام سان.

# جوت جڳاءِ

تون سڀ کي فيض رساءِ،
تون ڪنهن کي ڪين رنجاءِ!

١. لوڻ وجهڻ سان کير ڦٽي ٿو،
تون کير ۾ کنڊ ملاءِ.

٢. سڀ ۾ سائين وياپڪ آهي،
تون ڪنهن کي ڪين ستاءِ.

٣. خوشي ڏيڻ سان خوشي ملي ٿي،
تون سڀ سان منو ڳالهاءِ.

٤. ڪسو هلي ڪو ڀڪو هلي ڪو،
تون سڀ سان توڙ نڀاءِ.

٥. نفرت جي هت باهه ٻري ٿي،
تون محبت مينهن وساءِ.

٦. اوديا جي اونده آ ”آشا“،
تون گيان جي جوت جڳاءِ.

ويچار ٢٤

لڳي ٿو جنهن کي رب جو رنگ،
دنيا جي تنهن کي ڇا پرواهه،
نه مايا ماري ڏنگ.

# چئو هري هري

هری هريِ چئو هری هري،
پریم سان چئو سڀ وريِ وری.

١. نام حی نالی ڪيئي تريا،
جوڻ چڪر ۾ ڪين سي ڦريا،
پوساگر مان ويا ترِيِ،
هری هری چئو هريِ هری.

٢. پريوءَ جي جن شرڻ وتي،
تن جي پریو ڪری گتي،
آيل وپدا تن جي ٽریِ،
هری هريِ چئو هری هری.

٣. ”آشا“ اوت الک جي وٺج تون،
سواس سواس سان نام جپج تون،
ڪيو درشن کولی دل جي دري،
هريِ هری چئو هري هری.

ويچار ٢٥

ڪروڌي پهربن پاڻ جلی ٿو،
پاڻ جلي پوءِ بين کی جلائی،
سياڻو ڪروڌ کان پاڻ پلی ٿو.

# ڪين نهار

تون بي ڏي ڪين نهارا
پيارا ! ڪر پريوءَ سان پيار.

١. لوڪن ڏي تو گهڻو نهاريو،
نير اکين مان ڪيڏو هاريو،
هڙ حاصل ٿيو ڪجهه به نہ ان مان،
ڪر پريوءَ جو ويچار،
تون بي ڏي ڪين نهارا!

٢. نور اکين جو ڪيڏو نچوئين،
ناحق پنهنجي شڪتي ڪوهين،
گهڻو ڏنو تو، گهڻو پسيو تو،
تو جيڪي ڏنو سو وسار،
تون بي ڏي ڪين نهارا

٣. اکڙيون اتڪن دل تي ڦاسي،
دنيوي رسن ڪان رهہ تون پاسي،
کهنبي جو سپ چٽڪو آهي،
”آشا“ ڪنن مايا جو چار،
تون بي ڏي ڪين نهارا

ويچار ٢٦

آهہ اموليہ امرت ويلو،
امرت ويلي امرت برکي،
جاڳي اُٿي جپ نام سويلو

## ڏڻيءَ کي التجا

ڪجاڻ پياس پوري اُڃايل مان آهيان،
اٿم بک برهه جي بکايل مان آهيان.

١. وڪارن جي ميلي ٻر گم ٿي ويس مان،
ونيءَ حل تون هٿ سان پٽايل مان آهيان.

٢. جي ڏن عددو اقبال سمورو آ طلسم،
سچو سنگ تنهنجو پنڪيل مان آهيان.

٣. دنيا جي درن تي نه اُڃ بک لهي ٿي،
سهي تون سباهو، سائل مان آهيان.

٤. ڪائي نوڪرون مان آيس تنهنجي درتي،
نه رس منهنجا راڻا ! ستايل مان آهيان.

٥. ڪن پنهنجن پراون ڪيو زخمي آهي،
مهر جي ملم رک گهايل مان آهيان.

٦. عدل ڪر نه سائين، فضل ڪر تون مون تي،
تنهنجي رحم جو ”آشا“ قائل مان آهيان.

ويچار ٢٧

نڪي شان شوڪت پنيان ڊوڙ تون،
اجايو مٿو ڪين ڪي ڦوڙ تون.

# دين ديال ستگر

منهنجو ستگر دين ديال،
لهي ڪيئن نہ ٿو منهنجي سنڀال.

١. سوريءَ مان ڪنڌو ڪري،
دامن ٿو گلن سان ڀري.
آئي وڃدا ٿي تہ ٿري،
سدا منهنجو آ رکپال،
منهنجو ستگر دين ديال.

٢. ڪيڏو مرشد آ مهربان،
لاهي ڪين سگهان احسان،
ڪيائين ڪيڏو رتبو شان،
منهنجو ننگ ٿو ڪٿي ننگپال،
منهنجو ستگر دين ديال.

٣. تنهنکي رڳ رڳ ۾ ساريان،
روئي روئي هنجون هاريان،
سيني صورت مان ڏاريان،
ڏئي نام ڪيو جنهن نهال.
منهنجو ستگر دين ديال.

ويچار ٢٨

جيڪي ٿئي ٿو شڪر ڪر،
صبرشڪر ۾ آنند آهي،
لعل تہ لهندين شڪر صبر ڪر.

# ٻول مٺي ٻاٺي

ٻول سدا مٺي ٻاٺي
مک سان ٻول سدا مٺي ٻاٺي.

١. زبان اگ هيڏي پوءِ بہ آهي،
ڏند اگ آيا، اگ تي پڄاڻي،
مک سان ٻول سدا مٺي ٻاٺي.

٢. نوري نوڙت سبب بڻي،
راڄا جي پٽ راڻي،
مک سان ٻول سدا مٺي ٻاٺي.

٣. ڪانڌ اڳيان سياٽپ نا هلندي،
تي رهج سدا تون نماڻي،
مک سان ٻول سدا مٺي ٻاٺي.

٤. ٻاڙو ٻاٺي ڪين وٺي تو،
ڪيئن ڪوڙي وٺي پلا واڻي!
مک سان ٻول سدا مٺي ٻاٺي.

٥. دل ۾ منڙي واڻي منڙي،
"آشا"تن سان سائين ساٺي،
مک سان ٻول سدا مٺي ٻاٺي.

ويچار ٢٩

موهہ ڏک حو آهہ ڪارڻ، رک نہ ڪنهن ۾ موهہ تون
راهہ سچ حي وٺ سدا، ڪر ڪين ڪنهن سان ڊوهہ تون.

# جهاتي پائين

چو نہ اندر ۾ جهاتي پائين!
ناحق پنهنجا سواس وڃائين!

۱. هرڻ وانگر تون رُڃ ۾ ڀٽڪي،
سهڪي سهڪي اُڃ نہ مٽائين!

۲. چند ڏينهن جو چٽڪو دنيا،
ڪنهن لئہ بنگلا محل اڏائين!

۳. پاڇن پويان ڊوڙي ڊوڙي،
تون چو ٿو ٿاٻا کائين!

۴. ليلا وانگر هار تي هرڪي،
تون پوءِ متان پڇتائين!

۵. موهہ چڪر جي گهيري ۾،
تون پاڻ کي پاڻ ڦاسائين!

۶. ميٺڙي ميٺڙي موڏي مري ويا،
ڏن ستڪرمن ۾ چو نہ لڳائين!

۷. دکين بکين کي سدا سکي ڪر،
رب کي راضي ڪرڻ جي چاهين!

۸. نام جي پونجي سنگره ڪر تون،
توشو تيار ڪرڻ جي چاهين!

۹. ڇڏي خوشامد دنيا جي تون،
چو نہ گڻ گوبند جا ڳائين!

۱۰. پياس جا ڳوڙها ڳاڙج "آشا"،
چو نہ پريتم کي پرچائين!

## مون ۾ عيب

مون ۾ عيب اپار،
ڏس نہ مدايون منھنجون سائين.

١. تو بن منھنجو نہ واهہ وسيلو،
تون منھنجو آڌار - ڏس نہ مدايون...

٢. راضي رهان شل تنھنجي رضا تي،
تون شڪتي ڏي ڏاتار- ڏس نہ مدايون....

٣. ڪهڙي تهڙي آهيان تنھنجي،
تون آهين بخشڻھار-ڏس نہ مدايون....

٤. توکي هرگز ڪين ڀلايان،
رهندي وچ سنسار - ڏس نہ مدايون...

٥. وصل جي خاطر "آشا" ويٺي،
ڏينديں ڪڏهن ديدار-ڏس نہ مدايون...

## دين ديال

داتا آهي دين ديال
ڪيئن نہ لهي تو سڀ جي سنڀال!

١. ڪوليءَ کي ڏئي تو هُڪڻ ڪڻ،
هاٿيءَ کي ڏي تو هُو مڻ مڻ،
پريو پاڻ آهي جڳپال،
داتا آهي دين ديال

٢. ساري دنيا جو آهي خالق،
روزي رسائي سڀ کي رازق،




پاڻ ڪٽي تو ننگ ننگپال،
داتا آهي دين ديال.

۳. چنتائن ڪي چور ڪري چڏ،
من مالڪ سان پنهنجو ڳڍي چڏ،
ائين ڏٺيءَ سان ٿيندو وصال،
داتا آهي دين ديال.

۴. اوت الڪہ جي وٺ تون ”آشا“،
پاڻ پرين ڪندو دور نراشا،
وندج واليءَ سان تون حال،
داتا آهي دين ديال.

## حياتي ۽ جهان

حياتي بي بقاءُ آهي،
نہ جنهن تي ڪو جٽاءُ آهي

۱. بيڙيءَ جو پور آ پيارا،
فنا جو سڀ ستاءُ آهي!

۲. نہ ڏيندو ساٿ ڪو ساٿي
اجايو هيءُ لڳاءُ آهي!

۳. کهنبي جو آهہ سڀ چٽڪو،
سچو جادو ڇُهاءُ آهي!

۴. نوان ناهي نهيل ڊاهي،
سڄڻ جو سڀ لقاءُ آهي!

۵. واريءَ جو هي مڪان آهي،
نہ جنهن تي ڪو ٽڪاءُ آهي!




٦.	ڏٺيءَ جي بندگيءَ ۾ ئي،
سچو "آشا" ھڳاءُ آھي.

## ياد

ڏينھن رات ڪريان توکي ياد،
ڪڏھن اچي ڪندين آباد!

١.	تنھنجي ورھہ ويڳاڻو ڪيو،
منھنجو رت پي سڪجي ويو.
ويران آ دل جي بستي،
ڪڏھن اچي ڪندين تون شاد!

٢.	تڳان تنھنجي سھاري تي،
پوان تنھنجي پناري تي،
ڏس منھنجون مدايون نہ تون،
رکي دور نہ ڪر ناشاد!

٣.	روئان ڪنھنجي اڳيان راتا،
ڪندين تون ئي قدر سياڻا،
منھنجو حال محرم تون ئي،
"آشا" ڪنھن کي ڏيان فرياد!

## ڪلام

عشق الله جي آهي امانت،
تنهن ۾ سالڪ ڪر نه خيانت.

۱. سڀ ۾ مالڪ موجود ڄاڻج.
ڪر نه تون ڪنهن سان ڪڏهن عداوت.

۲. خالق خلق ۾، خلق خالق ۾،
دائم قائم رک تون شناخت.

۳. خالق خلقي ساري خلقت،
خلق جي ڪر تون سدائين خدمت.

۴. حسد عدوات ڇڏي پيارا!
رک سڀ سان ياري ۽ محبت.

۵. درد واري دل جنهنجي "آشا"
تنهن تي آهي رب جي رحمت.

## ساريان ٿو

توکي ور ور ستگر ساريان ٿو،
روئي روئي هنجون هاريان ٿو.

۱. ڪندي ڏيان تنهنجو دل پرجي اڇي،
توکي پل پل پيارا پڪاريان ٿو.

۲. ڏنئه پيار پريتم تو ڪيڏو،
تنهنجو پيار پيئان ۽ پيئاريان ٿو.

۳. لڙڪن جي مالها پيٽ ڏريان،
تنهنجي صورت سيني ڏاريان ٿو.

۴. ست سال سڄڻ ڪيئن گذري ويا،
ويٺو وات وصل جي نهاريان ٿو.
۵. وڙ ڪيڏا تنهنجا "آشا" تي،
هرگز نه سي مان وساريان ٿو.

## ننڊ نه ڪر

تون ننڊ نه ڪر نادان
منڙا ننڊ نه ڪر نادان!
۱. سپني کي ساڀيا ٿو سمجهين،
اهو تنهنجو اگيان،
تون ننڊ نه ڪر نادان!
۲. هي سچ ناهي، هُو سچ آهي،
راجا جنڪ مليو گيان،
تون ننڊ نه ڪر نادان.
۳. موهه رکين ٿو جن ڪٽنبين ۾،
ساڙي ابندءِ شمشان،
تون ننڊ نه ڪر نادان!
۴. سمهندي سمهندي سال ويا گذري،
ڇڏ آلس اي انسان!
تون ننڊ نه ڪر نادان!
۵. دنيا "آشا" مسافر خانو،
تون ڏينهن ٻن جو مهمان،
تون ننڊ نه ڪر نادان!



# پوَن پور

پون پور پل پل پريتم پيارا!
لاڙيان لڙڪ ويني مان ستگر سونهارا.

١. ويا سال گذري اچا ڪين آئين،
ايڏي دير دلبر تون ڇو ٿو لڳائين!
ورهہ ۾ ويڳاڻي، او جيءَ جا جيئارا،
پون پور پل پل پريتم پيارا!

٢. لنونِ ڪانوَ سمجهيم سڄڻ جلد ايندين،
دکي دل کي جانب اچي ڏي تون ڏيندين،
ازل کان اُجايل درشن لئہ دلارا،
پون پور پل پل پريتم پيارا!

٣. منهنجا محب مرشد واساما مان ڳايان،
تون ڇمندين هئين هتڙا سياڳو مان آهيان،
ڏنئہ قرب ڪيڏو منا قرب وارا،
پون پور پل پل پريتم پيارا!

٤. ”آشا“ تي عنايت اچي ڪر تون پنهنجي،
رکج توڙ تائين سڄڻ پت تون منهنجي،
مهروان مرشد ڪندين ٻاجهہ ٻاجهارا،
پون پور پل پل پريتم پيارا!



## سوالي

تو در داتا سوالي آهيان،
تنهنجي ڪرپا پيار مان چاهيان.

۱. جنمن کان سڪ تنهنجي آهي،
ٻي ڪا چاهه اندر ۾ ناهي،
شل تنهنجو درشن پايان!
تو در داتا سوالي آهيان.

۲. ڀئُسو پدارٿ پد دکدائي،
نام تنهنجو آهي سکدائي،
نام جپيان ۽ ٻين کي جپايان،
تو در داتا سوالي آهيان.

۳. توئي ڏني آ مانش ديهي،
جنهن ۾ مليا سک سنهن سيئي،
پهر ائي گڻ تنهنجا ڳايان،
تو در داتا سوالي آهيان.

۴. ساري وس جو تون ئي پالڪ،
"آشا" تنهنجو آهي ٻالڪ،
جنم شيوا ۾ سڦل بڻايان،
تو در داتا سوالي آهيان.

### ويچار ۳۰

تنهنجو منهنجو ڪجهه بي ناهي،
سڀ ڪجهه سائينءَ جو ئي آهي.

# نام سان ورتي

تون نام سان ورتي جوڙ،
من تون پيا سڀ ناتا ٽوڙ

١. سڳا سنبنڌي ساٿ نہ ڏيندءِ،
اَنت ڪال ۾ ڪم نا ايندءِ،
مٿو نہ پنھنجو ڦوڙ،
من تون پيا سڀ ناتا ٽوڙ
من تون نام سان ورتي جوڙ

٢. پتڪي پتڪي عمر وڃايئہ،
سواسن جي پيارا پونجي گنوايئہ،
تون منھن مايا کان موڙ،
من تون پيا سڀ ناتا ٽوڙ
من تون نام سان ورتي جوڙ

٣. ”آشا“ دنيا مان ڪجھہ نہ وٺيندين،
موھہ رکي تون دکي تہ ٿيندين،
تون پاڻي ڪين ولوڙ،
من تون پيا سڀ ناتا ٽوڙ
من تون نام سان ورتي جوڙ

ويچار ٣١

ڪيئن پيا پاڇن پويان ڊوڙن،
منھن مالڪ کان وينا موڙيون.

# سوالي

تو در داتا سوالي آهيان،
تنهنجي ڪرپا پيار مان چاهيان.

۱. جنهن ڪان سک تنهنجي آهي،
ٻي ڪا چاهه اندر ۾ ناهي،
شل تنهنجو درشن پايان!
تو در داتا سوالي آهيان.

۲. پئسو ٻڌارت پڌ ڏکدائي،
نام تنهنجو آهي سکدائي،
نام جپيان ۽ ٻين کي جپايان،
تو در داتا سوالي آهيان.

۳. توئي ڏني آ مانش ديهي،
جنهن ۾ مليا سک سهنج سيئي،
ڀر ائي گڻ تنهنجا ڳايان،
تو در داتا سوالي آهيان.

۴. ساري وس جو تون ئي پالڪ،
"آشا" تنهنجو آهي ٻالڪ،
جنم شيوا ۾ سڦل بڻايان،
تو در داتا سوالي آهيان.

### ويچار ۳۰

تنهنجو منهنجو ڪجهه بي ناهي،
سڀ ڪجهه سائين ۽ جو ئي آهي.

# نامر سان ورتي

توں نامر سان ورتي جوڙ،
مں توں پيا سپ ناتا توڙ

١. سڳا سنبندي سات نہ ڏيندءِ،
انت ڪال ۾ ڪمر نا ايندءِ،
مٿو نہ پنهنجو ڦوڙ،
مں توں پيا سپ ناتا توڙ
مں توں نامر سان ورتي جوڙ

٢. يتڪي يتڪي عمر وڃايئہ،
سواسن جي پيارا پونجي گنوايئہ،
توں منهن مايا کان موڙ،
مں توں پيا سپ ناتا توڙ
مں توں نامر سان ورتي جوڙ

٣. ”آشا“ دنيا مان ڪجهہ نہ وٺيندين،
موهہ رکي توں دکي تہ ٿيندين،
توں پاٿي ڪين ولوڙ،
مں توں پيا سپ ناتا توڙ
مں توں نامر سان ورتي جوڙ

ويچار ٣١

ڪيئن پيا پاڇن پويان ڊوڙن،
منهن مالڪ کان وينا موڙيون.

## طلسم

طلسم ۾ تو سائين ڀلايو،
ناحق پنهنجو پاڻ اڙايو.

۱. سپني کي ساڀيا تو سمجهي،
سپني سان تو نينهن لڳايو.

۲. هرڻ جيان تو رڃ ۾ ڀٽڪي،
جيون ويرٿ پنهنجو وڃايو!

۳. سچ کي ڇڏي ڪيو ڪچ جو سودو،
جنهن مان منڙا ڪجهه نه ڪمايو.

۴. جن لئه ڪوڙ ڪمائڻ ڪيئي،
تن مترن ڀي ڪين نڀايو.

۵. جن سان ڀال ڀلائڻ ڪيڏا،
موت ۾ تن ئي ڪيڏو ستايو!

۶. ياري رک هڪ يار سان پيارا،
جنهنجي عنايت پار لڳايو!

۷. پائي ڏس تون اندر ۾ جهاتي،
”آشا“ دلبر دل ۾ سمايو.

### ويچار ۲۲

لاطمع ٿي رهه دنيا ۾ جي ٿيڻ چاهين سکي،
رک تمنا يار هڪ جي، ڪين ٿيندين تون دکي.

# ڪين رنجاءِ

۱. تون ڪنهنکي ڪين رنجاءِ
تون سڀ سان پيال پلاءِ
۲. سڀ ۾ پريو وياپڪ آهي،
تون ڪنهنکي ڪين ستاءِ.
۳. ڪسو هلي ڪو پڪو هلي ڪو،
تون سڀ سان توڙ نڀاءِ.
۴. هرڻ جيان برپٽ ۾ ڀٽڪي
تون جيون ڪين وڃاءِ.
۵. دک سک ڪرمن جو ڦل آهي،
تون سچا ڪرم ڪماءِ
٦. دنيا مان ڪنهن ڪين وٺيو آ،
تون لنوَ لالڻ سان لاءِ.
۷. هرڪي مايا جي روپن تي،
تون تن سان دل نہ لڳاءِ.
۸. لوڪن جي ڇڏ هاڻ خوشامد،
”آشا“ ڳڻ گوبند جا ڳاءِ.

ويچار ۳۳

جنکي آ ڪِلي ڪنڌ ۾ سي نہ پرين پائين،
ماسو جن نہ ماڻ سي سپرين سيبائين

دادا جشن واسواڻيءَ جي ماتا

## ياپي ڪرشنا ديوي

ياپي ڪرشنا ديوي ڀڳتياڻي،
ڀڳتيءَ ۾ ينل سدا سنتياڻي.

۱. ڏنو پيار سڀن کي تو پياري،
ساري توکي سنگت ٿي اَج ساري.

۲. هئي مشڪ تنهنجي منهن ۾ دائم،
ها انت ويلي تائين هئي قائم.

۳. تو رب جي رضا تي راضي رهي،
پئي خوشيءَ خوشيءَ سان پيڙا سهي.

۴. ڇڏي موهه ممتا هو تو ناتو،
پيچ پنهنجي پرينءَ سان تو پاتو.

۵. ڪرشن جو سدا تصور تو ڪيو،
دکہ ديھہ جو توکان پلجي ويو.

۶. تنهنجي نئنن ۾ نندلعل وسيو،
تو آتم پد ۾ ديرو آڏيو.

۷. ڪٿ سڦلي ٿي تنهنجي ماتا،
ڏنئہ سنت سچان جشن دادا.

۸. جنهن جي درشن سان دکہ دور ٿين،
اهڙا جوڳي جانب جيئندا رهن.

۹. ڪن روشن راهہ هزارن جي،
ڪن پياس ٿا پوري پيارن جي.
اولاد جڻي جنهن ماءُ اِها،
ڏنيہ ڏنيہ تہ ”آشا“ چئبي سا!

# ماءُ

١. ماءُ تہ منهنجي ماءُ،
ڪري صدقي مون لئہ ساهہُ.

٢. چر آندي جي آ تڪي،
بيءَ نہ اچي ڪو تاءُ!

٣. ممتا جو آ روپ،
بيءَ نہ اچي کھڪاءُ.

٤. ڪيڏا سنائين سور،
جئن لڳي نہ ڪوسو واءُ.

٥. ننڊون ڦٽائي پنهنجون،
لڏائين منهنجو سُڏ سماءُ.

٦. تن کي ڏيئي تسيا،
ڪيائين منهنجو بچاءُ.

٧. وڃ نہ وسارج تنهن جا،
ڪر خدمت تنهن جي اتاهہُ.

٨. ماءُ وري نا ملندءِ،
تون پوءِ ڪندين پڇتاءُ!

٩. جيئري تنهن جو قدر ڪر،
تہ نڪري نيڪي هڳاءُ.

١٠. امڙ جي آسيس سان،
”آشا“ ڪٽي ويندين داءُ.

١١. مات چرنن ۾ سرڳ آ،
آهہ ان ۾ ڪين وڏاءُ.

دادا جشن واسواڻيءَ جي ماتا

## پاپي ڪرشنا ديوي

پاپي ڪرشنا ديوي ڀڳتياڻي،
ڀڳتيءَ ۾ پنل سدا سنتياڻي.

١. ڏنو پيار سڀن کي تو پياري،
ساري توکي سنگت ٿي آهي ساري.

٢. هئي مشڪ تنهنجي منهن ۾ دائم،
حا انت ويلي تائين هئي قائم.

٣. تو رب جي رضا تي راضي رهي،
پئي خوشيءَ خوشيءَ سان پيڙا سهي.

٤. جڏهن موهه ممتا جو تو ناتو،
پيچ پنهنجي پريتءَ سان تو پاتو.

٥. ڪرشن جو سدا تصور تو ڪيو،
دکہ ديهہ جو توکان پلجي وبو.

٦. تنهنجي نئنن ۾ نندلعل وسيو،
تو آتم پد ۾ ديرو آڏيو.

٧. ڪڪ سڦلي ٿي تنهنجي ماتا،
ڏنئہ سنت سجان جشن دادا.

٨. جنهن جي درشن سان دک دور ٿين،
اهڙا جوڳي حانب جيئندا رهن.

٩. ڪن روشن راهہ هزارن جي،
ڪن پياس ٿا پوري پيارن جي.

١٠. اولاد جڻي جنهن ماءُ اِها،
ڏيہ ڏنيہ تہ ”آشا“ جُڳي سا!

# ماءُ

١. ماءُ تہ منھنجي ماءُ،
کري صدقي مون لئہ ساھُ.

٢. ڇر آندي جي آ ٽڪي،
ٻيءَ نہ اچي ڪو تاءُ!

٣. ممتا جو آ روپ،
ٻيءَ نہ اچي کھٽاءُ.

٤. ڪيڏا سنائين سور،
جئن لڳي نہ ڪوسو واءُ.

٥. ننڊون ڦٽائي پنھنجون،
لڏائين منھنجو سُڏ سماءُ.

٦. تن کي ڏيئي تسيا،
ڪيائين منھنجو بچاءُ.

٧. وڙ نہ وسارج تنھن جا،
ڪر خدمت تنھن جي اٿاھُ.

٨. ماءُ وري نا ملندءِ،
تون پوءِ ڪندين پڇتاءُ!

٩. جيئري تنھن جو قدر ڪر،
تہ نڪري نيڪي ھڳاءُ.

١٠. امڙ جي آسيس سان،
"آشا" ڪٿي ويندين داءُ.

١١. مات چرنن ۾ سرڳ آ،
آھہ ان ۾ ڪين وڏاءُ.

دادا جشن واسواڻيءَ جي ماتا

## ڀاڀي ڪرشڻا ديوي

ڀاڀي ڪرشڻا ديوي ڀڳتياڻي،
ڀڳتيءَ ۾ ڀنل سدا سنتياڻي.

١. ڏنو پيار سيڻ کي تو پياري،
ساري توکي سنگت ٿي اَج ساري.

٢. هئي مشڪ تنهنجي منهن ۾ دائم،
حا انت ويلي تائين هئي قائم.

٣. تو رب جي رضا تي راضي رهي،
پئي خوشيءَ خوشيءَ سان پيڙا سهي.

٤. ڇڏي موهه ممت حو تو ناتو،
پيچ پنهنجي پريءَ سان تو پاتو.

٥. ڪرشن جو سدا تصور تو ڪيو،
دکه ديهه حو توکان پلڪي ويو.

٦. تنهنجي نئنن ۾ نندلعل وسيو،
تو آتم پد ۾ ديرو اَڏيو.

٧. ڪڪ سڦلي ٿي تنهنجي ماتا،
ڏنئه سنت سڄان جشن دادا.

٨. حنهن جي درشن سان دک دور ٿين،
اهڙا حوڳي حانب جيئندا رهن.

٩. ڪن روشن راهه هزارن جي،
ڪن پياس .ٿا پوري پيارن جي.

١٠. اولاد جڻي حنهن ماءُ اِها،
ڏنيه ڏنيه ته" آشا" چئبي سا!

# ماءُ

١.    ماءُ تہ منھنجي ماءُ،
کري صدقي مون لئہ ساھُہ.
٢.    چر آندي جي آ تڪي،
ٻيءَ نہ اچي ڪو تاءُ!
٣.    ممتا جو آ روپ،
ٻيءَ نہ اچي ڪھڪاءُ.
٤.    ڪيڏا سنائين سور،
جئن لڳي نہ ڪوسو واءُ.
٥.    ننڍون ڦٽائي پنھنجون،
لڏائين منھنجو سُڌ سماءُ.
٦.    تن ڪي ڏيئي تسيا،
ڪيائين منھنجو بچاءُ.
٧.    وڃ نہ وسارج تنھن جا،
ڪر خدمت تنھن جي اتاھُہ.
٨.    ماءُ وري نا ملندءِ،
تون پوءِ ڪندين پڇتاءُ!
٩.    جيئري تنھن جو قدر ڪر،
تہ نڪري نيڪي ھڳاءُ.
١٠.    امڙ جي آسيس سان،
”آشا“ ڪٿي ويندين داءُ.
١١.    مات چرنن ۾ سرڳ آ،
آھہ ان ۾ ڪين وڌاءُ.

دادا جشن واسواڻيءَ جي ماتا

# ڀاڀي ڪرشنا ديوي

ڀاڀي ڪرشنا ديوي ڀڳتياڻي،
ڀڳتيءَ ۾ ڀنل سدا سنتياڻي.

١. ڏنو پيار سڀن کي تو پياري،
ساري توکي سنگت ٿي اڄ ساري.

٢. هئي مشڪ تنهنجي منهن ۾ دائم،
حا انت ويلي تائين هئي قائم.

٣. تو رب جي رضا تي راضي رهي،
پئي خوشيءَ خوشيءَ سان پيڙا سهي.

٤. ڇڏي موهه ممتا جو تو ناتو،
پيچ پنهنجي پريتءَ سان تو پاتو.

٥. ڪرشن جو سدا تصور تو ڪيو،
دکر ديهه جو توکان پلجي ويو.

٦. تنهنجي نئنن ۾ نندلعل وسيو،
تو آتم پد ۾ ديرو آڏيو.

٧. ڪڪ سڦلي ٿي تنهنجي ماتا،
ڏنئہ سنت سڄان جشن دادا.

٨. جنهن جي درشن سان دک دور ٿين،
اهڙا جوڳي جانب جيئندا رهن.

٩. ڪن روشن راهه هزارن جي،
ڪن پياس ٿا پوري پيارن جي.

١٠. اولاد جڻي جنهن ماءُ اِها،
ڏنيہ ڏنيہ ته "آشا" چئبي سا!

# ماءُ

١. ماءُ تہ منهنجي ماءُ،
کري صدقي مون لئہ ساهہُ.

٢. ڄر آندي جي آ تکي،
ٻيءَ نہ اچي کو تاءُ!

٣. ممتا جو آ روپ،
ٻيءَ نہ اچي کهکاءُ.

٤. کيڏا سنائين سور،
ڄڻن لڳي نہ کوسو واءُ.

٥. ننڊون ڦٽائي پنهنجون،
لڏائين منهنجو سُڏ سماءُ.

٦. تن کي ڏيئي تسيا،
کيائين منهنجو بچاءُ.

٧. وڃ نہ وسارج تنهن جا،
کر خذمت تنهن جي اتاهہُ.

٨. ماءُ وري نا ملندءِ،
تون پوءِ کندين پڇتاءُ!

٩. جيئري تنهن جو قدر کر،
تہ نکري نيکي هڳاءُ.

١٠. امڙ جي آسيس سان،
"آشا" کئي ويندين داءُ.

١١. مات چرنن ۾ سرگ آ،
آهہ ان ۾ کين وڏاءُ.

# محب منو

محبوب منو،
مون سان چو آ رُنوا

١. ٻڪ آهي مون ۾ هوندي ڪاڻ،
نت چو تو رهي پري پريتم ٻاڻ،
ويا ورهيه لنگهي منهن ڪين ڏنو،
محبوب منو، مون سان چو آ رُنوا

٢. مان ڪانڌ هوندي چو ڏهاڳڻ ٿيان،
ڪدو قياس سدائين سهاڳڻ ٿيان،
آهي سورن ۾ مون ڪافي سنو،
محبوب منو، مون سان چو آ رُنو،

٣. هڪ ساعت جنهن ڪان ڪين سري،
ايندو "آشا" تي ڪڏهن ڪحل ڪري،
آهي دلبر جنهنجي قرب ڪنو،
محبوب منو، مون سان چو آ رُنوا

# درد جو دارون

درد جو دارون پيئان
مان جيجل درد جو دارون پئان

١. محب منو ڪڏهن اڱڻ ۾ ايندو
جنهن لئه تي مان جيئان
درد جو دارون پيئان -

٢. لوڪ چون ٿا آ مستاني
ڪل تن کي کھڙي ميئان!
درد جو دارون پيئان !
٣. برھ جي ماري ورھ ويڳاڻي
شل دلبر ويجھو ٿيئان!
مان درد جو دارون پيئان.
٤. وِٽي وِڏي جن وصل ۾ ”آشا“
تن کھڙيون مياريون ڏيئان
مان درد جو دارون پيئان.

## ڀڳت ڪنوررام

سدا ياد تون رھندين يار ڪنور،
آھي تن ۾ تنھنجي تنوار ڪنور!
١. او سنڌين جا پيارا گائڪ!
او سنڌ جي ڀڳتن جا نائڪ!
سنڌي قوم جو تون سينگار ڪنور،
سدا ياد تون رھندين يار ڪنور.
٢. لولا لنگڙا توکي ياد ٿا ڪن؛
توکي ياد ڪري ٿا سڏڪا ڀرن؛
لھي ڪير اُنھن جي سار ڪنور؛
سدا ياد تون رھندين يار ڪنور.
٣. تو غيرن کي ڀي پنھنجو ڪيو،
تنھنجي قرب اڳيان ھرڪو ٿي نميو،
درويش ھئين دلدار ڪنور؛
سدا ياد تون رھندين يار ڪنور.

## محب منو

محبوب منو،

مون سان چو آ رُنو!

١. يڪ آهي مون ۾ هوندي ڪاڻ،

نت چو تو رهي پري پريتم پاڻ،

ويا ورهيہ لنگهي منهن ڪين ڏنو،

محبوب منو، مون سان چو آ رُنو!

٢. مان ڪانڌ هوندي چو ڏهاڳڻ ٿيان،

ڪندو قياس سدائين سهاڳڻ ٿيان،

آهي سورن ۾ مون ڪافي سنو،

محبوب منو، مون سان چو آ رُنو،

٣. هڪ ساعت جنهن ڪان ڪين سري،

ايندو "آشا" تي ڪڏهن ڪهل ڪري،

آهي دلبر جنهنجي قرب ڪنو،

محبوب منو، مون سان چو آ رُنو!

## درد جو دارون

درد جو دارون پيئان

مان جيجل درد جو دارون پيئان

محب منو ڪڏهن اڱڻ ۾ ايندو

جنهن لئہ تي مان جيئان

درد جو دارون پيئان ۔

٢. لوڪ چون تا آ مستاني
ڪل تن کي ڪهڙي ميئان!
درد جو دارون پيئان !
٣. برهہ جي ماري ورهہ ويڳاڻي
شل دلبر ويجهو تيئان!
مان درد جو دارون پيئان.
٤. وِتي وِڏي جن وصل ۾ ”آشا“
تن ڪهڙيون مياريون ڏيئان
مان درد جو دارون پيئان.

# ڀڳت ڪنورام

سدا ياد تون رهندين يار ڪنور،
آهي تن ۾ تنهنجي تنوار ڪنور!
١. او سنڌين جا پيارا ڳائڪ!
او سنڌ جي ڀڳتن جا نائڪ!
سنڌي قوم جو تون سينگار ڪنور،
سدا ياد تون رهندين يار ڪنور.
٢. لولا لنگڙا توکي ياد تا ڪن؛
توکي ياد ڪري تا سڏڪا ڀرن؛
لهي ڪير اُنهن جي سار ڪنور؛
سدا ياد تون رهندين يار ڪنور.
٣. تو غيرن کي پي پنهنجو ڪيو،
تنهنجي قرب اڳيان هرڪو تي نميو،
درويش هئين دلدار ڪنور؛
سدا ياد تون رهندين يار ڪنور.

۴. تون نياز ۽ نوڙت جي مورت،
تون گيان ۽ ڀڳتيءَ جي صورت،
او تتل هيئين جا ٺار ڪنور؛
سدا ياد تون رهندين يار ڪنور.

۵. تو پيتو شهادت جام مٺا،
جپيو آخر تائين رام مٺا،
لڙڪ لاڙي "آشا" نر ٺار ڪنور؛
سدا ياد تون رهندين يار ڪنور.

## امرت ويلي

امرت ويلي جاڳي جاڳي،
گڻ گوبند جا ڳاءِ مٺا!

۱. گڻ گوبند جا ڳاءِ مٺا تون،
سائينءَ کي سرچاءِ مٺا!

۲. مانش ديهي اُتم ديهي،
وبرٿ ڪين وڃاءِ مٺا!
گڻ گوبند جا ڳاءِ مٺا!

۳. مايا جي پرپنچ ۾ اٽڪي،
مالڪ کي نہ ڀلاءِ مٺا!
گڻ گوبند جا ڳاءِ مٺا!

۴. جن پيي پاتو جاڳي پاتو،
اُٺي رانول کي ريجهاءِ مٺا!
گڻ گوبند جا ڳاءِ مٺا!

۵. "آشا" پلو جي پنهنجو چاهين،
پريوءَ کي پرچاءِ مٺا!
گڻ گوبند جا ڳاءِ مٺا!

# مڃ منٿ

مڃ منٿ منهنجي مالڪ

ڏي نام پنهنجي جو دان.

ڏي نام پنهنجي جو دان،

پنهنجي چرڻن جو ڏي ڌيان.

١. اوديا جي اوندهه ۾

ڪيڏا ڪانوان ٿو ٿاپا،

ڪر راهه روشن منهنجي،

ڏئي مونکي آتم گيان ،

ڏي نام پنهنجي جو دان.

٢. مون ۾ ڪيئي برايون تي،

ڏس ڏوهه نه تون منهنجا،

آسيس اهڙي تون ڪر،

جئن بڻجان مان گڻوان،

ڏي نام پنهنجي جو دان.

٣. سنگ دنيا جا ڪُوتا،

مليو جن مان دک ئي دک،

سک تنهنجي چرڻن ۾،

چمان چرڻ تنهنجا ڀڳوان!

ڏي نام پنهنجي جو دان.

٤. ڏي سمت سچي سائين!

ڏي صحت سني سائين !

حپيان نام، ڪيان شيوا،
ڪر ديا اهڙي دياوان!
ڏي نام پنهنجي جو دان.
٥. ڪيئي جنم منهنجا گذريا،
نه ٿي پياس پوري منهنجي،
ڪر ”آشا“ پوري منهنجي،
ڏئي درشن جو وردان.
ڏي نام پنهنجي جو دان.

## سنگرو سوامي شانتي پرڪاش مهاراج

سوامي شانتي پرڪاش سونهارو،
رهيو جڳت ۾ حق ڪان نيارو.
١. دکين بکين جي سار لڏائين،
پکين پسن کي پيار ڏنائين،
هو لکن دلين جو سهارو،
سوامي شانتي پرڪاش سونهارو.
٢. ست نام ساکي منتر جپائي،
حئه شري ڪرشن منتر چوائي،
ڪيائين دور اگيان انڌارو،
سوامي شانتي پرڪاش سونهارو.



٣. گيان سندو گلزار سوامي،
پريم جو هو اوتار سوامي،
هو ڀڳتيءَ جو ڀنڊارو،
سوامي شانتي پرڪاش سونهارو.

٤. ڪرم يوگي هو سنت لاثاني،
چمڪي سدائين سندس پيشاني
"آشا" جي اکين جو تارو،
سوامي شانتي پرڪاش سونهارو،

## ڪروڌ

ڪروڌ کان پيارا ڪر تون ڪنارو،
ڪروڌ مان ٿئي نقصان پيارا!

١. ڪروڌ ڪرڻ سان وروڌ وڌي ٿو،
وروڌ مان جهڳڙو جهيڙو ٿئي ٿو،
صبر ۾ تنهنجو شان پيارا!

٢. ڪروڌ جي اڳني ڪٿ نہ جلائي،
تن من کي بيمار بڻائي،
پهچائي شمشان پيارا!

٣. ڪروڌ ڪري ڪنهنجي دل نہ دکائج،
وات ڪميا جي تون اپنائج،
اِهو سنتن جو گيان پيارا!

٤. آڻ مڇي جو غم تو ڪائي،
ڪروڌ تي جيڪو جيت تو پائي،
سوئي سچو ودوان پيارا!





# تنهنجي در بڪاري

تنهنجي در تي ستگر ماڻ آهيان بڪاري.
ٻج پاند پالهو ڏئي نينهن نهاري.
آنءُ اڻ تارو آهيان ۽ ٻيڙي پراڻي.
جيڪو شرڻ ۾ آيو تنهنجي ٻيڙي تاري.
نڪي لهر لوڏو نه لڳي واءُ ڪوسو،
تنهنجي مهر جنهن تي، تنهن جي سر آ ساري
سوريءَ مان ڪندو هڪ تون سائين ڪرين ٿو،
تو پنهنجي پيارن جي آفت آ ٽاري.
هنا بندگي جي آ زندگي اجائي،
وڃايم اجائي عمر ائين ساري.
ٻوليان تنهنجي لئه مان لڙڪن جي مالها،
ڀريان شل قبول، روئان زاري زاري!
"اشا" ٻهاس آهي، پسان توکي پريتم،
ورهه ۾ وڇڙائي، عمر آ گذاري!

# راڪو پيڳوان

تنهنجو راڪو آ پيڳوان،
ڪرين تو چنتا ڇو انسان!

۱. دروپديءَ جي لاڄ رکيائين،
دروپهلاج جي رکشا ڪيائين.
جن ڀي پريم سان ڪيس پڪاريو،
ڏنائين نوَجيوَن جو دان،
تنهنجو راڪو آ پيڳوان.

۲. جل ٿل نڀ چر جيو اُپايا،
آد جڳاد ڪان پريوءَ نپايا،
هڪ هڪ جي هوُ سار لهي ٿو،
ڪيڏا سندس آهن احسان!
تنهنجو راڪو آ پيڳوان.

۳. نربل جو بل آهي رام،
سندس چرڻن ۾ وٽ وشرام،
وار ونگو تنهنجو ڪين ڪي ٿيندو،
پريو آ سڀ ڪان وڏ بلوان،
تنهنجو راڪو آ پيڳوان.

۴. ''آشا''پريوءَ جي شرڻ ونڃ تون،
پورو ڀروسو تنهن ۾ رکڄ تون.
سڪ سان سڏڙا سدا ڪندو رهه،
اڇي مهر ڪندو تو تي مهرَوان،
تنهنجو راڪو آ پيڳوان!

## اچا ڪڏهن!

رام ڄڻ جي محل اِها تي،
پوءِ پيارا پڇتائيندين!

۱. جڪي ڪرتوتي ڪر هاٿي،
ڪين ڪي رک تون ڪڏهن ساٿي،
ڪڏهن ساٿي ڪين ڪي ايندي،
حال ۾ سب ڪهه پائيندين.

۲. مايا جي پرپنچ ۾ اٽڪي،
ترشنڪو وانگر تو لٽڪي،
سواسن جي ڪيڏي پونجي وڃائيڻ،
تون باقي پي ڇا وڃائيندين!

۳. سمرڻ ۾ ڪر سواس سڄايا،
سڦلي ڪر شيوا ۾ مايا،
مڌر مڌر گوبند جو نام،
ڪڏهن احا تون ڳائيندين!

۴. شڀ ڪرمن جي پوک تون پوکج،
جمون ”آشا“ پسهنجي موکج،
گذري گهڙي بچي باقي ٿوري،
ڪڏهن لنو لعلڻ سان لائيندين.

# آءُ شيام!

آءُ شيام! آءُ شيام!
مذر مذر آ تنهنجو نام.

١. برج گوڪل ۾ راس رچائي،
گوپين جي چِڏي سُرت ڀلائي،
هئين جادوگر گهنشيام!
آءُ شيام! آءُ شيام!

٢. گوپيون گوال تا توکي سارين،
هنجون هاريندي توکي پڪارين،
اچي پريم جو ڏج پيغام!
آءُ شيام! آءُ شيام!

٣. "آشا" تنهنجي درشن جي آهي،
درشن ڏئي وڃ پياس بجهائي،
تون آهين سکن جو ڌام!
آءُ شيام! آءُ شيام!

# روئان زار زار

اکين آب آڻي روئان زار زار،
ڪري ڪير پريتم مونکي پيار!

١. وئين اهڙي هنڌ تون نه پهچي سگهان جت،
ڪريان ڪيئن دلبر تنهنجو مان ديدار.

٢. لطف ڪين مونکي اچي ڪنهن به شيءِ مان،
منهنجا محب منڙا اچي لهه تون سار!

۳. نکي يوڳ ڄاڻان سماڌي لڳائي،
ستل آهيان ننڊ ۾ اچي تون اُٿار.
۴. منهنجو روح پياسي ازل جي آسان،
اچي پيار پنهنجو وري تون پيئار.
۵. ورهه ۾ ويڳاڻي "آشا" گيت ڳايان،
وڄايان مان تن جي تنبوري جي تار.

## من جو منٿن

من پنهنجي جو ڪر تون منٿن،
مٽجي ويندء من جي اُلجھن.
۱. چنتائون ڪن ٿيون چڪناچور
هڪ پريوء جو ڪر تون چنتن
۲. ڪي ڪم ٻرين ڪي ڄم ٻرين،
ڪم لاءِ ڪيئن پاسو ڪن.
۳. گونگو ٿي تہ گذارج جڳ ۾،
ٻوڙا تنهنجي ڪونہ ٻڌن.
۴. ڪوڙي ٻي هڪ ڪٽي نہ سگهندين،
ڪنهن لاءِ ميڙين ايڏو ڌن.
۵. باهر ڀٽڪي سواس وڃايئہ،
دلبر جو ڪر دل ۾ درشن
۶. نام سان ورتي "آشا" جوڙ،
حي تون چاهين رهڻ تہ پرسن.

# سنگرو سوامي سروانند مهاراج

سوامي سروانند سونهارو،
ويو واهه جو وڃائي وارو

١. اگيانين کي گيان ڏنائين،
تن کي نام جو دان ڏنائين
هيو ڀڳتيءَ جو ڀنڊارو،
سوامي سروانند سونهارو.

٢. شري ست نام ساکي جپيو جپايو،
پريم پرڪاش جو پش ڦهلايو.
ڪيو پريمين جو تہ نيتارو،
سوامي سروانند سونهارو.

٣. دکڙا دکين جا دوري ڪيائين،
خاليون جهوليون سڀ جون ڀريائين،
هيو نبلن جو تہ سهارو.
سوامي سروانند سونهارو.

٤. ”آشا“ سندن گڻ گيت تو ڳائي.
سنگت ساري تي جنم ملهائي.
هيو لکن دلين جو دلارو،
سوامي سروانند سونهارو.

## هٿين خالي

هٿين خالي آئين، هٿين خالي ويندين!
سڄي پي تون حڪڙي حتان ڪين نيندين!

۱. دکي پياسي پيارا دعائون تہ ڏينديءِ،
پريل ڪوهہ مان جيءتون بين کي پريندين.

۲. پريوءَ جي امانت ورحائج ولش ۾،
ڪندين جي خيانت دکي ڏاڍو ٿيندين،

۳. رکي موهہ حن لئہ تو مايا آ ميڙي،
ڏيندءِ ڏنپ سيئي ڪجهہ نا وٺيندين!

۴. جيڇ نام مک سان ۽ ڪيچ دان هٿ سان،
سکي ٿيندين ”آشا“ جي سک بين کي ڏيندين.

## سک جي مالحا

پريتم تنحنجي ورهہ ۾ سک جي مالحا سوريان،
سک جي مالحا سوريان چاهہ جو چنگہ مان چوريان.

۱. تات طلب تنحنجي آهہ، شل وات وصل جي وري،
ملندين محب مٺا تون ڪڏهن تو لئہ ڏونگر ڏوريان.

۲. تو بن ڪونحي واه وسيلو، هلي نہ منحنجو ڪوئي حيلو،
دل تہ ڏني مون دلبر توکي بيو حال ڪنهن سان اوريان.

۳. تو حي پيئاريون پريہ پياليون تن جي”آشا“پياس آ،
جانب حلدي آءُ تون سي ڪحهہ توتان واريان.

# رهڻو ناهہ!

لکين لوڪ چمن ۾ مرن گهر گهر جي ڪهاڻي آ!
هت رهڻو ڪنهنکي ناهہ هرڪنهنجي پڄاڻي آ !

١. ڪو راجا هجي يا رنڪ. ڪو پير هجي يا فقير،
چڏي ڪال نہ ڪنهنکي تو، دنيا تہ ويراني آ !

٢. هي جڳت متيا آهي، ڪوئي قائم ڪين رهي
ساپيا سپنيءَ کي سمجهڻ ڪيڏي تہ ناداني آ !

٣. ڪيو ڪال کي راوڻ وس، پر وس نہ سندس هليو،
نڪي جاءِ ڏسي ويلا، ڪيڏي تہ حيراني آ!

٤. ڪل ڪال جي ڪنهنکي ناهہ ڪڏهن ڪڙڪي اچي سرتي،
ويا رشي مني چوندا ساري دنيا فاني آ.

٥. جيڪي ڪرتوتي ڪر هاڻ، ڏني ڪين سياڻي ڪنهن!
ياڳن سان ملي توکي منش ديهہ لاثاني آ !

٦. جو ياندو بڻيو "آشا" سو نيٺ تہ پڇڻو آ،
ست ڪرم ڪري وٺ تون، سنتن جي زباني آ.

# بيت

وعظ ڪن وحدت جا غير اندر ڏارين،
من کي نا مارين هوڪا ڏين حق جا.

١. هوڪا ڏين حق جا، حق نہ سڃاڻين،
جي پاڻ نہ پڇاڻين، تن ڪهڙي ڪل الله جي.

٢. تن ڪهڙي ڪل آلله جي، سڏون ڪن سڏڙيا،



ملیا منجھہ اڙیا، سي نہ ملیا محبوب سان.

۲. ملیا ڪین محبوب کي جي ڪپر ڪارون ڪن،
میھار جنین من، سي بنا ترھی پار پیا.

## برھہ گیت

پل پل پور پچایان ویني،
گیت برھہ ھا ڳایان ویلي!

۱. تن جي تندن کي تارون بڻائي،
سڪ جو ساز وڄایان ویني!

۲. ایندو ڪڏھن پریتم مون وٽ؟
ھر ھر جھاتیون پایان ویني!

۳. درد جو دیپڪ باری دل ۾،
حیون حوت جلایان ویلی!

۴. ساجن بن ڪو چئن نہ آھي،
گنگا یمنا وھایان ویني!

۵. نیڻ ڏین نیڻن کي نیاپا،
ویل اُھا واجھایان ویني!

۶. سورن سان مان سات نیائي،
دل پنھنجي بھلایان ویني!

. راھہ پڇائي، وات نھاری،
ڪیئی ڪانگہ اُڏایان ویلي!
"آشا" اندر ۾ رکي ملڻ حب،
من پنھنجو پرچایان ویلی!




# سچا سالڪ

عشق عبادت آهي جن جي پريتم ڪي سي پائن تا،
سيئي پدارت ترڪ ڪري هڪ سائين ڪي سي ڌيائن تا.

١. نام نشي ۾ مست رهي سي الک جي جوت جڳائن تا،
پيار جي ڪوري ۾ سي عاشق پنهنجو پاڻ پچائن تا.

٢. نفس پنهنجي کي ناس ڪري هوُ قرب جي ڪفني پائن تا.
ٿوڙي ٽڳا هن دنيا سان هڪ رانول کي ريجهائن تا.

٣. پڙهي الف جو اکر صرف هڪ الف کي دل سان هنڍائن تا،
نڪ اکيون ڪن بند ڪري پوءِ لنو لولڻ سان لائن تا.

٤. لوڪ يلي پيو ڳلا ڪري پر برو نه ڪنهنکي پائن تا،
ڪثرت مان وحدت ۾ آيا هستي پنهنجي متائن تا.

٥. روڪي پراڻ سي پنهنجا پريمي دسوين دوار چڙهائن تا،
دلبر جو ديدار ڪري هوُ انحد آنند پائن تا.

٦. جاڻ هوندي اڻجاڻ سڏائي پنهنجو پاڻ لڪائن تا،
شڪتشالي سي آهن هردم جي جيئري پاڻ متائن تا،

٧. امر سي عاشق آهن هردم جي سر جو داءُ لڳائن تا،
تات نه تن کي ٻي "آشا" هڪ سوڊل کي سرچائن تا.

پڪار

ڳلن ڳوڙها ڳاڙي مان تو لئہ پڪاريان
ڪڏهن ملندين راٽا مان تو لئہ نهاريان

آليون اکيون منهجون سڄڻ توکي چاهن
بنا تنهنجي دلبر ويڳاڻيون سي آهن!




# من کي سڌار

من پنھنجي کي تون تہ سڌار،
ھن کي سڌاري ڪين تون سگھندين!

۱. من جيتي جڳ جيت چون ٿا،
من کي ماري مات ھي ڪن ٿا.
تن ھي جڳ ۾ جڻ جڻڪار،
من پنھنجي کي تون تہ سڌار.

۲. ھوڙا بڌندءِ ڪير ڪي تنھنجي،
سنگدل سٽندءِ ڪين ڪي ڪنھنجي،
بول نہ ڪچھہ، ڪر ڪن لاٿارا
من پنھنجي کي تون تہ سڌار.

۳. ”آشا“ڪنھن سان بحث نہ ڪر تون،
آڻ مھي ڪر شڪر شڪر تون!
محبت جي مستيءَ ۾ گذار،
من پنھنجي کي تون تہ سڌار.

ويچار ۳۴
ڪيڏا يي تون ڪيس لڳائين
نيٺ تہ ٿيندا اڇا وار،
نقلي چھرو نقلي رھندو،
ڪيڏا بي تون ڪرين سنگار

# دادا ساڌو واسواڻي

پيارا دادا ! توکي نمسڪار
وار وار نمسڪار

١. گيان جي دادا تو جوت جڳائي،
سمرڻ سنيهہ جي راهہ بتائي،
هئين عشق جو تون اوتار،
پيارا دادا ! توکي نمسڪار.

٢. دور ڪيا دکہ تو دکين جا،
پيٽ ڀريا تو پيٽ بکين جا،
هئين بيواهن جو تون آڌار،
پيارا دادا! توکي نمسڪار.

٣. پڳت سچو ودوان گياني،
فيلسوف شاعر لاثاني،
تنهنجو جاتيءَ تي اُپڪار،
پيارا دادا! توکي نمسڪار.

٤. ستلن کي دادا تو جڳايو،
جيوَ ديا جو سنديش سڻايو،
ڏنئہ پسن پکين کي پيار،
پيارا دادا! توکي نمسڪار.

٥. سنڌڙيءَ جو تون سنت سونهارو،
ديش وديش ۾ تئين هاڪارو،
ڀڳتيءَ جو هئين تون ڀنڊار،
پيارا دادا! توکي نمسڪار.

٦.  مايا سان تو ناتو ٽوڙيو،
جيءَ جانب سان جاني جوڙيو،
’انجليءَ‘جو تون ڪانڌ پتار،
پيارا دادا توکي نمسڪار.

٧.  دادل شاهہ تنهنجو جنم ملهايون،
تنهنجي ڳڻن جا گيت ٿا ڳايون،
’آشا‘پايون توکي حب جو هار،
پيارا دادا ! توکي نمسڪار.

## رحم وارا

ڪجاءِ رحم رحمي رحم وارو آهين،
سوريءَ مان تہ ڪندو تون ئي تو ٻڌائين.

١.  تنهنجي مهر جنهن تي نہ تنهن لهر لوڏو،
تنهن جي ٻيڙي سائين ڪناري لڳائين

٢.  نہ واهہ وسيلو، هلي ڪين حيلو
ڪري وڙ تون والي، منزل پڄائين.

٣.  سويرو اُٿي مان جپيان نام تنهنجو
سمت اهڙي سائين ڏي تون سدائين

٤.  سين ۾ سدا مان پسان ’آشا‘ توکي،
ڪريان سڀ جي خدمت عرض هي اُنائين.

# سوامي ٻوڌراج

١. سنت سوامي ٻوڌراج تون اوچ ڪوٽيءَ جو ڪوي،
تون اُتي پهچي وئين جت نہ پهتو آ روي.
٢. پاڻ ۾ پيهي ڪري تو ڪيو ساڪياتڪار،
ڏيهہ ۾ ڏاتر ڏسي، تو ڏنو سڀ کي پيار.
٣. علم کي آڻي عمل ۾ پنهنجو ڪيو ٻيڙو تو پار،
ٻين جي ٻيڙيءَ لاءِ خود تون ٿئين روشن منار.
٤. تو ڇڏي اهنڪار کي پاتو حليمائيءَ جو هار،
گيان جو گلزار هئين ۽ ڪرم يگتيءَ جو ينڌار.
٥. تو ڪنول گل جيان گذاري ٻوڌ ساري زندگي،
گرهست ۾ رهندي ڪئي پريوءَ جي پيارا بندگي.
٦. اڄ بہ سچو ساٿي تنهنجو راهہ تو روشن ڪري،
تنهنجي واٽيءَ جي شمع "آشا" اُدب ۾ ٿي ٻري.

## بيت

دلبر دادل شاهہ هئين عشق سندو اوتار،
سڪل ٿوٽ دلين ۾ تو آندي نئين بهار،
ڏنئہ پيغام پريم جو اڃي محب مٺا مٺار،
آهيان آنءُ پينار، دادل تنهنجي در جو.

# پريو چاهي

ٽيندي اوس اُها جا پريو چاهي،
ڪجھہ ڪبن بندي جي وس آهي!

١. سيتا سوچيو سونو هرڻ ملندو،
بنواس ۾ نئون ڪو ورق ورندو،
ڪيئن وبو راوڻ تنهن کي پڄائي!
ٽيندي اوس اُها جا پريو چاهي.

٢. ڪڏهن ڪوشش سان ڪم ڪين ٿئي،
ڪڏهن پاڻ مرادو راس ٿئي،
وس واليءَ جي، ٻئي وس ناهي،
ٿيندي اوس اُها جا پريو چاهي.

٣. نڪي سياڻپ سائين وٽ ٿي هلي،
نڪي زور زوراور جو ٿو چلي،
سڀ رب جي رضا ڪنهن کي ڏاهي ناهي،
ٿيندي اوس اُها جا پريو چاهي.

٤. شاهہ جهان کي پٽ ڪئن قيد ڪيو!
جيڪو بادشاهہ هو سو بندي ٿيو!
قضا ڪهڙي "آشا" ڪل ڪين آهي!
ٿيندي اوس اُها جا پريو چاهي.

# رام جپيندا رھو

رام جو نالو جپيندا رھو،
موھہ مايا جو ڇڏيندا رھو.

١. جن جن رام سان نينھن لڳايو،
آ تن جو جيئڻ سجايو،
ميران وانگر ھري گڻ ڳائي،
من موھن سان ڳنڍيندا رھو،
رام جو نالو جپيندا رھو.

٢. سوارٿ جو سنسار سچو ئي،
ڪنھنجو نہ ساٿي ڪوئي،
لاھي لاڳاپا ھن دنيا سان،
ھڪ سان حال ونڊيندا رھو،
رام جو نالو جپيندا رھو.

٣. آشا ترشنا ڪٽڻ جي ناھي،
جيئن تڏ تيئن وڌ آھي،
چاھيو اوھين جي جيون مڪتي،
پنج ئي دوت دليندا رھو،
رام جو نالو جپيندا رھو.

# ستگر توکي ساريان

١. ڏھہ سال گذري ڪيئن ويا تنھنجي ورھہ ۾ راٽا!
ستگر توکي سنڀاريان منھنجا حال تي ويڳاٽا!

۲. ڪري باد توکی ور ور وبلو هنھون مان هاربان،
ڏنڻ پيار جو پريتم هرگز نہ سو وساريان!
۳. ڪبڏی سار تون هئين لحندين منھنجا پيارا،
هاڻي بہ ڪرپا تنھنجي مون تي سدا سونهارا!
۴. توکان سواءِ سائين! منھنجو منڙو اُداس آهي!
دل جو پکی ورھہ جا دردی ٿو گيت ڳائي!
۵. احسان ايڏا تنھنجا هرگز نہ ٿورو لاهيان،
”آشا“ تی ڪر آسيسا تنھنجا چرڻ ڏيايان.

## عرض اگهايو

ستگر منھنجو عرض اگهابو
پنھنجو مونکي بڻايو، عرض....
۱. گيان ڏئي ڪيو گياني مونکي،
ڏيان ڏئي ڪيو ڏياني مونکي،
سرت ۾ شبد ملايو، عرض ....
۲. مال کپي اسباب نہ مونکي ،
ڪوبہ کپي تہ خطاب نہ مونکي،
چت چرنن ۾ لڳايو، عرض....
۳. ڪين ڪرپا جی ڪمي اوهان وٽ،
مٿر ڪريو مهروارا جهٽ پٽ،
”آشا“ پار پچايو، عرض .....

## نامر

١. نامر جي شڪتي جنهن کي آهي،
ڪير نہ سگهندو تنهن کي ڊاهي.

٢. نامر ئي جيوَ کي پار اُڪاري،
يوَ ساگر مان نامر ئي تاري.

٣. نامر ئي آهي سکن جو ڌامر،
رسنا جپ تون ور ور رامر.

٤. نامر ئي مڪتيءَ جو آدوار،
نامر ئي آهي سرب آڌار.

٥. نامر ئي توسان سنگي ساٿي،
نامر ئي ڪاٽي جمر جي ڦاسي.

٦. نامر سان پيارا نينهن لڳاءِ،
پهر آنئي تون نامر ڌياءِ.

٧. نامر جي جوتي اوندهہ ٽاري،
ويهہ نہ ”آشا“ نامر وساري.

## جڳ چڏٿو آهي

نيث تہ هي جڳ چڏٿو آ،
قلعو نہ هت ڪو اڏٿو آ.

١. جيڪي ڏسون ٿا، سايا ناهي،
پردي تي سڀ ناٽڪ آهي!
ڏسندي ڏسندي لڏٿو آ،
نيث تہ هي جڳ چڏٿو آ،

# سنتن جو سنگ

١. سنتن جو سنگ آ سکدائي،
ڪلپ ورکش جان آ قلدائي.
٢. سنتن جو سنگ ميل نواري،
ڀوَساگر مان جيوَ کي تاري.
٣. پارس لوھہ کري تو ڪنچن،
سنت پنھنجي سنگہ پاڻ جھڙو ڪن.
٤. سنت جتي تت تيرٿ جاڻ،
سنت جتي تت پربو پاڻ.
٥. سنت پرڀوءَ جو نت اوتار،
جڳہ جو ڪرڻ آيا ھوُ اُڌار.
٦. تن سنتن تان مان بلھار،
درشن ڪئي چت باغ بھار.
٧. سنتن سان رکہ سنيھہ سدائي،
مانکہ جيون ٿيندءِ سجائي.
٨. سنت سچا ڪروڙا جو ڀنڊار،
ڏين پريمين کي نرمل پيار.
٩. سنت ٿي ڪن تا روشن راھہ،
وٺ سنتن جي سدا پناھہ.
١٠. سنتن جو سنگہ کري سڄاڳہ،
بگڙيل جيوَ جو بڻجي ڀاڳہ.
١١. سنتن بن جڳہ آ ويران،
سنت جيوَ تي ڪن احسان.

۱۲. سنت سچو ڏين آتم گيان،
دیا ڪري ڏسن ڀڳتي گيان.

۱۳. ڀڳتيءَ مان ملي جيوَ کي شڪتي،
شڪتيءَ مان ملي مڪتي ۽ مڪتي.

۱۴. سنتن جو سنگ مڪتيءَ دوار،
'آشا' تن جو وٺ تہ آڌار.

## پريوءَ ۾ وشواس

رک پريوءَ ۾ تون وشواس،
ڪين ٿي پيارا ڪڏهن نراس.

۱. قدم قدم تي سختيون سور،
پر نہ مسافر منزل دور،
ساهس سان سڀ سهندو ٿيندو،
ٿيندو تنهنجو ڪم سڀ راس!
رک پريوءَ ۾ تون وشواس.

۲. سونهن ۽ سياٽپ ڪين ڪا هلندي،
هوڏ حبيبن وٽ نا هلندي،
تيءَ پوري دلبر جي در تي،
پوندو پرينءَ کي توتي قياس!
رک پريوءَ ۾ تون وشواس.

۳. جنهن تي ڇٽ واليءَ جو آهي،
تنهنکي سگهندو ڪين ڪو ڊاهي،
'آشا' سائينءَ کي تون سنڀارح،
ٿيءَ هرگز ڪين اُداس!
رک پريوءَ ۾ تون وشواس.

# شيام آءُ!

شيام منهنجي گهر آءُ!
اچي مکڻ ۽ مصري کاءُ.

١. سهڻي سهڻي تنهنجي صورت،
من مهڻي آ تنهنجي مورت،
راڌا راڻي، تون ئي راءُ،
شيام منهنجي گهر آءُ!

٢. تو بن ڏاڍي آهيان اُداس،
ڏي درشن ڪري تون قياس،
جيون تي آ ڪين جتاءُ!
شيام منهنجي گهر آءُ!

٣. تون ايندين جڳ ساروايندو،
جنم تہ منهنجو سڦلو ٿيندو،
لڳندو نہ ڪوسو واءُ!
شيام منهنجي گهر آءُ!

٤. پلڪن ۾ مان توکي سمايان،
توکي سمائي آنند پايان،
”آشا“ تو ۾ منهنجو ساهہ،
شيام منهنجي گهر آءُ!

ويچار ٣٥

سائين توکي ساريان روئي روئي رات،
تن ۾ تنهنجي تات، تون ڪڏهن ملندين سپرين!

## وقت وڃائين!

وينو ويرٿ وقت وڃائين !
ڇو نہ پريوءَ کي پرچائين!
١. هيرا موتي سواس املڪ،
وينو گهڙي ۾ تون گنوائين!
٢. طرحين طرحين جا طعام تو کاڌا،
دائي شر تون ڇو نہ تو کائين!
٣. رُلي رُلي رس ورتا ڪيڏا،
ڇونہ رام جو رس ورتائين!
٤. جڳ جا ناتا توڙ "آشا"
ڇو نہ سائينءَ کي سرچائين!

## ڀڄن ڪر

ڀڄن ڪر ڀڄن ڪر ڀڄن ڪر پيارا !
ڀڄن بن جڳت جا سڀئي ڪم اسارا!
١. منش ديھ توکي ملي شبھ ڪمن لئہ؛
وڃائج نہ تنھن کي تون ننڊ ۾ گنوارا!
٢. صبوح جو سويلو تون امرت تہ برسي؛
اُٿي اُٿي تون پيءُ گنگا جي ڌارا!
٣. ڇڏي سستي "آشا" جيڀ نام جاڳي؛
شرڻ وٺ پريوءَ جي ٿيندءِ ڪم سوپارا!

# ورھہ جا بيت

۱. مصريءَ کان بہ منا منھنجا منا مننار،
تن سان ڳنڍيل تار جيجل منھنجي جيءَ جي!

۲. پل پليرا سپرين، آھن غم ڳسار،
ڪيئن رھان مان ڌار جيجل تن جوڳين بنا!

۳. پل پليرا سپرين سي آھن قدردان،
تن جا لک احسان لاھي سگھان ڪين ڪي!

۴. پري پاڪر پنھنجي ڪن قابو دل دلدار،
منھنجا سي آڌار جيجل جوڳي جڳ ۾!

۵. ڪندي تصور تن جو ٿا نيڻ وھائن نير،
ڪير ڏئي ٻيو ڌير. جيجل تن جوڳين بنا.

۶. اُپما ڏيان ڪھڙي، مصريءَ کان بہ منا،
اھڙا ڪين ڏٺا، مان جيجل جوڳي جڳ ۾!

۷. آھن منھنجا سپرين مکڻ کان بہ نرم،
دور ڪيائون ڀرم، پر ۾ وھاري پنھنجي.

۸. محبت جي مورت سي سڀ کي ڏين پيار،
وڃان مان ٻلھار جانب منھنجي جيءَ جا.

۹. ديا جن جي دل ۾ ھمدردي تہ اٿاھ،
سدا ساري ساھ تن سانگين کي سک سان!

۱۰. پل دور ھجن سپرين پر دل کان ڪين سي دور،
پل پل پوي پور، اُڏري وڃان عقاب جان!

۱۱. پيم پور پرين جا وسي نيڻن مان برسات،
سدا تن جي تات، رھن سدا سي روح ۾!

۱۲. ساريندي سپرين کي مان رنم زارون زار،
تن ۾ تنجي تار، سمھڻ نہ ڏي ٿي سيج تي.

۱۳. "آشا" ساريندي سڄڻن کي پيا لڙڪ لڙي،
تن جي قرب ڪڙي، قابو ڪيو قلب کي!

## دادا جشن واسواڻي جيءَ آيو!

حيءَ آيو نچ آيو!

عشق سندو اوتار پيارو جيءَ آيو!

١. دکين بکين جي سار لهي ٿو،
سيني کي ڏي پيار، پيارو جيءَ آيو.

٢. پکين پسين تي ديا ڪري ٿو،
آهي ڪروڻا جو اوتار، پيارو جيءَ آيو.

٣. سندس اکين ۾ نور نوراني،
آهي حلويدار، پيارو جيءَ آيو.

٤. نام جي نوڪا ۾ هو چاڙهي،
ڪندو سڀني کي پار، پيارو جيءَ آيو.

٥. نوڙت جي مورت آ دادا،
پائي حليمي هار، پيارو جيءَ آيو.

٦. "نوريءَ" جو "انجلي" آ وارث،
وجان تنهن تان مان ٻلهار، پيارو جيءَ آيو.

٧. "آشا" جي اکڙين جو آ تارو،
ڏسي دل ٿئي باغ بهار، پيارو جيءَ آيو!

ويچار ٣٦

ڪي ڪي ماڻهو محبتي جن جي اندر پيار،
سهڻا تو هم پڻن تي کلقيا کلقڻهار.

# رشي نارد ڀڳتي سوتر

١. ٻڌو آنءُ ڀڳتي جي وياکيا ٻڌايان،
پرم پريم جي آنءُ مهما تو ڳايان.
٢. پرم پريم روپ آهي ايشور جي ڀڳتي،
ملي جيوَ کي تي جنهن مان تہ مڪتي.
٣. اها ڀڳتي امرت جو سوروپ آهي،
ڇڏي واسنائون تي مڙئي مٽائي.
٤. پيئتو جنهن بہ هي امرت تہ آهي.
اهو سڌ ۽ ترپت امر پد کي پائي.
٥. جنهن پريما ڀڳتيءَ جي وتي وات آهي،
نہ تنهن کي ڪڏهن ڪابہ اِڇا ستائي.
٦. جاڳي مام ڀڳتيءَ جي، آتم ۾ استت،
رهي مگن ڀڳتيءَ ۾ آنند سدا چت.
٧. بنا ڪامنا جي آهي پريما ڀڳتي،
نروڌ تياڳ روپي سچي پريو ڀڳتي.
٨. سنساري ۽ ويدڪ ڪرمن جو تياڳ
ڇئجي نروڌ تنهن کي پيارا تون ڄاڻ.
٩. وهنواري وشين ۾ اُداسينتا،
اننيہ پريو پريم تلينتا.
اهو يي آهي نروڌ پيارا تون ڄاڻ!
لڳاءِ چت چيتن ۾ کلي تنهنجو ڀاڳ.
١٠. اڇها آسرا راهون سيئي ڇڏي،
جڏهن جيو مالڪ سان من تو گڏي،
ڏري ڏيان هڪ جو منهن مايا کان موڙي،

اهو انيہ پرہ پريوۃ ساڻ جوڙی.

١١. اڃا ابش انکول ڪرڻ ڪرم گھرجن،
سي وئدڪ ڪرم چاهي دنيوي هجن،
سچي آ اها ئي اُداسينتا،
چون پاؤ ان کي تا تلينتا.

١٢. پريو پربھ جو نشچو من ۾ ٿئی،
تڏهن پڻ شاسترن جي آگيا ۾ رهي،
ىتايل ڪرم شاسترن ۾ جي آهن،
ڪري ڪرم ارپڻ، پريوۃ کی تہ پائن.

١٣. حو شاسترن جي نيمن حو پابند ناهی،
اُنهیۃ جي ڪرڻ حو اندىشو تہ آهي.

١٤. وهنواری ڪرم پڻ وڏیۃ سان ڪجی،
نہ وشين ۾ هرگز پي آسڪت ٿجی،
پوجن ڪرم ٻيو پيو تہ ٿيندو تيسين،
شربر آهي پيارا جڳت ۾ نہ حيسين.

١٥. مان پڳتیۃ حا هاڻی تو رايا سٽايان
آۃ پن پن متن حا تو لکشڻ ٻڌايان.

١٦. پريوۃ جي پوڃا ۾ سچو پرہ پڳتي،
پاراشر جی موجب اها آهي پڳتی.

١٧. پريوۃ حی ڪٿا ۾ هجی حي پريتی،
رشي گرگ موحب اِها آهی پڳتی.

١٨. آتہ روپ ۾ اسٿت رهڻ ۾ لين،
رشی شانڊليہ موحب پڳتی اعلیٰ ترين.

١٩. پريوۃ کي سيئی ڪرم ارپڻ ڪجن،
حي پلڃي وجی هؤ تہ لڙڪ لاڙجن،

تو نارد اها ڀڳتيءَ جي وياکيا ڪري،
هلي راهہ اِن تي سو جڳت مان تري.

۲۰. حقيقت ۾ آهي اها سچي ڀڳتي،
جڏهن جيو پنهنجي مٽائي تو هستي،
ملي برهم سان برهم روپ ٿئي ٿو،
جنم ۽ مرڻ جي چڪر کان ڇٽي ٿو.

۲۱. جئن پريم گوپين کي ڪرشن جي لاءِ،
تئن ڀڳت کي پريم جي راهہ جڳاءِ.

۲۲. مهاتم نہ موهن جو گوپين وساريو،
حجت ساڻ هلندي اکين آب هاريو،
ورهہ ۾ ويڳاڻين ڪرشن کي پڪاريو.

۲۳. ڪوڙا پريمي سوارٿ سبب پريم ڪن ٿا،
لٺو ڪم تہ پوءِ منهن ماڳهين مٽن ٿا،
سچا پريمي پريوءَ جي مهما کي ڄاڻن،
تا ڪن پيار پريوءَ کي آنند ماڻن.

۲۴. سچو پريمي پريتم جو سک پهرين چاهي،
نہ ڪا چاهنا هن کي پنهنجي ڪا آهي.

۲۵. اها پريما ڀڳتي تہ سرووتم آهي،
ڪرم گيان ۽ يوگہ کان ڀي اُتم آهي.

۲۶. اها ڀڳتي ساڌن تہ ڦل روپ آهي،
ٿي پريميءَ کي پريوءَ سان جلدي ملائي.

۲۷. آهي دينتا نمرتا پريوءَ کي پياري،
وٺي ڪين ايمان هن کي اهنڪاري.

۲۸. ڪن آچارين جو اهو سڌانت آهي،
تہ ڀڳتيءَ جو ساڌن گيان ئي تہ آهي.

٢٩. ڀڳتي گيان پرسپر آڌارت ٿي آهن،
ڪي آچاريہ اهو مت ٿا ٻڌائن.

٣٠. برهما جي سپوتن جو سڌانت آهي،
پرماتما جي ڀڳتي ئي ڦل روپ آهي.

٣١. راجا، محل ۽ ڀوڄن کي ڏسڻ سان،
نہ ترپتا ٿئي من تو تن کي پسڻ سان.

٣٢. جڏهن گهرو سنبند تو راجا سان رکجي
تڏهن سندس ڪرپا جو تو پاتر ٿجي.

٣٣. جي چاهن ٿا دنيوي خواهشن کان مُڪتي،
ڪرڻ گهرجي حاصل انهن کي بہ ڀڳتي.

٣٤. آچاريہ ڀڳتيءَ جا اُپاءُ ٿا ٻڌائين،
پانڊيئڙن کي پريوءَ جو پٽ ٿا ٻتائين.

٣٥. وشين جو تياڳ تہ آهي ضروري،
۽ سنگ تياڳ پڻ ڏاڍو آهي ضروري.

٣٦. اکنڊ ڀڄن ڀڳتيءَ جو آهي تہ ساڌن،
ڪندي نام سمرڻ لڳي نام سان من.

٣٧. جڳت ۾ پريوءَ جا ڀڄڻ ڳڻ ٻڌائڻ،
آهي هي بہ ساڌن ڳڻاواد ڳائڻ.

٣٨. تڏهن منش کي ڀڳتي پراپت ٿئي ٿي،
جڏهن سنتن ۽ ايشور جي آسيس ٿئي ٿي.

٣٩. سُلڀ سنگ سنتن جو پيارا نہ آهي،
نصيبن سان تن جو ڪو درشن ٿو پائي.

٤٠. پريوءَ جي ڪرپا سان اهو سنگ ملي ٿو،
ڀليل جيوَ جو ڀاڳ جهٽ پٽ کلي ٿو.

۴۱. ڀڳوان ۽ ڀڳتن ۾ انتر ڪو ناهي،
ڀڳت برهم جو ئي نت روپ آهي.
۴۲. پريو پراپتيءَ لاءِ ستسنگ ضروري،
آ ستسنگ جي ساڌنا رنگ ضروري.
۴۳. ڪسنگ کان سدائين تہ پاسو ڪجي،
انهيءَ راهہ مان پاڻ آجو ڪجي.
۴۴. ڪسنگ ڪروڌ ڪام موهہ پئدا ڪري،
سمرتي، ٻڌي تو ختم سڀ ڪري.
۴۵. وڪار ترنگين جيان پيدا ٿين ٿا،
وڏي سي وڏي سمنڊ روپ ٿين ٿا.
۴۶. تري ڪير مايا جي ساگر منجهان ٿو؟
ڪري تياڳ ٿو جو تہ سڀني سنگن جو.
۴۷. جو ايڪانت آستان تي ئي رهي ٿو،
جو .سنساري ٻنڌن کي ٽوڙي ڇڏي ٿو،
جو يوگ ۽ کيم جو تياڳ ڪري ٿو،
جو ٽنهي گڻن کان تہ رهي پري ٿو،
سوئي ڀڳت مايا جو ساگر تري ٿو.
۴۸. جو ڪرمن کي تياڳي ڪرم ڦل تياڳي،
جو سڀ ڪجهہ تياڳي پريوءَ لاءِ جاڳي،
سدائين جو سک دک کان آهي پري،
سوئي ڀڳت مايا جو ساگر تري.
۴۹. جو ويدن جو پڻ تياڳہ ڀي تو ڪري،
اکنڊ پيار پريوءَ جو پڙاپت ڪري،
سوئي ڀڳت مايا جو ساگر تري.

۵۰. اهڙو ڀڳت پريمي ترڀ ٻين کی تاری،
پيئي پريم-امرت ۽ ٻين کي پيئاری.
۵۱. سچو پريم پرماتما روپ آهي،
ڪرڻ بيان تنهن جو تہ ممڪن ئي ناهي.
۵۲. جئن گونگو ڳڙ کائي پرسن ٿئي ٿو،
ذڪر پر زبان سان ڪری نا سگهي ٿو.
۵۳. اهڙو پريم ڪنهن ڪنهن ۾ پرگهٽ ٿئي ٿو،
انهيءَ منش جو ڀاڳہ پيڙو ڏئي ٿو.
۵۴. اهو پريم گڻ ۽ اِڇا رهت آهي،
سدائين وڌی، سوکيم انيو روپ آهي.
۵۵. اهو پريم وارو پريوءَ کي پسي ٿو،
چوڌاری ان جو تہ جلوو ڏسی ٿو،
انهيءَ برهم جڪ جوهو ورڻن ڪري ٿو،
سمورو سمير ان جو چنتن ڪری ٿو.
۵۶. گؤڻي ڀڳتي گڻ ڀيد ٽن قسمن جي آهي،
ساتوڪي، راجسي تامسي سا سڏائي.
۵۷. اُتم ساتوڪي مديم راجسي آ،
ٽنتي ۾ نمن ڀڳتي تہ تامسي آ.
۵۸. آسيني اُپاوَن ۾ ڀڳتي تہ سحنجي،
آهي گيان ۽ يوگ جي وات اهنجي.
۵۹. ڀڳتي پاڻ پنهنجو ئي پرماڻ آهي،
ضرورت ان لاءِ ٻي پرماڻ جي ناهي.
۶۰. سچي ڀڳتي شانتيءَ جو سروپ آهي،
برم بريم آنند جو روپ آهي.

٦١. سنساري ويدڪ ڪري ڪرم ارپڻ،
يڳت تو ڪري پاڻ پريوءَ سمرپڻ،
يڳت کي نہ هاجيءَ جي چنتا جڳائي،
نہ ڪنهن ڳالهہ جو شوڪ هن کي ستائي.

٦٢. سڦلتا يڳتيءَ ۾ ملي ناهي جيسين،
مناسب ڇڏڻ ناهي وهنوار تيسين،
ڇڏي چاهنا ڦل جي، يڳتي ڪجي،
جيئن من پريوءَ جي چرنن ۾ لڳي.

٦٣. ذڪر ڪامني ڌن جو هرگز نہ ٻڌجي،
سدا ناستڪ کان پري پڻ ٿجي.

٦٤. ادمبر کان پاسو هميشہ ڪجي،
ڪڏهن ڀي نہ اهنڪار من ۾ اچي.

٦٥. سڀ ئي ڪرم ارپڻ ڪرڻ بعد ڀي،
اچي ڪام ايمان موهہ ڪروڌ جي،
تہ ارپڻ ڪجن سي بہ ڀڳونت کي.

٦٦. ٽن روپن کي توڙي ڪجي داسيہ يڳتي،
سدائين ڪجي پريم سان ڪانتا يڳتي.

٦٧. سدا جي رهن يڳت ايڪانت ۾،
اُهي سريشٽ آهن سدا شانت ۾.

٦٨. ڀنل دل اُيا وار اکڙين ۾ پاڻي،
يڳت ۾ اِهي گڻ، مڌر هنجي واڻي.
ڪندي روح رهاڻ ڪن پوتر سين کي،
ڪن پوتر پرٿوي ۽ سڀن سنبنڌين کي.

٦٩. اهڙا يڳت تيرٿن کي سندر بڻائن،
ڪرمن کي سڪرم ست شاستر ٿا ناهن.




٧٠. سچا ڀڳت پريوءَ ۾ ھڪ ٿي وحن ٿا،
ملي سي پريوءَ سان سي تدروپ ٿين ٿا.

٧١. جڏھن ڀڳت اھڙا تہ ڪُل ۾ اچن ٿا،
سندن پتر پرسن تڏھن ڏاڍو ٿين ٿا.
ديوبون ديو آنند ۾ نرتيہ ڪن ٿا،
سھاڳڻ ٿي ڀومي، سي ڏن ڏن ٿين ٿا.

٧٢. نہ جاتي وديا ڪل سونھن ڀيد آ،
پريوءَ وٽ ڪرپا ۽ نہ ڏن چند آ،
ڪري جو بہ مالڪ کي سڀ ڪجھہ تو ارپڻ،
ملي تنھن ڀڳت کي تو ڀڳتيءَ جو دان.

٧٣. سيئي ڀڳت ڀڳوان جا ئي تہ آھن،
اچي شرڻ جيڪي پرم پد سي پائن.

٧٤. واد وواد سونھين نہ تو ڀڳب کي،
پري نحث کان رھڻ گھرجي ڀڳت کي،

٧٥. واد وواد مان وڏائي ٿئي ٿو،
گڏو گڏ واڌاءَ مان شڪ پڻ وڌي ٿو.

٧٦. ڀڳتي شاشترن جو منن آ ضروري،
ڪرم سي ضروري وڌي ڀڳتي پوري.

٧٧. سک دک، اِڇا لاڀ جو تياڳہ ٿئي،
نہ پل ھڪڙو غفلت ۾ گھارڻ کپي.

٧٨. ستيہ اھنسا سوچ ديا ضروري،
ڪرڻ پالنا شپ گڻن جي ضروري،
ڀڳب لاءِ آھي اِھا راھہ پوري.




٧٩. سدائين تي نشچنت ڀڳتي ڪري،
سچيءَ ڀاونا سان ڀڄن تو ڪري.
٨٠. ڀڄن ڪيرتن سان هوُ پرگهٽ ٿئي ٿو،
۽ ڀڳتن کي هوُ پنهنجو درشن ڏئي ٿو.
٨١. ٽنهي مارگن ۾ ڀڳتي سريشٽ آهي،
ڀڳتيءَ جهڙي اُتم ٻي ڪا راهہ ناهي.
٨٢. ٻارهن روپ ڌارڻ ڪري ٿي هيءَ ڀڳتي،
داسيہ، سکيہ، ڪانت، واتسليہ آسڪتي،
آتم، نويدن، تنميتا پرم ورهہ آسڪتي.
٨٣. ڪمار ويد وياس شڪ گرگ شانڊليہ،
وڀيشڻ هنومان آچاريہ ٻلي،
چون ٿا تہ ڀڳتي سين ڪان ڀلي.
٨٤. نارد جي وچنن ۾ جي شرڌا رکن ٿا،
سي ڀڳتيءَ جي مارگ ۾ اڳتي وڌن ٿا،
ملي سي برهم سان، سي تدروپ ٿين ٿا،
وري ڪين سي مايا چڪر ۾ اچن ٿا.

ڀڳوان وشنوءَ نارد کي چيو:

نہ وئڪنٺ ۾ واسو آهي منهنجو پيارا،
نہ يوگين جي هرديہ ۾ آهيان دلارا.
منهنجا ڀڳت ڳائن جتي پريم سان،
اُتي ئي تو ناردمني مان وسان.

## ياد ڪنداسين

ستگر توکي سڪ ساڻ سدا ياد ڪنداسين،
ڪري ياد توکي سائين دل شاد ڪنداسين.

١. اکڙين ۾ سمايل تون دل ۾ يي سمايل،
توکان سواءِ آهي منهنجو من تہ مرجهايل،
لڙڪن سان بستي دل جي آباد ڪنداسين،
ستگر توکي سڪ ساڻ سدا ياد ڪنداسين.

٢. ڏئي نام تو ستگر تہ مونکي پنهنجو بڻايو،
ڏئي پيار پنهنجو مونکي تو ڇاتيءَ سان ڇپايو،
تون حال محرم منهنجو ڪنهنکي فرياد ڪنداسين!
ستگر توکي سڪ ساڻ سدا ياد ڪنداسين.

٣. سنگت جو سهارو تون جيءَ جو تہ جيئارو.
لوڪن جو پيارو تون، اکڙين جو نہ تارو.
وچنن ۾ تنهنجي "آشا" اعتقاد ڪنداسين.
ستگر توکي سڪ ساڻ سدا ياد ڪنداسين.

### ويچار ٢٨

پلو ڪرڻ سان پلو ٿئي ٿو
مانش جنون سڻلو ٿي ٿو
چور شينهن سان پال پلايو
شينهن چور کي ڪئين نہ بچايو.

# ويرٿ وقت وڃائين!

ويرٿ واد وواد ۾ پيارا
وينو ويرٿ وقت وڃائين تون!
هيرن جهڙي مانش ديهي،
گپڻ ۾ تو تہ گنوائين تون

١. چوراسي لک جوڻين کان پوءِ
توکي ملي آ درلڀ ديهي،
موهہ ممت مايا ۾ اٽکي،
دنيا سان دل لائين تون!
وينو ويرٿ وقت وڃائين تون!

٢. پول پلئيا ۾ تو پلجي،
کيڏو پتکيو آهين تون!
ياد ڪرڻ گهرجي واليءَ کي،
تنهنکي تو تہ پلائين تون!
وينو ويرٿ وقت وڃائين تون!

٣. جيکي ڏسين تو، جيکي ڇُهين تو،
سو سڀ سپني جو سامان.
سپني کي سايا تون سمجهي،
تنهن سان نينهن لڳائين تون!
وينو ويرٿ وقت وڃائين تون.

٤. ڌن دولت ۽ عقل علم سڀ،
آهي امانت سائينءَ جي،

ڪر نہ خيانت، جو نہ شُڪرت ۾
تنھن ڪي سڦل بڻائين تون!
وينو ويرت وقت وڃائين تون!
٥. لک ڪروڙ تو ھٿي ڪمايا
ڪوڏي ساڻ نہ نندين تون!
مسڪينن جي خدمت ۾ جو نہ
مايا ٿو نہ لڳائين تون!
وينو ويرت وقت وڃائين تون!
٦. بنگلا محل اڏايا ڪيڏا!
تو وڏا وڏا واپار ڪيا!
نام حي پونجي آھہ سچي،
جو نہ نام حي پونجي ڪمائين تون!
وينو ويرت وقت وڃائين تون!
٧. لڳي ويندءِ ڏن تو ڪان لٽيرا،
پوءِ تون پيارا ھٿ ھڻندين!
سمرڻ سيوا ستيہ سنيھہ جو،
سمر نہ پيارا ناھين تون!
وينو ويرت وقت وڃائين تون!
٨. "آشا" ترشنا ڪنھن جي ناھي،
جيئن آھي تڏ تيئن وڌ آ،
موھہ جا بندن ٽوڙي پيارا،
جو نہ لنوَ لعلڻ سان لائين تون!
وينو ويرت وقت وڃائين تون!

# جئہ شري هنومان

جئہ هنومان ! جئہ هنومان!
انجني پون جي تون سنتان.

١. ڀر ائي ڪئي رام جي ڀڳتي،
ڀڳتيءَ مان ملي توکي شڪتي،
پربت هٿ تي کنيو ٻلوان
جئہ هنومان ! جئہ هنومان!

٢. رڳ رڳ ۾ هو تنهنجي رام،
رام جي چرڻن چارئي ڌام،
چيري ڇاتي ڏيکاريو ڀڳوان،
جئہ هنومان! جئہ هنومان !

٣. اشوڪ واٽڪا اُجڙ بڻائي،
لنڪا کي تو آڳ لڳائي.
ڪيو راوڻ کي پريشان،
جئہ هنومان ! جئہ هنومان !

٤. دئيتن جو تو ڪيو سنهار،
رام شيوا لئہ سدائين تيار.
ڏنو لڇمڻ کي جيئَدان
جئہ هنومان ! جئہ هنومان !

٥. جيڪو تنهنجي مهما ڳائي،
دک دور تين جو ڏيان لڳائي،
”آشا“ ٻڌجي سو ودوان،
جئہ هنومان ! جئہ هنو مان،

## پرين پڪاريان!

سڄڻ توکي ساريان، پرين مان پڪاريان!
روئي روئي راڄن اکين آب هاريان.

١. تنهنجو مون تي آهي ڪيڏو نہ احسان،
ڪيو توئي منهنجو مٿا آهي شان ۽ مان،
نہ لائق مان آهيان، تنهنجي لائقي آ.
سدا توتان سڀ ڪجھ مان ستگر نہ واريان.
سڄڻ توکي ساريان، پرين مان پڪاريان!

٢. ڪريل هوس توئي ڪسيءَ مان اُتاريو،
جهلي باجھہ بانهن تو مون ڏي نهاريو.
مون مسڪين تي ڪئي عنايت الاهي.
نوازش مان تنهنجي نہ هرگز وساريان!
سڄڻ توکي ساريان، پرين مان پڪاريان!

٣. هجين دور ڪيڏو، تہ بہ دور ناهين،
منهنجا محب منڙا منهنجي سرها سائين!
"آشا" تنهنجو آهي، تون آشا جو آهين،
ڪندي تنهنجو تصور دل پنهنجي ٺاريان.
سڄڻ توکي ساريان، پرين مان پڪاريان!

ويچار ٣٩

سندرتا سرهاڻ بنا پشپ نہ وڻن ڪنهنکي،
سيرت جنهنجي سٺي ماڻ تہ ملي تنهنکي.

# منهنجا ستگر

١. منهنجا ستگر سوامي شانتي پرڪاش
توکي ڪڏهن مان ڪين وساريندس،
جيسين دم ۾ منهنجي دم آهي.
روئي روئي توکي پڪاريندس.

٢. پل پل تا تنهنجا پور پون
ڪندي ياد توکي تا نيڻ تمن!
منهنجي دل جي تار ٻڌيل توسان،
تنهنجي صورت سيني وهاريندس.

٣. دک منهنجو سهي نہ سگهندو هئين
ڪيڏي سار سدا تون لهندو هئين.
ڪير توکان سواءِ مونکي پيار ڪري،
پيو ورهہ ۾ هنجون هاريندس!

٤. ڪيڏو شان ڪيئہ احسان ڪيئہ،
پنهنجي ٻالڪ جو ڪيڏو مان ڪيئہ.
ڳجهہ ڳوهہ ۾ سائين تو تہ ٻڌيو،
وڙ تنهنجا ڪين وساريندس.

٥. منهنجو ڪامل ڪشتيبان هئين،
آنءُ اڄ تارون ۾ آهيان الڙ،
تنهنجي نام جي ٻل سان ستگر مان،
پنهنجي جيون نئيا تاريندس.

٦. روح ”آشا“ جو پياسي تولئہ
اُڃ آهي ازل جي اونهي اُڪير،
تون چنڊ جيان روشن آهين،
چاتڪ تي آنءُ نهاريندس.

## منا محبوب

سڄي رات اکڙين رنو زار زار!
پيئارو اوهان کيڏو مونکي پيار!
۱. نہ لائق مان آهيان آ لائقي اوهانجي،
اوهانجي دبا آهي مون تي اپار.
۲. نہ گياني نہ ڌياني الڙ آن؛ آهيان،
ٻُڏي آ باراڻي، اجا آهيان بار.
۳. نہ مايا چکر ۾ آن؛ پلجي وجان
سدائين وچانان مان سک جي ستار
۴. پنهنجي ئي هتن ۾ سهاڳڻ ڪجو،
منهنجا محب منڙا، منهنجا پتارا!
۵. ”آشا“ تي عنايت سدائين ڪندا،
حتي پي هجو لهجو منهنجي سنيار.

## ڪير پيار ڪري !

ڪر توکان سواءِ مونکي پيار ڪري.
مونکي پيار ڪري ياڪر ۾ پري!
۱. اکيون آليون ئي آليون منهنجون،
يادگيريون پون پل پل تنهنجون.
وئين ديس ڪهڙي دلبر تون هلي!
تصوير تنهنجي اکڙين ۾ تري
ڪير توکان سواءِ مونکي پيار ڪري!
نيڻ تولئہ منهنجا سپرين سکن،



دل کين ڏاڍي ڪيئي لوڪ ملن،
ڪيئن انبڙين مان سڪ انبن جي لهي.
سواءِ ساجن تنهنجي ڪين سري.
ڪير توکان سواءِ مونکي پيار ڪري!

۳. پرگهور تون ڪيڏي لهندو هئين،
ڪين درد منهنجو سهي سگهندو هئين.
ڪيڏي رحمت ”آشا“ تي تنهنجي،
پرواز ڪري وئين تون ڇو پري!
ڪير توکان سواءِ مونکي پيار ڪري!

## منهنجو محب

منهنجو مُحب منو منٺار،
منهنجو هُن سان تي ويو پيار.

۱. نور نيڻن منهنجن جو آهي،
هُن کان سواءِ اوندهه انڌڪار.

۲. لوڪن جي لڄ ڪين ڪي مونکي،
ڀلي لوڪ ڪن مونکي خوار.

۳. پريم جي پٿ تان ڪين ڪي ورندس،
پريم ته جيون جو آڌار.

۴. سڪ جو ساگر ڇولين ماري،
جنهنجو آهي آر نه پار.

۵. دور هجي يا اکڙين اوڏو،
ڪريان پهر انئي ديدار.

۶. منهنجي سِر جو هُو سائين آ
”آشا“ منهنجي هيئين جو هار.







# شاهپور ٿلهي جي سنتن جي آرتي

جئہ سائين سيئورام سوامي جئہ جئہ هرچورام،
جئہ جئہ سائين ڏرمون رام، جئہ سائين حيوٽرام.

۱. سوالي جيڪي آيا در تي سي ٿيا مالا مال،
دکين جا دک دور ڪيا، پاتو تن وشرام
اوم سائين هرچورام.

۲. شاهپور ٿلهي تي جوت جڳائي، جوت بري ٿي سا،
جوت جو تيل نہ درد مٽائي اچي جو هرچوڏام
اوم سائين هرچورام.

۳. آيا جيڪي شرڌا سان، توهان تن جا ڪارج ڪيا،
رڏين سڏين حا آهيو مالڪ، جپيو جپايو نام
اوم جئہ جئہ هرچورام.

۴. لکي رام ۽ حيوٽ رام يي جوت جڳائي هت،
مهما پنهنجي گرن حي ڳاتي سائين ڏيونرام.
اوم جئہ جئہ هرچورام.

۵. ستگر سوامي شانتي پرڪاش تي مهر ڪئي هرچورام،
پڳتي دان گهرن تا "آشا" سائين روپارام.
اوم جئہ جئہ هرچورام.

## پلئہ

شاهاپور ٿلهي تي جيڪي آيا سوالي،
سوال سندن پورا پيا، ڪين وبو ڪو خالي،
مهر ڪئي والي، پريا پاڳيا سي ٿيا.



## پريوءَ کي پڪارج

اُٺي رات آڌيءَ پريوءَ کي پڪارج!
پريوءَ کي پڪارج سائين کي سنڀارج!

١. اڃا ڪيسين سمهندين گهٽي ويئي گذري،
بچي باقي ٿوري، نہ والي وسارج.

٢. وري منش ديهي ملڻ آهہ مشڪل،
ڪري شيوا سمرڻ پنهنجي ٻيڙي تارج.

٣. ڪڏهن رُڃ جو پاڻي ڪري نہ پياس پوري،
پيئج نام امرت ۽ ٻين کي پيئارج.

٤. ڏٺيءَ توکي ڪيڏا ڏنا وجهہ وسيلا،
وڃايا تو ڪيئي، نہ هاڻي وڃائج

٥. ڏسين تو پسين تو اٿئي سو تہ سپنو،
نہ خوابن ۾ "آشا" عمر تون گنوائج.

## رکي شرڌا اچ

رکي شرڌا اچ تون پريوءَ جي دواري،
پريو تنهنجا ڪارج تہ پاڻيهي سنواري.

١. چڙهہ نام ٻيڙيءَ دنيا جي درياهہ ۾،
سائين تنهنجي ڪشتي لڳائي ڪناري.

٢. ڏني واڳ پنهنجي جنهن آ ڌڻيءَ کي،
ڌڻي تنهن جا مڙئي تو ڏکڙا نواري.

٣. سهارا ڇڏي پيا شرڻ وٽ پريوءَ جي،
هلي ساري دنيا تي جنهنجي سهاري.

# شاهپور ٿلهي جي سنتن جي آرتي

جئہ سائين سيئورام سوامي جئہ جئہ هرچورام،
جئہ جئہ سائين ڏرمون رام، جئہ سائين جيوڻرام.

١. سوالي جيڪي آيا در تي سي ٿيا مالا مال،
دکين حا دک دور ڪيا، پايو تن وشرام
اوم سائين هرچرام.

٢. شاهپور ٿلهي تي جوت جڳائي، جوت ٻري ٿي سا،
جوت جو تيل ۽ درد مٽائي اچي جو هرچوڏام
اوم سائين هرچورام.

٣. آيا جيڪي شرڌا سان، توهان تن جا ڪارج ڪيا،
رڌس سدين جا آهيو مالڪ، جپيو جپايو نام
اوم جئہ حئہ هرچورام.

٤. لکي رام ۽ جيوڻ رام يي جوت حڳائي هت،
مهما پنهنجي گرن جي ڳاتي سائين ڏبونرام.
اوم جئہ حئہ هرچورام.

٥. ستگر سوامي شانتي پرڪاش تي مهر ڪئي هرچورام،
يڳتي دان گهرن تا ”آشا“ سائين روپارام.
اوم جئہ حئہ هرچورام.

## پلئہ

شاهاپور ٿلهي تي جيڪي آيا سوالي،
سوال سندن پورا پيا، ڪين ويو ڪو خالي،
مهر ڪئي والي، پربا پاڳيا سی ٿيا.






## پريوءَ کي پڪارج

اُتي رات آڌيءَ پريوءَ کي پڪارج!
پريوءَ کي پڪارج سائين کي سنڀارج!

١. اڃا ڪيسين سمهندين گهٽي ويئي گذري،
بچي باقي ٿوري، نہ والي وسارج.

٢. وري منش ديهي ملڻ آهہ مشڪل،
ڪري شيوا سمرڻ پنهنجي ٻيڙي تارج.

٣. ڪڏهن رُڃ جو پاڻي ڪري نہ پياس پوري،
پيئج نام امرت ۽ ٻين کي پيئارج.

٤. ڏٺيءَ توکي ڪيڏا ڏنا وجهہ وسيلا،
وڃايا تو ڪيئي، نہ هاڻي وڃائج

٥. ڏسين تو پسين تو اٿئي سو تہ سپنو،
نہ خوابن ۾ "آشا" عمر تون گنوائج.

## رکي شرڌا اچ

رکي شرڌا اچ تون پريوءَ جي دواري،
پريو تنهنجا ڪارج تہ پاڙيهي سنواري.

١. چڙهج نام ٻيڙيءَ دنيا جي درياهہ ۾،
سائين تنهنجي ڪشتي لڳائي ڪناري.

٢. ڏني واڳ پنهنجي جنهن آ ڏٺيءَ کي،
ڏٺي تنهن جا مڙئي تو دکڙا نواري.

٣. سهارا ڇڏي ٻيا شرڻ وٺ پريوءَ جي،
هلي ساري دنيا ٿي جنهنجي سهاري.




# شاهپور ٿلهي جي سنتن جي آرتي

جئہ سائين سيئورام سوامي جئہ جئہ هرچورام،
جئہ جئہ سائين ڏرمون رام، جئہ سائين حيوٽرام.

۱. سوالي جيڪي آيا در تي سي ٿيا مالا مال،
دکين جا دک دور ڪيا، پاتو تن وشرام
اوم سائين هرچورام.

۲. شاهپور ٿلهي تي جوت جڳائي، جوت ٻري ٿي سا،
جوت حو تيل بہ درد مٽائي اچي جو هرچوڏام
اوم سائين هرچورام.

۳. آيا جيڪي شرڌا سان، توهان تن جا ڪارج ڪيا،
رڏين سڌين جا آهيو مالڪ، جپيو جپايو نام
اوم جئہ جئہ هرچورام.

۴. لکي رام ۽ جيوڻ رام ٻي جوت جڳائي هت،
مهما پنهنجي ڳرن جي ڳاتي سائين ڏيونرام.
اوم جئہ جئہ هرچورام.

۵. ستگر سوامي شانتي پرڪاش تي مهر ڪئي هرچورام،
ڀڳتي دان گهرن تا "آشا" سائين روپارام.
اوم جئہ جئہ هرچورام.

پلئہ

شاهاپور ٿلهي تي جيڪي آيا سوالي،
سوال سندن پورا پيا، ڪين وبو ڪو خالي،
مهر ڪئي والي، ٻريا ڀاڳيا سي ٿيا.





# پريوءَ کي پڪارج

اُٿي رات آڌيءَ پريوءَ کي پڪارج!
پريوءَ کي پڪارج سائين کي سنڀارج!

۱. اجا ڪيسين سمهندين گهڻي ويئي گذري،
بچي باقي ٿوري، نہ والي وسارج.

۲. وري منش ديهي ملڻ آهہ مشڪل،
ڪري شيوا سمرڻ پنهنجي بيڙي تارج.

۳. ڪڏهن رُج جو پاڻي ڪري نہ پياس پوري،
پيئج نام امرت ۽ ٻين کي پيئارج.

۴. ڏٺيءَ توکي ڪيڏا ڏنا وجهہ وسيلا،
وڃايا تو ڪيئي، نہ هاڻي وڃائج

۵. ڏسين تو پسين تو اٿئي سو تہ سپنو،
نہ خوابن ۾ "آشا" عمر تون گنوائج.

# رکي شرڌا اچ

رکي شرڌا اچ تون پريوءَ جي دواري،
پريو تنهنجا ڪارج تہ پاڻيهي سنواري.

۱. چڙهج نام بيڙيءَ دنيا جي درياهہ ۾،
سائين تنهنجي ڪشتي لڳائي ڪناري.

۲. ڏني واڳ پنهنجي جنهن آ ڏٺيءَ کي،
ڏٺي تنهن جا مڙئي تو دکڙا نواري.

۳. سهارا ڇڏي ٻيا شرڻ وٺ پريوءَ جي،
هلي ساري دنيا ٿي جنهنجي سهاري.

۴.    ديا جي ڪندين تون تہ ملندءِ دعائون،
دعائون اڏيندءِ ديا ڪر تون پياري!
۵.    ”آشا“ در ڏٺيءِ جي ڪمي ڪين آهي،
رکہ صدق سچڻ ۾ بيڙو تنھنجو تاري.

## سڀ ۾ چڱائي

جيڪي ڏٺي ڪري تُو، تنھن ۾ آهي چڱائي،
تنھن ۾ آهي چڱائي، تنھن ۾ آهي ڀلائي،
۱.    ساري جھان جو آهي ھڪڙو ئي ھُوَ تہ مالڪ،
سيني جي سڌ لھي تُو ديا جو پرت پالڪ،
پيءُ تي ڪري ٻچن جي چاھيندو ڪيئن برائي،
جيڪي ڏٺي ڪري تُو تنھن ۾ آهي چڱائي.
۲.    توکان وڌيڪ تنھنجو جن کي خيال آهي،
تنھنجو مگر انھيءَ ۾ پورو يقين ناھي،
توڪل جو ٻڌ تون ترھو سائين ڪندو سٽائي،
جيڪي ڏٺي ڪري تُو تنھن ۾ آهي چڱائي.
۳.    ڪنھنجو ڪرڪ ڪين ”آشا“ رَھہ صبر ۾ سدائين،
احسان مڃ الڪ جا سؤ سڪ توکي ڏنائين،
رب جي رضا تي راضي رھہ تون بندا سدائي،
جيڪي ڏٺي ڪري تُو تنھن ۾ آهي چڱائي.

# درويشن جي رحمت

درويشن سان منهنجي صحبت،
تن جي آهي مون تي رحمت.

ا. پاڻ ڪان مونکي رکن نہ ڌار،
سپني ۾ پي ڏين تا پيار،
منهنجي من جي تن ڏانهن رغبت،
درويشن سان منهنجي صحبت.

٢. رڳ رڳ ۾ مان تن کي ساريان،
روئي روئي هنجون هاريان
من ۾ ماروئڙن جي محبت،
درويشن سان منهنجي صحبت.

٣. ٻاجهہ ڪري مونکي پنهنجو ڪيائون،
نام جو منتر مونکي ڏنائون،
نينهن جي ڏنائون "آشا" نعمت،
درويشن سان منهنجي صحبت.

ويچار ٣٩

ٻاڙو ڪڏهن نہ ٻول، سڀ سان منو ڳالهاءِ،
مانش جنم نہ رول، سواس وڃائي پنهنجا.

# پريتم منهنجو آيو

پريتم منهنجو آيو آيو!
گيت خوشيءَ جا ڳايو ڳايو!

١. سفر ڪري آيو سيلاني،
راهه ڏيکاري آيو روحاني،
پريمين ڪي جنهن نام جپايو،
ستگر منهنجو آيو آيو!

٢. تتل دلين ڪي ٺاري ٺاري،
آيو تن کي امرت پيئاري،
هار گلن جا پايو پايو!
ستگر منهنجو آيو آيو!

٣. پيار ديا جو پندار آ سوامي،
ڪرم يوگي سنت آ نشڪامي،
نام سان نينن جنهن تہ لڳايو
ستگر منهنجو آيو آيو!

٤. ”آشا“ جي اکڙين جو تارو،
آهي لکن دلين جو سهارو،
درشن سان تي جنم سجايو،
ستگر منهنجو آيو آيو!

وچار ۴۱
ڇنڇن ڇنڇن ڌرتيءَ تي ٿو وڌي اتياچار
ٻڌڻ ٻڌڻ پاپين جي پوريو پاڻ وٺي اوتار-

# سندر سکياٿون

پريوءَ جا گڻ ڳايو ڳايو!
مانش جيون سڦل بڻايو.

١. من مندر ۾ موهن براجي،
تنهن جو ڏيان ڏيايو ڏيايو.

٢. مانش ديهي اُتم ديهي،
نام سان پيارا نينهن لڳايو.

٣. سڀ ۾ سائين وياپڪ آهي،
ڪڏهن بہ ڪنهنکي ڪين ستايو.

٤. پکي پسوُن سنتان پريوءَ جي،
تن کي لقمو ڪين بڻايو.

٥. جهڙو ان آ تهڙو من آ،
ساتوڪ ڀوڄن کائو کارايو.

٦. روز وڃي ستسنگ ۾ پيارا،
سنتن جو شڀ درشن پايو.

٧. وڇن ٻڌي ستگر سنتن جا
هيئين پنهنجي منجهہ هنڊايو.

٨. نياڻيون نير وهائن وينيون!
ڏيتيءَ ليتيءَ وئل وهايو.

٩. دل ۾ ڌاريو پيار ۽ ڪروڻا،
سياڻا سمجهو آهيو آهيو!

١٠. منڙا منڙا ٻوليو ٻول،
سڀ کي سکي ڪيو، سک چاهيو.

# پريتم منهنجو آيو

پريتم منهنجو آيو آيو!
گيت خوشيءَ جا ڳايو ڳايو!

۱. سفر ڪري آيو سيلاني،
راهه ڏيکاري آيو روحاني،
پريمين کي جنهن نام جپايو،
ستگر منهنجو آيو آيو!

۲. تتل دلين کي ٺاري ٺاري،
آيو تن کي امرت پيئاري،
هار گلن جا پايو پايو!
ستگز منهنجو آيو آيو!

۳. پيار ديا جو يندار آ سوامي،
ڪرم يوگي سنت آ نشڪامي،
نام سان نينهن جنهن تہ لڳايو
ستگر منهنجو آيو آيو!

۴. ”آشا“حي اکڙين جو تارو،
آهي لکن دلين جو سهارو،
درشن سان ٿي جنم سڄايو،
ستگر منهنجو آيو آيو!

ويچار ۴۱

جڏهن جڏهن ڌرتيءَ تي ٿو وڌي اتياچار
پاڙ پٽڻ پاپين جي پريو پاڻ وٺي اوتار.

# سندر سکياٺون

پريوءَ جا گڻ ڳايو ڳايو!
مانش جيون سڦل بڻايو.

١. من مندر ۾ موهن براجي،
تنهن جو ڏيان ڏيايو ڏيايو.

٢. مانش ديهي اُتم ديهي،
نام سان پيارا نينهن لڳايو.

٣. سڀ ۾ سائين وياپڪ آهي،
ڪڏهن بہ ڪنهنکي ڪين ستايو.

٤. پکي پسوُن سنتان پريوءَ جي،
تن کي لقمو ڪين بڻايو.

٥. جهڙو ان آ تهڙو من آ،
ساتوڪ ڀوڄن ڪائو ڪارايو.

٦. روز وڃي ستسنگ ۾ پيارا،
سنتن جو شڀ درشن پايو.

٧. وچن ٻڌي ستگر سنتن جا
هيئَين پنهنجي منجهہ هنڊايو.

٨. نياٽيون نير وهائن وينيون!
ڏيتيءَ ليتيءَ وٺل وهايو.

٩. دل ۾ ڏاريو پيار ۽ ڪروٽا،
سياٽا سمجهو آهيو آهيو!

١٠. منڙا منڙا ٻوليو ٻول،
سڀ کي سکي ڪيو، سک چاهيو.

١١. مايا مالڪ جي آ امانت،
دان ۽ پڄ ۾ سڦلي بڻايو.
١٢. سچ تي صاحب راضي آهي،
سچ ڳالهايو سچ ورتايو.
١٣. ڳائيون گوبند حون ٿو پيارون،
تن جي رج مستڪ تي لايو.
١٤. مسڪينن جي شيوا ڪريو،
هار حليمي پايو پايو.
١٥. سمرڻ سان ٿين سواس سڄايا،
سواس امولڪ ڪين وڃايو.
١٦. سُر تي شبد سان جوڙي جوڙي،
آتم آنند پايو پايو
١٧. قرباني ۽ جو جذبو ڌاري،
ديش ڌرم سان پيارا نباهيو.
١٨. جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي،
شڀ ڪرمن جي پونجي ڳاهيو.
١٩. برو هلي ڪو، ڀلو هلي ڪو،
"آشا" سڀ سان ڀال ڀلايو!

## ويچار ٤٢

حب پريوءَ حو نام، سدا ٿبندبن تون سکی،
سکن حو ڌام، ڪري مشڪل کی آسان.

# ساجن آئين!

سپني ۾ ساجن تون آئين،
مونکي پنهنجو شال بڻائين!

١. سمهندي ساريان اُٿندي نهاريان،
پل پل پريتم توکي پڪاريان،
مذر مذر مرلي تون وڄائين،
سپني ۾ ساجن تون آئين.

٢. جاڳ جيئن تي گيت لکيو آ،
پينر !منهنجو ياڳ کليو آ،
ور ور شل پنهنجو پاڻ پسائين!
سپني ۾ ساجن تون آئين.

٣. دل جو حال مان توکي ٻڌايو،
سڏکي سڏکي آب وهايو
انجلي پنهنجي گلي لڳائين!
سپني ۾ ساجن تون آئين.

٤. ستگر منهنجي سارهو لهندو،
منهنجو دک هوُ سهي نہ سگهندو،
پيار ڏئي تون ئي پرچائين!
سپني ۾ ساجن تون آئين!

٥. رات سياڳي ”آشا“ پانيان،
گيت ملن جا ويني ڳايان،
دل کان دلبر دور تون ناهين!
سپني ۾ سا

# توهانجي ياد

ستگر توهانجي ياد آ آئي،
اکڙين ۾ برسات وسائي!

1. جيڪو سنڌو سنڌان ملي ٿو
توهانجي ديا سان شان ٿئي ٿو
سڀ ساڻين توهانجي وڏيائي!
ستگر توهانجي ياد آ آئي!

2. هڪڙي گورو تيئن مان آهيان،
در توهانجي جو سائل آهيان،
مان اڳيائي تو راهه بتائي،
ستگر توهانجي ياد آ آئي!

3. پتا جي رکجانءِ ٻهاڙي تائين،
ٿيان مولا لئه توهانجو سائين!
جپيان نام مان توهانجو سدائي،
ستگر توهانجي ياد آ آئي!

4. "آشا" تي آسيس ڪجانءِ تون،
شيوا ڀڳتيءَ ڀر ڀرجانءِ تون،
ڪجانءِ اوکيءَ مان تون سهائي،
ستگر توهانجي ياد آ آئي

# تون ۽ مان

آد جڳاد کان تو سان ناتو،
تہ بہ تو مونکي کونہ سڃاتو.

١. تو ۽ مون ۾ ڀيد نہ ڪوئي،
جيڪو تو ۾ مون ۾ سوئي،
آهيون ٻئي هڪ ناهي ٻيو ئي،
مونکي پاڻکان الڳہ ڇو جاتو،
آد جڳاد کان تو سان ناتو،
تہ بہ تو مونکي ڪين سڃاتو

٢. آهين الوڪ تون هڪ ساز،
مان آهيان تنهن جو آواز،
تون اُتي پروڙج اهڙو راز،
جن ئي پروڙيو تن ئي پاتو،
آد جڳاد کان تو سان ناتو.
تہ بہ تو مونکي ڪين سڃاتو.

٣. جي تون راڳي آن ۽ آهيان راڳ،
آهي اسانجو ساڳيو ماڳ،
"آشا" جو تو گيت هو ڳاتو،
آد جڳاد کان تو سان ناتو.
تہ بہ تو مونکي ڪين سڃاتو!

## گرو گھر ۾ آيا

گرو گھر ۾ آيا پلا پاڳہ پانيان،
پلا پاڳ پانيان خوشيون منايان!
گرو گھر ۾...

۱. ڏسي جن کي منھنجون اکڙيون ٺرن ٺيون،
عطر ۽ عنبر جي ورکا وسايان.
گرو گھر ۾...

۲. حسا جي هندوري تن کي ويھاري،
لوڏي لوڏي لوڏي تن کي لوڏايان.
گرو گھر ۾...

۳. آهن هزارن دلين جا تہ راڻا،
مٽي ان جي چرنن مستڪ لڳايان.
گرو گھر ۾...

۴. جن جي نيڻن ۾ نوُر آ نوراني،
صورت اُنهن جي سيني سمايان.
گرو گھر ۾...

۵. ستگر سونھارا آئي سڪ جا ساگر،
پري پل بہ تن کان رهڻ ڪين چاهيان.
گرو گھر ۾...

۶. رڳن جو رباب "آشا" وجائي،
الئي پھر تن جا گڻ گيت ڳايان.
گرو گھر ۾...

# منهنجا سپرين!

سڄڻ منهنجا سپرين تون وڃين وساري!
مان پريتم تہ آهيان تنهنجي بس پناري.

١. ورهہ ۾ ويڳاڻي هنجون وڃي هاريان،
انئي پهر توکي مان ستگر سنڀاريان.

٢. ڪڏهن ايندين جانب مان واٽون نهاريان،
ڪريان انتظاري مان ڏينهن رات ساريان.

٣. ويا ماهہ گذري نہ خط تنهنجو آيو،
خطا ڪا تہ منهنجي جو منهڙو مٽايو.

٤. خطا بخش آهين، تون مختار آهين،
اُگهي ڪير آنسون تون دلدار آهين.

٥. آهين حال محرم ڪنهن سان حال اوريان،
دنيا کي ڇڏي، پاڻ توتان مان گهوريان.

٦. سواءِ تنهنجي جانب جڏو جيءُ آهي،
ورهہ جو پکيڙو "آشا" گيت ڳائي!

# گرو گهر ۾ آيا

گرو گهر ۾ آيا ڀلا ڀاڳ ڀانيان،
ڀلا ڀاڳ ڀانيان خوشيون مانايان!
گرو گهر ۾...

١. ڏسي جن کي منهنجون اکڙيون ٺرن ٿيون،
عطر ۽ عنبير جي ورکا وسايان.
گرو گهر ۾ ...

٢. حب جي هندوري تن کي ويهاري،
لوڏي لوڏي لوڏي تن کي لوڏايان.
گرو گهر ۾...

٣. آهن هزارن دلين جا تہ راڻا،
مٽي تن جي چرنن مستڪ لڳايان.
گرو گهر ۾...

٤. جن جي نيڻن ۾ نُور آ نوراني،
صورت اُنهن جي سيني سمايان.
گرو گهر ۾ ...

٥. ستگر سونهارا آئي سک جا ساگر،
پري پل بہ تن کان رهڻ کين چاهيان.
گرو گهر ۾ ...

٦. رڳن جو رباب "آشا" وڄائي،
ائين پهر تن جا ڳڻ گيت ڳايان.
گرو گهر ۾...

# منهنجا سپرين!

سڄڻ منهنجا سپرين تون وئين وساري!
مان پريتم تہ آهيان تنهنجي بس پناري.

١. وره ۾ ويڳاڻي هنجون ويني هاريان،
انئي پهر توکي مان ستگر سنياريان.

٢. ڪڏهن ايندين جانب مان واٽون نهاريان،
ڪريان انتظاري مان ڏينهن رات ساريان.

٣. ويا ماهہ گذري نہ خط تنهنجو آيو،
خطا ڪا تہ منهنجي جو منهڙو متايو.

٤. خطا بخش آهين، تون منٺار آهين،
اُڪِي ڪير آنسون. تون دلدار آهين.

٥. آهين حال محرم ڪنهن سان حال اوريان،
دنيا کي ڇڏي، پاڻ توتان مان گهوريان.

٦. سواءِ تنهنجي جانب جڏو جيءُ آهي،
وره جو پکيئڙو ''آشا'' گيت ڳائي!

# آءُ شيام!

آءُ شيام سندر تون مراري!
آءُ گووردن گرڌاري
۱. سڏي سڏڪي ساهه سڪايم،
حال اندر جو نه ڪنهن کي ٻڌايم،
آهي سوز ۾ عمر گذاري،
آءُ شيام سندر تون مراري!
۲. ڪين سونهين ٿو جيئڻ اڪيلو،
ورهيه لڳي ٿو هڪ هڪ ويلو،
ڏي درشن تون بنواري،
آءُ شيام سندر تون مراري!
۳. پريمي "آشا" توکي پڪارين،
آب اکين مان ايڏو هارين.
وئي جمنا پرجي ساري!
آءُ شيام سندر تون مراري!

## پياريون گانيون

گانيون ڪرشن جون پياريون،
اُچي پاڻ موهن چاريون.
۱. ماتا روپ آهن گانيون،
گڻ گيت سندن ڳايون،
ڪري سيوا تن جي اسين،
اڄ ورت سندن ڌاريون،
گانيون ڪرشن جون پياريون.

٢. ڏين امرت جي ڌارا،
دک دور ٿين سارا،
ڪامڌينو بہ روپ سندن،
ڌرم موکش ڏيڻ واريون،
ڳانيون ڪرشن جون پياريون.

٣. ڀارت کي اڏڻ جي چاهيون،
هند شاد ڪرڻ جي چاهيون،
ڪريون رکشا ڳانين جي،
اڇو فرض "آشا" پاڙيون.
ڳانيون ڪرشن جون پياريون.

## موهن آيو!

منهنجو موهن آيو آهي،
پيو پريم جي بنسي بڄائي.

١. بندرابن جي ڪونج ڳلين ۾،
جمنا ڪناري باغ ولين ۾،
وينو ڪرشن راس رچائي،
منهنجو موهن آيو آهي.

٢. مور مکٽ پيتامبر ڌاري،
صورت جنهنجي آهہ پياري،
چت چور پيو مرلي وڄائي،
منهنجو موهن آيو آهي.

۳. اکڙيون "آشا" پسڻ لاء آتيون،
اوجاڳي ۾ ڪاٽيون راتيون،
سو ڪرشن سيني لڳائي،
منهنجو موهن آيو آهي.

## جوڳ مايا جو اوراڻو

جوڳ مايا آد شڪتي تنهنجو آ آڌار،
جڳ دمبا جڳ ساري ۾ تنهنجي جئه جئڪار!

۱. ان پورڻا آهين تون ماتا جڳ جي لهين سنڀال،
ڪمي نه تو وٽ ڪائي آهي سدا ڀريل ڀنڊار.

۲. ڏوپ ڏيان جو پشپ پريم جا من ۾ مان پوڄيان،
دبا درشني ڪر تون مون تي ڏيان مان باغ بهار.

۳. شنيب نشنيب ۽ مهشاسر کي ملئيءَ ۾ تو تہ ملايو،
رکشا ڪرين ٿي ڀڳتن جي ۽ دشٽن جو سنهار.

۴. ٻار ٻاراڻي ڪن جي جيجل ڪميا جي تون کاڻ،
ماتا منهنجي تون آهين ديوي آهيان مان تنهنجو ٻار.

۵. ننگه ٻچن جو توتي دنوي تنهنجا سيئي ٻار،
اوراڻا تنهنجا جيجل ڳايان لار ماتا تون لار.

۶. آس وندن جي "آشا" پڄائين جڳ جو ڪرين ڪلياڻ،
مهر جو مينهن وسائج ماتا ڪرجي تنهنجو پيار.

# گرو نانڪ شاهہ

گرونانڪ شاهہ نرهنڪاري
وڄان سد سد:مان ٻلهاري.

۱. ڪلجڳہ جو اوتار هئين تون،
گيان سندو گلزار هئين تون،
ڀڳتيءَ جو ڀنڊار هئين تون،
تو پريم جي جوتي ٻاري،
گرونانڪ شاهہ نرهنڪاري.

۲. نام پريوءَ جو جپيو جپايو،
تون مڪتي مارگہ اچي ٻتايو،
پريمين کي تو پار لڳايو،
تو سچ جي ٻيڙي تاري،
گرونانڪ شاهہ نرهنڪاري.

۳. هيڻن جو همراهہ هئين تون،
شاهن جو بابا شاهہ هئين تون،
نڌاوَن جو ٺانءُ هئين تون،
ڀڳتن جي پنهج سنواري،
گرونانڪ شاهہ نرهنڪاري.

۴. پڙهي جو امرت تنهنجي واڻي،
موج مدامي تنهن آ ماڻي،
آهين ستگر تنهن سان ساڻي،
سر آ تنهن جي ساري،
گرونانڪ شاهہ نرهنڪاري.

۵.   دور ڪيو اڱيان انڌيرو،
آمد تي ٿيو نئون سويرو،
"آشا" من ۾ آيو ڦيرو،
تي چوڌر باغ بھاري،
گرونانڪ شاھ نرھنڪاري.

## ڀاڄھ ڪندا

ڀاڄھ ڀاڄارا ڪري ٻانھيءَ تي
مھر جو مينھن وسائيندا.

۱.   آنءَ اڻ تارون تري نہ ڄاڻان،
منھنجي ٻيڙي پار لڳائيندا.

۲.   ٻالو آ ننگپال جنين جو،
سي پنھنجو ننگ نڀائيندا.

۳.   انترڀامي آھن سوامي،
من جون مرادون پڄائيندا.

۴.   نام حي پونجي مونکي ڏنائون
سا نام حي پونجي وڌائيندا.

۵.   "آشا" تي احسان اُنھن جا،
شل پنھنجو مون کي ٺائيندا.

# منهنجا پريتم! منهنجا ستگر!

منهنجا پريتم! منهنجا ستگر
اوهان کي نت سنياريان ٿو،
سنپاريندي سنياريندي
سڄڻ هنجون مان هاريان ٿو.

١. اوهان جو پيار پي پي مان
پيارل کين ڍاپيس مان،
پيئڻ سان پياس وڌندي وئي
ڏنل تنهنجو پيئاريان ٿو.

٢. اکين کي اُڃ الاهي آ
پسڻ سان پي نه ٿي پوري،
ڪٽي آليون اکيون ستگر
مان ور ور پيو نهاريان ٿو.

٣. اوهان بن ڪير پيو منهنجو
لهي سڌ سار جو سڄڻان؟
ستي پي ساريان ساجن
مان پل پل پيو پڪاريان ٿو.

٤. عنايت جو آهيان ڪانکي
نه "آشا" بي رهي ڪائي،
ڪندي ڪم ڪار دنيا جا
مان تن من ۾ تنواريان ٿو.

٥. دور ڪيو اگيان اِنڌيرو،
آمد تي ٿيو نئون سويرو،
"آشا" من ۾ آيو ڦيرو،
ٿي چوڏر باغ بهاري،
گرونانڪ شاهہ نرهنڪاري.

## پاڇهہ ڪندا

پاڇهہ پاڇهارا ڪري پانڇيءَ تي
مهر جو مينهن وسائيندا.
١. آنءُ اڻ تارون تري نہ ڄاڻان،
منهنجي بيڙي پار لڳائيندا.
٢. نالو آ ننگپال جنين جو،
سي پنهنجو ننگہ نڀائيندا.
٣. انترڀامي آهن سوامي،
من حون مرادون پڄائيندا.
٤. نام جي پونجي مونکي ڏنائون
سا نام جي پونجي وڌائيندا.
٥. "آشا" تي احسان اُنهن جا،
شل پنهنجو مون کي بڻائيندا.

# منهنجا پريتم! منهنجا سنگر!

منهنجا پريتم! منهنجا ستگر
اوهان کي نت سنڀاريان ٿو،
سنڀاريندي سنڀاريندي
سڄڻ هنجون مان هاريان ٿو.

١. اوهان جو پيار پي پي مان
پيارل کين ڏاپيس مان،
پيئڻ سان پياس وڌندي وئي
ڏنل تنهنجو پيئاريان ٿو.

٢. اکين کي اُڄ الاهي آ
پسڻ سان بي نہ ٿي پوري،
ڪٿي آليون اکيون ستگر
مان ور ور پيو نهاريان ٿو.

٣. اوهان بن ڪير پيو منهنجو
لهي سڌ سار جو سڄڻان؟
ستي يي ساريان ساجن
مان پل پل پيو پڪاريان ٿو.

٤. عنايت جو آهيان ڪانکي
نہ "آشا" بي رهي ڪائي،
ڪندي ڪم ڪار دنيا جا
مان تن من ۾ تنواريان ٿو.

## سوچ ڪر

سوچ ڪري هل سياڻا جڳ ۾،
هي جڳ توکي ڇڏڻو آ !

١. ڪوئي نہ ڪنھنجو سنگي ساٿي،
توکي هتڙان لڏڻو آ !

٢. ڪيئي هليا ويا پير پيغمبر
توکي آخر هلڻو آ !

٣. خوف خدا جو رک تون هردم،
ڪرمن جو ڦل سهڻو آ !

٤. ڪاوڙ ڪينو ڪيچ قلب مان
ڪميا سهڻو ڳهڻو آ !

٥. سياڻپ سائينءَ وٽ نا هلندي،
سياڻن ڪان هوُ سياڻو آ !

٦. مطلب جا تي متر مڙئي
ڪنھن مان ڪجھہ نا وٺڻو آ !

٧. ٽوڙ دنيا سان ”آشا“ ناتا
حي توکي رام سان ملڻو آ !

## توکي ياد ڪري

دل توکي سڄڻ تي ياد ڪري،
ڪڏهن ايندين اڱڻ ۾ پير پري

١. شب روز سڄڻ توکي ساريان ٿو،
اکين ۾ تنھنجي تصوير تري.

٢.	تون گھوٽ گھٽڻ جو آھين منا،
منھنجي تو کانسواءِ ڀلا ڪيئن سري ا
٣.	تصور تو ڪريان جڏھن تنھنجو سچڻ،
ٿو جھر جھر جھرنير جھري.
٤.	منا لڙڪ منا محبوب پيئان،
من مون برھڻ جو ڀاڳ وري.
٥.	”آشا“ تي عنايت ڪر انجلي،
تنھنجي لاءِ راڌا تو روح رڙي.

## آيا منھنجا سنگر

آيا منھنجا سنگر ڀلا ڀاڳ ڀانيان ،
ڀلا ڀاڳ ڀانيان مان خوشيون منايان،
١.	ڪري جن جو درشن ٿئي من تو پرسن،
وارون وار داسي تي سرڙو نمايان،
آيا منھنجا........
٢.	رھن دور ڪيڏو نہ دل کان پري سي،
منھنجا ساھہ ساجن، گھوري سڀ گھمايا،
آيا منھنجا........
٣.	ھوُ ڀڳتيءَ ۽ شڪتيءَ جا ڀنڊار آھن،
پٽي تن جي انجن اکين ۾ مان پايان،
آيا منھنجا........
٤.	ھوُ گياني ھوُ ڌياني سچا تي سيلاني،
ھوُ تياڳي تپسوي راڌا روحاني،
آيا منھنجا........




٥. دیا جي درشنَ هڙ کن تا سين تي،
ڏين پيار سڀ کي سندن گيت ڳايان،
آيا منهنجا ........

٦. "آشا" تي عنايت سدا آهي جن جي،
آخر تائين تن سان مان نينهڙو نڀايان،
آيا منهنجا ........

## شهيد ڀڳت ڪنورام صاحب

ڀڳت شرومڻي سنڌ جا سنت سونهارا ڪنورام،
حر وارن جا ڄاڻ جوڳي، تو پيتو شهادت جام.

١. لولن، لنگڙن، گونگن، ٻوڙن جي لاءِ سار سردار،
پر اُپڪاري سنت تون، وهاءِ وار وار بلهار.

٢. ٻيواهن جي واهه هئين، تون اڙٻن جو آڌار،
مسڪينن جو متر هئين، تون محبت منا منار.

٣. تاثير هيو تنهنجي راڳ ۾ ٿيا پٿر ٻي پاڻي،
تتل دلين کي سيتل ڪيو، تنهنجي امرتمير واڻي.

٤. نپٽن کي تو پٽ ڏنا، ڪيئي ڪارج تن جا راس،
جو سڪ صدق آيو رکي، ڪين ٿيو سوئي نراس.

٥. جيڪي تنهنجي در تي آيا، پريمي 'آشا'سوالي،
پلوَ پائي تن جا، پربئہ جهول سندن خالي.



# نام سمرڻي

ڪنهن سان دل جو حال نہ اوري،
ويهي نام جي سمرڻي سوري.

١. سڀ بوجها ڪر هوت حوالي،
ساري جڳت کي جو تو پالي،
ڏي ڏاتر کي پنهنجي ڏوري،
ويهي نام جي سمرڻي سوري.

٢. ساءِ سانت جو وٽ تون پيارا،
متجي ويندءِ سڀ مونجهارا،
ويهي چرخو چت جو چوري،
ويهي نام جي سمرڻي سوري.

٣. نام جي شڪتي جنهنکي آهي،
ڪوبہ نہ سگهندو تنهنکي ڍاهي.
رک شرڌا سڪ تون پرپور،
ويهي نام جي سمرڻي سور.

٤. ڪين ڏسج تون ڪنهنجون ڪچايون،
هر ڪنهن ۾ ڪي ڪي تہ چڱايون.
"آشا" پاڻ کي تون تڪ توري،
ويهي نام جي سمرڻي سوري.

ويچار ٤٣

ماڻهن جي ميڙاڪن ۾
تون وينو وقت وڃائين،
ماڻهن جي اٿي جيان ڦوندجي
پيارا پاڻ کی وينو پڌائين.



## تنهنجو ڌيان

١. تنهنجو ئي پريو مونکي ڌيان رهي،
تنهنجو ئي سدا مونکي گيان رهي.
٢. هڪ پل ب نہ توکان دور رهان،
تنهنجي نہ جدائي مور سهان.
٣. پنهنجي آنس سان تنهنجا چرڻ ڌوئان،
تنهنجي پياس ۾ پريتم پمو روئان.
٤. پڪ آهي اوس درشن ڏيندين،
انگ سنگ تون مون سان سهاء ٿيندين.
٥. نڪي هار کپي نہ سينگار کپي،
مونکي پريو تنهنجو پيار کپي.
٦. دنيا جي نہ "آشا" ڪائي آ،
بس تنهنجي پياس سدائي آ.

## رحم ۾ رک

پنهنجي رحم ۾ رک روحاني تون راڻا،
مان ني سمجهہ آهيان تون ڏي سمجهہ سياڻا.
١. نبل مون نڌر حو تون آڌار آهين،
مان پينار آهيان تون داتار آهين،
دنا حي نطر ڪر او "انجلي" نماڻا،
پنهنجي رحم ۾ رک روحاني تون راڻا.
. سدا تنهنجي در جي رهان مان ٿي داسي،
اٿم پياس پريمر، مان درشن جي پياسي،



جدائيءَ ۾ جانب ڪمل دل ڪوماڻا !
پنھنجي رحم ۾ رک روحاني تون راڻا.

۳. نڪا واھ ”آشا“ وسيلو ڪو تو بن،
مان اونده ۾ آھيان ڪندين راھ روشن،
منھنجا محب مرشد ساھ ۾ سيباڻا،
پنھنجي رحم ۾ رک روحاني تون راڻا.

# پکيئڙا

پکيئڙا ڪھڙو تنھنجو ديش؟

۱. ڪھڙي ملڪ کان آئين اُڏامي!
تون پائي سھڻو ويش.
پکيئڙا......

۲. پنھن تتن جو پتلو آھين،
پلجي وئين پنھنجو تون پيش !
پکيئڙا......

۳. وطن ولر ويو توکان وسري،
پيارا سٺي مايا جو آديش!
پکيئڙا......

۴. چوڳي خاطر اتڪي پيئن تون،
توکي سھڻو پيو آ ڪليش!
پکيئڙا......

۵. ”آشا“ اُڏ تون امراپور ڏانھن،
تون اچي اڙين پرديش.
پکيئڙا......

# منڙا !

منڙا ڇا تي ڪرين ايمان!
تون ڏينهن ٻن جو مهمان!

۱. ڪوئي نہ تنهنجو ساٿي سنگي،
ننگر تنهنجو هڪ ڪٽندو ننگي،
آسون اُميدون جڳہ مان لاهي،
جب پهر ائئي پگوان،
منڙا ڇا تي ڪرين ايمان!

۲. ڦوڪ هوا جي جنهن محل لڳندي،
سهڻي عمارت پٽ تي پوندي،
هلندو حيلو ڪنهنجو نہ تڏهن،
آهي مٽيءَ جو هي تہ مڪان،
منڙا ڇا تي ڪرين ايمان!

۳. سپني جيان سنسار اٿيئي،
سوارٿ جو وهنوار اٿيئي،
طلسم جو هي کيل سڄو ئي،
آهي جولو سارو جهان،
منڙا ڇا تي ڪرين ايمان!

۴. پريوءَ جي سڀ اٿيئي امانت،
سڀ ۾ ڪين ڪج تون خيانت،
مالڪ پاڻ کي مور نہ ڄاڻج،
"آشا" حيڪي اٿئي ڪر دان،
منڙا ڇا تي ڪرين ايمان!

# من - ميت

تون! موتي اڇ من - ميت
ٺاهيان لڙڪن جا مان گيت.
دلڙي تو لئہ آهي پياسي،
تو بن آهيان آنءُ اُداسي.
پريم سنڌي اوسات اندر ۾،
ڳايان سوز ڀريو سنگيت،
تون! موتي اڇ من - ميت.
سؤنهين نہ توکي

## ڪر نہ ڀروسو

ڪنهن تي ڀروسو ڪر نہ پيارا !
لوڪ اٿي مطلب جا سارا!

۱. تنهنجي سامهون تو جهڙا ٿي،
منهنجي سامهون مون جهڙا ٿي،
ڪُوڙا جڳ جا سڀ ئي سهارا،
ڪنهن تي ڀروسو ڪر نہ پيارا !

۲. جيڪي چمڪي سون نہ جاڻج،
طلسم ڏي دل مُور نہ تاڻج،
سپ سپني جا ٿي نظارا،
ڪنهن تي ڀروسو ڪر نہ پيارا !

۳. صاحب سان ڳنڍ نينهن جو ناتو،
جنهن مان ''آشا'' سڀ ڪجهہ پاتو،
منهنجا ستگر سدا سُونهارا،
ڪنهن تي ڀروسو ڪر نہ پيارا !

## ستگر لاءِ سڪان

ستگر لئہ ٿي سڪان،
ستگر لئہ ٿي سڪان.

۱. پريم تہ مون کي پڌرو ڪيڙو،
گهڙيءَ پر مان لڪان.
ستگر لاءِ مان سڪان

۲. پنڌ اُٿانگو پريم جي پٽ جو،
ڪٺان تڪڙيون تڪڙيون وڪان،
ستگر لئہ ٿي سڪان.

.٣ سوُرن مون کي سياڻو ڪيڙو،
بيو. سبق کھڙو سکان
ستگر لئہ تي سڪان.

.٤ روئي روئي نيڻ سڪي ويا،
هاڻي ڪيئن مان روئان،
ستگر لئہ تي سڪان.

.٥ ”آشا“ ايندو مرشد مون وٽ،
مان پيئندس پريم جون پڪان،
ستگر لئہ تي سڪان.

پرياتي

## پريو اِڇا

پريوءَ جي اڇا جا اوس تيندي سائي،
اوس تيندي، سائي آ تنهن ۾ چڱائي.

.١ رتيون رٿ نہ پيارا رتون رهجي ويندين.
رتيون رب تيون جي تنهن ۾ آ ڀلائي.

.٢ ڇڏي سڀ سهارا شرڻ وٽ پريوءَ جي،
وٺي شرڻ جيڪو تنهن جي تي سٺائي.

.٣ عقل علم سياڻپ هلي ڪين حيلو،
پيا پار سيئي، جنين لنوَ لڳائي.

.٤ ”آشا“ دک ۽ سک کي تون سمان ڄاڻج،
رب جي رضا تي راضي رهہ تون سدائي.





## ڪر نہ ڀروسو

ڪنھن تي ڀروسو ڪر نہ پيارا !
لوڪ اٿي مطلب جا سارا!

۱. تنھنجي سامھون تو جھڙا ٿي،
منھنجي سامھون مون جھڙا ٿي،
جڙُنا جڳ جا سڀ ئي سھارا،
ڪنھن تي ڀروسو ڪر نہ پيارا !

۲. جيڪي چمڪي سون نہ جاڻج،
طلسم ڏي دل مُور نہ تاڻج،
سڀ سپني جا ٿي نظارا،
ڪنھن تي ڀروسو ڪر نہ پيارا !

۳. صاحب سان ڳنڍ نينھن جو ناتو،
جنھن مان"آشا"سڀ ڪجھ پاتو،
منھنجا ستگر سدا سھُڻارا،
ڪنھن تي ڀروسو ڪر نہ پيارا !

## ستگر لاءِ سڪان

ستگر لئہ ٿي سڪان،
ستگر لئہ ٿي سڪان.

۱. پريم تہ مون کي پڌرو ڪيڙو،
ڪھڙيءِ پر مان لڪان.
ستگر لاءِ مان سڪان

۲. پند آٽانگو پريم جي پٽ جو،
ڪٺان تڪڙيون نڪڙيون وکان،
ستگر لئہ ٿي سڪان.

۳. سوُرن مون کي سياڻو ڪيڙو،
بيو، سبق کھڙو سکان
ستگر لئہ تي سڪان.

۴. روئي روئي نيڻ سڪي ويا،
هاڻي ڪيئن مان روئان،
ستگر لئہ تي سڪان.

۵. "آشا" ايندو مرشد مون وٽ،
مان پيئندس پريم جون پڪان،
ستگر لئہ تي سڪان.

پرياتي

## پريو اِڇا

پريوءَ جي اڇا جا اوس ٿيندي سائي،
اوس ٿيندي، سائي آ تنهن ۾ چڱائي.

۱. رٿيون رٿ نہ پيارا رٿون رهجي ويندريون.
رٿيون رب ٿيون جي تنهن ۾ آ يلائي.

۲. ڇڏي سڀ سهارا شرڻ وٽ پريوءَ جي،
وٺي شرڻ جيڪو تنهن جي تي سٺائي.

۳. عقل علم سياڻپ هلي ڪين حيلو،
پيا پار سيئي، جنين لنوَ لڳائي.

۴. "آشا" دک ۽ سک کي تون سمان ڄاڻج،
رب جي رضا تي راضي رهہ تون سدائي.

## گنگا ماتا

گنگا ماتا جو حل امرت آهي،
تن من جي ٿو پياس ٻجهائي.
گنگا جو حل آهي پاون،
آشد ڪي ٻي شد ٿو بڻائي.
گنگا جو جل آهي نرمل،
من جي ساري مل مٽائي.
تن من سيتل ڪري گنگا حل،
تپت وڪارن جي ٿو هٽائي.
گنگا حل جي مهما نياري،
رشي مني هرجن جس ڳائي.
گنگا مئيا ندين جي راڻي،
امر لوڪ مان آئي آهي.
ڪيئن نہ ڀڳيرٿ ڪئي تپسيا،
شو شنڪر جو ڏيان ڌائي.
شنڪر ڀولاناٿ تيو پرسن،
گنگا جٽائن مان تہ وهائي.
آئي گنگا ڌرتيءَ تي ائين،
موڪش داڻي پار لڳائي.
ٽيون ڏيڻ سان اچي ٿو آنند،
جئہ گنگي جئہ ڌوم مچائي.
گلن جا دونا، ديپڪ تنهن ۾،

٣.   سائين آهي دين ديالو،
سد سد آهي هوُ ڪرپالو،
”آشا“سندس داسن جو داس آ
حنحنجو پريوءَ ۾ وشواس آ.
تيندو ڪارج تنحن جو راس آ.

## لڪ شڪرانا !

تنحنحا لڪ شڪرانا سائين.
تون ڪيڏا ٿو پال پڻائين !

١.   رازق رزق ڏئين ٿو سڀ ڪي،
حل ٿل نڀ ۾ جيوَ نپائين.

٢.   حنحنتي تمحنجي ديا درشني،
سوريءَ مان ٿو ڪندو ٺائين.

٣.   جيوَ جي ڪا حت حاجت ناحي،
تون تہ داتا ديالو آحين.

٤.   قدم قدم تي سينور ترڪن!
پريو تون ئي تنحن مان بچائين.

٥.   ڏوحہ ڏنگايون ڏسين نہ ڏاتر،
ٿو محر جو مينحن وسائين.

٦.   ڊينگہ ڊرا ٿيا حُنگہ جهڪي پيا!
نربل حو ٻل تون ئي آحين..
وڙ والي جا آحن ڪيڏا ”آشا“
حڪ ٻي ٿورو ڪين تون لاحين !

# ڇڏ تڪبر !

تون ڪھڙي باغ جي موري!
ڇڏ تڪبر تون مغروري !

١. راوڻ ھوڏيءَ ھوڏ ھلائي،
پاڻ ڪئي تنھن پنھنجي تباھي.
انڌ جي گھوڙي تي ھسوار !
ڪيڏو سمجھايو مندودري !

٢. مايا موھڻي تي يتڪائي !
تنھن تي نيئم ڪجھ يي ناھي
راجا ڪيئي رنڪ بڻيا!
تي پياس نہ ڪنھنجي پوري !
ڇڏ تڪبر تون مغروري !

٣. ڪو سندر سوپياوان ھجي،
ڪو گياني ۽ ودوان ھجي،
آخر ''آشا'' ھرڪو خاڪ،
ھوُ موتي ايندو ڪين وري،
ڇڏ تڪبر تون مغروري!

ويچار ٣٥

سيوا سمرڻ کان سواءِ بي سود آھي زندگي،
مخلوق جي خدمت ڪريو ۽ الله جي بندگي






## سمر ناهہ

عمر توآ پنھنجي اجائي وڃائي!
اجائي وڃائي، ڪئي نا ڪمائي
۱. وڪارن جي وس ٿي، ڪئي توآ غفلت،
پنھنجي پير تي چو ڪھاڙي وھائي!
۲. وري ڪين ملندي مش ديھہ توکي،
ڪري نامر سمرڻ عمر ڪر سڦائي.
۳. هي بھگلا ء ماڙيون پدارٿ دنيا جا،
سمورا هي طلسم! تو دل چو لڳائي!
۴. اُگھاڙو تون آئين اُگھاڙو تون ويندين!
سڀئي ديھہ تنھنجي هلي ڦيندي ڇائي.
۵. اٿي سفر اوکو، سمر ناهہ" آشا"
جپج نامر، تون ڪر سيٺ سان ڀلائي.

## ڪُڙ ڀنگر سنسار

ڪنھن تي نا اعتبار!
آهي ڪُڙينگر سنسار!
۱. جڳت سمورو ناٽڪ آهي،
سايا تنھن ۾ ڪجھہ بي ناهي،
سچو سپني جو وهنوار!
آهي ڪُڙينگر سنسار!
متر مڙيئي مطلب وارا،
هيءَ ڪي حھورين حن لاءِ پيارا،



ڪر پريوءَ سان تون پيار!
آهي ڪٽينگر سنسار!

٣. پريوءَ سان تون ناتو جوڙج،
”آشا“ دنيا کان منهن تون موڙج،
نت روئنديں زارون زار!
آهي ڪٽينگر سنسار!

## ڳهيلا!

ڪين سمجهه تون اُتي ڳهيلا!
هري يڄڻ جي هيءُ تي ويلا.

١. جنم جنم ۾ ڀٽڪيو آهين،
مايا چڪر ۾ لپٽيو آهين،
ور ور موقعو ملندءِ نہ توکي،
تون سستي ڇڏج سويلا،
ڪين سمجهه تون اُتي ڳهيلا!

٢. مانش جنم وري نا ملندءِ
ههڙو موقعو هٿ نا ايندءِ،
سواس سواس سان نام کي سمري،
ڪر تون سواس سُهيلا،
ڪين سمجهه تون اُتي ڳهيلا!

٣. ڪٽنب قبيلو ساٿ نہ ڏيندءِ،
مال ۽ ملڪيت ساڻ نہ هلندءِ،
ڪهنبي جو سڀ آهي چٽڪو،
سڀ ”آشا“ تي تہ جهميلا،
ڪين سمجهه تون اُتي ڳهيلا!

# موهہ نہ رک

کنھن ۾ موهہ نہ رک تون پیارا !
لوڪ اُتي مطلب جا سارا !

۱. موه دکن جو ڪارڻ آهي،
موه جيءَ کي تو ڦاسائي،
تياڳ حي ورتي رک تون هردم،
مٽندء من جا سب مونجهارا.
کنھن ۾ موهہ نہ رک تون پیارا !

۲. حن جن موهہ رکيو سي دکي ٿيا،
وئراڳي تہ هر حال سکي ٿيا،
تون بي رهہ نرليپ کمل حيان،
نينھن جا وڃاء نغارا.
کنھن ۾ موهہ نہ رک تون پیارا !

۳. جڙ پرت کي حرڻ پٽڪايو،
اندر جو آرام ڦٽايو،
پلڄي ويو پڳوان بہ هن کان،
ڏسي مايا جا تہ پسارا.
کنھن ۾ موهہ نہ رک تون پیارا !

۴. پريوءِ سان جن ڳنڍيو ناتو،
آتم پد کي تن ئي پاتو،
"آشا" تون بي وات اِها وٺ،
تنھنجي سوب ٿيندي سوپارا.
کنھن ۾ موهہ نہ رک تون پیارا !

# سنگر عرض آگھايو

منھنجو ستگز عرض آگھايو،
مونکي رام جي راھ بتايو.

۱. آنءُ اڻ تارون تري نہ ڄاڻان،
وچ سير ۾ لڳہ تيا ساٿا،
منھنجي ٻيڙي ڪناري لڳايو،
منھنجو ستگر عرض اگھايو.

۲. موھہ چڪر ۾ ڦاٿو آھيان،
ھاڻي تنھنجي در ٻاڏايان،
منھنجي چڪر مان جند ڇڏايو
منھنجو ستگر عرض اگھايو.

۳. جنم جنم کان پياسي آھيان،
مان تنھنجو ڏيان ڏيايان،
مون تي مھر جو مينھن وسايو،
منھنجو ستگر عرض اگھايو.

۴. تيان محتاج نہ ڪنھنجو سائين،
شل انت ويلي تائين نام جپائين،
مونکي ھلنديءَ پنھنجي ھلايو،
منھنجو ستگر عرض اگھايو.

۵. رڏي سڌيءَ جا آھيو پالڪ،
مون ٻالڪ جا آھيو پالڪ،
”آشا“ بگڙي منھنجي بڻايو،
منھنجو ستگر عرض اگھايو.

## آيو شيام!

آيوا آيوا شيام مراري
آيو ا آيوا برج بهاري.

۱. من مندر ۾ موهن پڌاريو،
ور ور جنهن کي مان تہ پڪاريو،
آيوا آيوا بانڪي بهاري،
آيوا آيوا شيام مراري.

۲. جنهن ڪرشن لئہ واٽون نهاريان،
رڳہ رڳہ ۾ تي جنهن کي ساريان،
صورت جنهنجي پياري پياري،
آيوا آيوا شيام مراري.

۳. چوڏس جو چنڊ مون لئہ ڪڙيو آ،
ياڳہ منهنجي جو گل تہ ٽڙيو آ،
تي چت جي چمن ۾ بهاري،
آيو ا آيوا شيام مراري.

۴. درشن ڪئي دکہ دور ٿيا "آشا"،
ڪين رهي بي ڪا اڀلاشا،
آيو ڀڳتن جو هتڪاري،
آيو ا آيوا شيام مراري.

ويچار ۴٦
نرمل نرم آ چت جنهنجو
پريو ملي ٿو تنهن کي سنهنجو

# آءُ پريتم پير پري !

آءُ پريتم مون وٽ پير پري،
منهنجي سنگر توبن ڪين سري.

١. تنهنجي نينهن نظر نهال ڪيو،
ديدار ڪندي سڀ پلجي ويو،
رکُ مونکي نہ جانب پاڻان پري،
آءُ پريتم مون وٽ پير پري.

٢. تون پيار سندو ساگر آهين،
تون پياس پياسن جي لاهين.
تصوير تنهنجي سدا من ۾ تري،
آءُ پريتم مون وٽ پير پري.

٣. منهنجو اڱڻ ڪڏهن آباد ڪندين،
اڇي دلبردل کي تون شاد ڪندين،
روئي روئي دل توکي ياد ڪري،
آءُ پريتم مون وٽ پير پري.

٤. ”آشا“ آهي تنهنجي نوازش جي،
ٿوٽ دل کي برهہ جي بارش جي،
پيو ڪير سڄڻ مونتي ڪهل ڪري،
آءُ پريتم مون وٽ پير پري.

ويچار ٤٧

سنتن ست پرشن جو درشن،
من کي ڪري ٿو ڪيڏو پرسن.




# سوارٿ جو سنسار

مطلب جو هرڪو يار آ،
جي سوارٿي سنسار آ!

۱. جن ڏِءِ ڪرين تو تون ختا،
سي سڀ اٿيئي بي وفا،
پوندءِ نه تن مان ڪي نفعا،
سپني جو سڀ وهنوار آ،
مطلب جو هرڪو يار آ!

۲. مرندين جڏهن جتان پر،
ساڙي ايندءِ شمشان پر،
ڇاڻي ئي چڙهندءِ ويوان پر،
جوڙيو سين جو پيار آ!
مطلب جو هرڪو يار آ!

۳. پنوري جيان تو پٽڪين!
مايا جار پر تو اٽڪين،
توکي ڪين ڪي ڪو قرار آ!
مطلب جو هرڪو يار آ!

۴. دنيا مان ڪجھ نه وٺبو،
سڀ ڪجھ هتي ئي ڇڏبو،
"آشا" سچو هي دلبو!
سچو سگي حڪ ڪلتار آ.
مطلب جو هرڪو يار آ!



# رام سان ڪر تون پريت

منھنجا من! رام سان ڪر پريت

١. جوڻي ڪايا جوڻي مايا،
اِستت ناهي وڻ جي ڇايا،
آهي سپني جي سڀ ريت.
منھنجا من! رام سان ڪرپريت.

٢. شرن رام جي وٺ تون پيارا،
مٽجي ويندءِ سڀ مونجھارا،
ڳاءِ گوبند جا تون گيت.
منھنجا من! رامسان ڪر پريت.

٣. مطلب جي سڀ دنياداري،
جوڻي "آشا" جڳ جي ياري،
ڪوئي نہ ڪنھن جو ميت.
منھنجا من! رامسان ڪر پريت.

## زبان

زبان جنھنجي مٺڙي سو سڀ کي وڻي ٿو،
هزارن دلين جو سو راجا بڻي ٿو.

## دل

زبان جنھنجي مٺڙي ۽ دل پڻ آ مٺڙي،
سو ڪروڙن دلين تي حڪومت ڪري ٿو.

## ڪونهي تنهنجو حال!

من ڪونهي تنهنجو حال!
ڏسين ڪين تون ڪنڌ تي ڪال!

١. موهه ممت ۾ ڦاٿو آهين،
مالڪ سان تون لنوَ نا لائين،
آخر توکي ڇڏڻو پوندو،
ملڪيت ۽ سڀ مال،
من ڪونهي تنهنجو حال!

٢. جن ڪننين کي پنهنجو جاتئه،
تن مان مودا من ڇا پاتئه!
آئين اڪيلو ويندين اڪيلو!
هي جڳ آهي جنجال.
من ڪونهي تنهنجو حال!

٣. رلندي پنندي عمر گنوايئه،
سواس امولڪ پنهنجا وڃايئه،
سڏؤن ڪندي تو سال گذاريا،
وبندء گذري هيءُ پي سال،
من ڪونهي تنهنجو حال!

٤. ستگر جي وٽ شرن پيارا،
ميلينديء من حا مونجهارا،
نام جو منتر وٺج گرن کان،
ڪنديء نام تہ "آشا" نهال،
من ڪونهي تنهنجو حال!

# دان ڪريو !

دان ڪريو پيارا دان ڪريو !
خاليون جهولي ڀريو ڀريو.

١. دان ڪرڻ سان ڏن آ وڌندو
کوهه مان پاڻي ڪڍهن نہ گهٽندو،
دان سان دولت سڦلي ٿئي ٿي.
ڄڻ گنگا جو اشنان ڪريو
دان ڪريو پيارا دان ڪريو !

٢. مال تہ مالڪ جو سڀ آهي،
تنهنجو منهنجو ڪجهہ ڀي ناهي،
تالي ڏٺيءَ جي دان ڪري،
جڳہ ۾ پنهنجو شان ڪريو،
دان ڪريو پيارا دان ڪريو !

٣. سڪندر قارون پارا لڏي ويا،
شاهي حڪومت هتي ڇڏي ويا،
مُئيَ پڄاڻان ڪير ٿو ڄاڻي،
جيئري ڪجهہ احسان ڪريو،
دان ڪريو پيارا دان ڪريو !

٤. وٿرت جيون ڪين وڃايو،
سمرڻ سيوا ۾ ڪيو سڄايو،
شڀ ڪرمن ۾ مايا لڳائي،
”آشا“ پنهنجو ڪلياڻ ڪريو،
دان ڪريو پيارا دان ڪريو.

# سوامي ليلا شاھہ مھاراج

۱. سچو سنت سوامي ليلاشاھہ ھو،
هزارن کی تاريائين ھوُ ملاح ھو،
۲. انئی پھر دل ۾ ڏٺیءَ کی ڏبابو،
ھپيو نام پريوءَ جو ہمن کی جپابو.
۳. ھوُ شڪتیءَ ءِ ڀڳتيءَ جو يندار ھو،
سچی گيان جو ھوُ تہ گلزار ھو.
۴. پنھی پاڻ ۾ پاڻ کی ھن سڃاتو،
پرم برھم کی پنھنجي من ۾ ئی پاتو.
۵. ھو برھمنيشي ھيو برھم ڏباني.
ھو برھم شروتری ھيو برھم گياني
۶. آناٿن جي لھندو سدا سار ھو،
ڪندو بن جي خدمت ھوُ منئار ھو.
۷. ڏسی مرض ڏبتيءَ لبتي سندو،
سماجڪ برائیءَ جو ڪندڻ ڪندو.
۸. ڪٿی ناربشالا ڪٿی پانشالا،
ڪٿی سيوا ڪيندر ڪوليائين تہ اعلیٰ،
۹. اگيانين جي ھن راھہ روشن ڪئی،
اُنھن جی حياتي ٿي سڦلي پئي.
۱۰. وڏو وڙ "آشا" تی سوامی حن ڪيو.
ڏرنو مٿر جو ھٿ ڪلی ياڳہ پيو.




# سوامي شانتي پرڪاش مهاراجن جي جنم ڏن تي موقعي تي

ستگر دين ديال - بيڙو منهنجو پار ڪريو.

١. سوامي اوهان جو جنم ملهايون،
هار چندن جا اوهان کي پايون،
ڪرپا ڪري ڪرپال -بيڙو منهنجو پار ڪريو.

٢. برهم نيشني برهم گياني،
سوامي ٽيئونرام جي آهيو نشاني،
جڳ جڳ جيئندءِ شال-بيڙو منهنجو پار ڪريو.

٣. پيار ديا جا ڀنڊار سوامي،
ڪرم يوگي سنت انترسامي،
جاڻو ٿا سڀ حال- بيڙو منهنجو پار ڪريو.

٤. گيان ڏئي اگيان مٽايو،
"آشا" جو اڄ عرض اگهايو.
نام ڏئي ڪيو نهال، بيڙو منهنجو پار ڪريو.

# قربان وڃان

تنهنجي قدمن تان قربان وڃان،
تنهنجا ڪهڙا تورا مڃان!

١. لڙڪن جي مان مالها ٺاهيان،
اڄ تون سائين توکي پايان،
تنهنجا چاهه مان چرڻ مان چمان،
تنهنجي قدمن تان قربان وڃان.




۲. داسي تنهنجي در جي آهيان،
تو بن ساجن ڪجهه بي نه چاهيان،
مان پيرو ڪين ڪي پهان،
تنهنجي قدمن تان قربان وڃان.

۳. "آشا" اٿم تون اڳڙ پر ايندين،
پاڻ سان بريتم مونکي نيندين،
تنهنجي وات ڏسان پئي احان،
تنهنجي قدمن تان قربان وڃان.

## ڀڳوت گيتا

۱. گيتا گيان جو آ گلزار،
گيتا گيان جو آ ڀنڊار.

۲. گيتا گوبند جو آواز،
تنهن ۾ آهه روحاني راز.

۳. گيتا گيان جي جوت جڳائي،
گيتا ڪرم جي راهه ٻڌائي،

۴. جيو برهم جو ڀيد ٻڌائي،
سنسا من جا مڙئي مٽائي.

۵. شري ڪرشن ڏنو ارجن کي گيان،
شروڻ ڪيو ڏئي پورو ڌيان

۶. شروڻ چنتن منن ضروري،
جي چاهيون ٿا شانتي پوري،

۷. گيتا امرت واڻي آهي.
امل ڪري سو مڪتي پائي.

۸. "آشا" آنند جي ٿا چاهيو،
گيتا جو سڀ گيان • هنڌايو.

# نام جپيو

نام جپيو! نام جپيو!

نام جپيو هروار، پيارا نام جپيو!

١. نام جو نالو ٻيڙو آهي،

ڪري ٻيڙو ساگر مان پار، پيارا نام جپيو!

٢. نام جو نالو اوشڌ آهي،

چاڪ ڪري بيمار، پيارا نام جپيو!

٣. جيڪي نام جو جاپ جپين ٿا،

تن جو ٿئي اُڌار، پيارا نام جپيو!

٤. جن ٻي نام سان ناتو جوڙيو،

تن جي جئه جئڪار پيارا نام جپيو!

٥. سمرڻ ۾ ڪيو سواس سڄايا،

ملندو مڪتي دوار، پيارا نام جپيو!

٦. نام جي پونجي جنهن وٽ آهي،

سوئي شاهوڪار پيارا نام جپيو!

٧. نام جو نالو امرت آهي،

پي ٿيو باغ بهار، پيارا نام جپيو!

٨. ”آشا“نام سان نينهن لڳايو،

نام ٿيندو رکوار، پيارا نام جپيو!

ويچار ٤٨

پريو سڀ ۾ وياپڪ، نہ ڪنهنکي ڌڪار،
جو نفرت ڪري ٿو آ تنهنکي ڌڪار.

# دنيا عجب بازار !

دنيا عجب بازار آ، ڪجھہ ڪر خريد انسان تون،
نيڪيءَ جو بدلو نيڪ آ، ڪڏھن نہ ٿيءُ شيطان تون.

١. جيڪي ڪپئي وڻ ھاڻ تون ھت جنس ھرڪا تيار آ،
آرام مان آرام آ، آزار مان آزار آ.

٢. قائم نہ ڪنھنڪي جاڻ تون ھي بي بقا سنسار آ،
ڪر پار ھين جو ھڙو تون تمھنجو يي بيڙو پار آ.

٣. پنھنجي نفعي جي واسطي ہي حو نہ ڪر نقصان تون،
نقصان ڏيندو تنھنجو يي ان ڳالھہ تي ڪر ڌيان تون.

٤. ڪلھہ نہ ٿي ڪر جڳہ اتي ڏي ڏينھن حو وڻ رات جو،
ڪجھہ تون بہ ڪاءُ ھين ڪي بہ ڏي خيال ڪر خيرات جو.

٥. نبار نوڙت سان ھلي دنيا ۾ ڪر گذران تون،
ڪرم حو ھي ڪيل ٿي پلڪي نہ ٿيءُ حيران تون.

## پرياتي پريوءَ کي پڪارج

صبوح جو سويلو پريوءَ کي پڪارج،
پريوءَ کي پڪارج سائين کي سنڀارج.

١. نصيبن سان توکي مليو منش چولو،
دنيا جي ڏيڻ ۾ نہ تنھن کي گنوائج.

٢. وڏا وڙ واليءَ جا لھي سار دم دم،
مھروان مالڪ کي تون نا وسارج.




٣. پري پل ۾ پريو توکان ڪين هرگز،
وساري ٻيون ڳالهيون ڏٺيءَ کي ڏيائج.
٤. ينل دل سان راضي سڄڻ جلد ٿئي تو،
پسڻ لئہ پرين کي ”آشا“ هنجون هارج.

## منهنجا راڻا !

روئي روئي راڻا، مان توکي ريجهايان،
مان توکي ريجهايان ٻيو ڪجهہ ڪين چاهيان.
١. سنتل هوس ننڊ ۾ اچي تو اُٿاريو،
پنهنجي پيار جو پيالو مونکي پيئاريو،
اڃا پياس آهي پياسي مان آهيان،
روئي روئي راڻا، مان توکي ريجهايان.
٢. سوارٿ جو سنسار آهي سڄو ئي،
سواءِ توءِ ساڄن نہ غمنار ڪوئي،
تنهنجو پيار پايان تنهنجو پيار پايان،
روئي روئي راڻا، مان توکي ريجهايان.
٣. پنهنجي ٻاجهہ ٻانهن ۾ ڪڻ تون پيارا،
جيءَ جا جيئارا، اکڙين جا تارا،
فقط آهي ”آشا“ تنهنجو نام ڳايان،
روئي روئي راڻا، مان توکي ريجهايان.



# شيام سندر آيو

شيام منهنجي اڄ گهر ۾ آيو،
سکي گيت خوشيءَ جا ڳايو.

١. نيڻ ڪٽي تي جنهن لئہ نهاريم،
رڳہ رڳہ ۾ تي جنهنکي ساريم،
اچي پاڻ تنهن گلي لڳايو،
شيام منهنجي اڄ گهر ۾ آيو.

٢. سالن ڪان سڪ جنهن لئہ هئڙي،
جنهن جي ملڻ لاءِ ماندي دلڙي،
تنهن پريتم پاڻ پسايو،
شيام منهنجي اڄ گهر ۾ آيو.

٣. ساري جڳہ جو، جو آ سهارو،
"آشا" جي جيءَ جو آ جيئارو،
سڀ گڏجي راس رچايو،
شيام منهنجي اڄ گهر ۾ آيو.

# شري گرديو !

ستل هوس ننڊ ۾ اچي تو اُٿاريو،
پنهنجي پيار جو جل مونکي تو پياريو.

١. پياسي روح منهنجو پريتءَ کي پسڻ لئہ
تو گرديو رستو مونکي ڏيکاريو.

٢. حرصن حوّصن بيهوش ڪيڙو،
مٿل هوس مان، مونکي توئي جيئاريو.
٣. هتي آهہ ترڪڻ مان ترڪيس تي ستگر،
جهلي مونکي توئي پنهنجي سنگہ وهاريو.
٤. توهان جي ورهہ ۾ وينو لڙڪ لاڙيان،
توهان کي مان ساريان، توهان مونکي ساريو.
٥. تپت آهہ تن ۾ وڪارن جي ڏاڍي،
توهان پنهنجي رحمت سان تنهنکي نواريو.
٦. نہ دنيوي ڪمن ۾ لڳي دل تي منهنجي،
اتہ "آشا" مون ڏي اوهين بس نهاريو.

## سائينءَ سان لنوَ

جن سائينءَ سان لنوَ لاتي آ،
تي سڦلي تن جي حياتي آ.
١. جن ڪچ کي ڇڏي سچ سودو ڪيو،
ملهہ تن جو مٺا آ سئوٽو ٿيو،
سوين سجدا ڪن تا تن کي سدا،
جن پنهنجي ذات سڃاتي آ،
تي سڦلي تن جي حياتي آ.
٢. سچا پريمي سپ ۾ سر تا پسن،
ڪڏي دل مان دئي هڪ حق تا ڏسن،
سي ماڻن موج مدائي تا،
جن جيءَ ۾ جهاتي پاتي آ،
تي سڦلي تن جي حياتي آ.

## شيام سندر آيو

شيام منهنجي اڄ گهر ۾ آيو،
سکي گيت خوشيءَ جا ڳايو.

١. نيڻ کٽي تي جنهن لئہ نهاريم،
رڳہ رڳہ ۾ تي جنهنکي ساريم،
اڄي پاڻ تنهن گلي لڳايو،
شيام منهنجي اڄ گهر ۾ آيو.

٢. سالن کان سڪ جنهن لئہ هيڙي،
جنهن جي ملڻ لاءِ ماندي دلڙي،
تنهن پريتم پاڻ پسايو،
شيام منهنجي اڄ گهر ۾ آيو.

٣. ساري جڳہ جو، جو آ سهارو،
"آشا" جي جيءَ جو آ جيئارو،
سڀ گڏجي راس رچايو،
شيام منهنجي اڄ گهر ۾ آيو.

## شري گرديو!

ستل هوس ننڊ ۾ اڄي تو اُٿاريو،
پنهنجي پيار جو حل مونکي تو پياريو.

١. پياسي روح منهنجو پريںءَ کي پسڻ لئہ
تو گرديو رستو مونکي ڏيکاريو.

٢. حرصن حوّصن بيهوش ڪيڙو،
مٿل هوس مان، مونکي توئي جيئاريو.
٣. هتي آهه ترڪڻ مان ترڪيس تي ستگر،
جهلي مونکي توئي پنهنجي سنگهه وهاريو.
٤. توهان جي ورهه ۾ وينو لڙڪ لاڙيان،
توهان کي مان ساريان، توهان مونکي ساريو.
٥. تپت آهه تن ۾ وڪارن جي ڏاڍي،
توهان پنهنجي رحمت سان تنهنکي نواريو.
٦. نه دنيوي ڪمن ۾ لڳي دل تي منهنجي،
اتم ”آشا“ مون ڏي اوهين بس نهاريو.

## سائينءَ سان لنوَ

جن سائينءَ سان لنوَ لاتي آ،
تي سڦلي تن جي حياتي آ.
١. جن ڪچ کي ڇڏي سچ سودو ڪيو،
ملهه تن جو منا آ سئوٽو ٿيو،
سوين سجدا ڪن ٿا تن کي سدا،
جن پنهنجي ذات سڃاتي آ،
تي سڦلي تن جي حياتي آ.
٢. سچا پريمي سڀ ۾ سر ٿا پسن،
ڪڏي دل مان دئي هڪ حق ٿا ڏسن،
سي ماڻن موج مدائي ٿا،
جن جيءَ ۾ جهاتي پاتي آ،
تي سڦلي تن جي حياتي آ.

۲. حي توڪل حي ڪشتيءِ ۾ چڙھيا،
دنيا جي درياھ مان سي پار ٿيا.
”آشا“ لڄندو تن جي سار سڄڻ،
جن قرب جي ڪفني پاتي آ،
ٿي سڳلي تن جي حياتي آ.

## منھنجا ستگر

منھنجا ستگر وئين تون اڪيلو ڪري !
پرديس مان وئين پرديس پري !
۱. روئي روئي ھنجون ھاريان ٿو،
پري سڏڪا سائين پڪاريان ٿو،
تصوير تنھنجي اکڙين ۾ تري،
منھنجا ستگر وئين تون اڪيلو ڪري !
۲. تنھنجو قدر نہ ڪيو بي قدر مان ٿيس،
ھاڻي ھٿ ٿو ھڻان لاچار ٿيس،
ڪيئن محب مان توسان روح ٿو رڙي،
منھنجا ستگر وئين تون اڪيلو ڪري !
۳. ڪوئي ڪونہ منھنجا ٿو ڳوڙھا اُگھي،
مونکي توکان سواءِ ھو سڄائي سگھي،
مونکي پيار ڪري، پاڪر ۾ پري
منھنجا ستگر وئين تون اڪيلو ڪري!

٤. جان جيئندس ڪين پلائيندس،
تنهنجي مهما گهر گهر ڳائيندس،
”آشا“ توکان سواءِ منهنجي ڪين سري،
منهنجا ستگر وئين تون اڪيلو ڪري!

## پوڄيه ستگرو سوامي شانتي پرڪاش مهاراجن جي جدائيءَ ۾

سواميڄن هليا ويا ويڳاڻو بڻائي!
ويڳاڻو بڻائي! ويا منهڙو مٽائي!
١. مون سمجهو سدائين سڄڻ ساڻ هوندا،
هليا هوت ويڙا بنا موڪلائي!
٢. ڪنهن سان حال اوريان هاڻي اندر جو،
روئان ويٺي جيڄل ڪير پرچائي!
٣. سهي ڪين سگهندا منهنجو درد دک ها،
هاڻي ڪير مونکي ڇاتيءَ لڳائي.
٤. ڪيڏو پيار پنهنجو سين کي ڏنائون،
شيام سندر جيان ويا مرلي وڄائي.
٥. لڌئون سار دم دم سڄڻ ها سڀاجها،
پنهنجي مهر جي ويا ورکا وسائي.
٦. سوامي جن سيلاني ڪري سفر پورو،
هزارن دلين ۾ ويا دونهڙو دکائي.
٧. منهنجا جيءَ جيئارا اکڙين جا تارا،
”آشا“ منهنجي دل ۾ ويا ديرو ڄمائي.

## منهنجو ستگر

هيو ستگر منهنجو سونهارو،
جيڪو لکن دلين جو دلارو.

١. اگيانين کي گيان ڏنائين،
سڀ کي نام جو دان ڏنائين،
سائين ڀڳتيءَ جو ڀنڊارو،
هيو ستگر منهنجو سونهارو.

٢. دکڙا دکين جا دور ڪيائين،
کاليون جهوليون سڀ جون ڀريائين،
سدا پريمين جو تہ سهارو،
هيو ستگر منهنجو سونهارو!

٣. سنگت ساري کي جنم ملهائي،
"آشا" ڀي گڏ گيت ٿو ڳائي،
ويو واهہ جو وڃائي وارو!
هيو ستگر منهنجو سونهارو.

ويچار ٤٩
نڪي ڏوھہ ٻين جا، پر پنهنجا ڏس،
هسو ڪين ٻين تي، پر خود تي هسو.

# آڏر پکي !

تون اُڏر پکي آلبيلا!
اُڏر اُڏر تون ڏور ڏسائون،
محب کندا جت ميلا،
تون اُڏر پکي آلبيلا !

١. من جا ميت اُڏامي ويڙا !
پنکہ کسڻ تي تنهنجا تيڙا،
اُڏي نہ سگهندين پوءِ اُتاهون،
هيءُ اُتي اُڏڻ جي ويلا،
تون اُڏر پکي آلبيلا !

٢. ماريءَ جاڙ تہ چار وڇائي،
تنهنجي ڳلي ۾ پوندي ڦاهي،
پڇتائڻ مان فيض نہ رسندءِ،
وڃي مالڪ سان ڪر ميلا،
تون اُڏر پکي البيلا !

٣. وينين وساري پنهنجي وطن کي،
امراپور آنند چمن کي،
مهڪيا گل جلدي ڪوماڻا،
تو ڳالھہ نہ سمجهي ڀيلا !
تون اُڏر پکي آلبيلا !

٤. چوڳي جي لالچ ۾ اٽڪين،
چڙڪ ڪوڙڪي جي ۾ لٽڪين،
"آشا" موھہ نهوڙي نيند !
جڳہ وهنوار جهميلا،
تون اُڏر پکي آلبيلا!

## نردوشن کي ستائڻ

جيڪو نردوشن کي ستائيندو
سو اڳتي هلي پڇتائيندو.

۱. ڪنهنجي آهه اجائي ڪين وڃي،
سائين آڪڙ سيني جي ٿو پڃي،
جيڪو ٻين جي دل کي دکائيندو،
سو اڳتي هلي پڇتائيندو.

۲. ڪنهنکي پيار ڏيڻ وڏو آهه ثواب،
آهه پاپ رنجائڻ ملي عذاب
اهڙو نردئي نرڪ کي پائيندو.
جيڪو نردوشن کي ستائيندو.

۳. رنج ڪنهن جو پي ڪڻ ڪين "آشا"،
تون ٻول سدائين مڌر ياشا.
توکي پريو گلي لڳائيندو،
جيڪو نردوشن کي ستائيندو.

## اُتي نام جپ

پرڀاتي

اُتي نام جپ تون سمو ٿي سهيلو،
سمو ٿي سهيلو هي اَمرت جو ويلو.

۱. جپيو نام جن جن کليو ڀاڳ تن جو،
وڃڪ نام ڪان جو اٿي سو ڏهيلو.

۲. مايا ۾ تو ڦاسي پريوء کي وساريو،
وسارج جڳت کي جڳت ٿي جهميلو.

۳. مطلب جا ماڻهو مڙئي ٿي دنيا جا،
هجن توڙي مائٽ ڪٽنب ۽ قبيلو.

۴. پتو ناهي ڪنهنجو ڪڏهن ڪوچ ٿيندو،
"آشا"حاڪم حلندي ٿيندو محب ميلو.




# ڪيئن پريتم !

ڪيئن پريتم توکي پايان؟
ويئي تولاءِ مان واجهايان.

۱. يوگہ سماڌيءَ مان نا ڄاڻان،
گيان جو مارگہ ڪين پڇاڻان!
ڪيئن چنچل چت سان ڏيايان؟
ڪيئن پريتم توکي پايان؟

۲. گهڙيءَ پر توکي پرچايان!
ساجن ڪيئن توکي سرچايان!
ويئي گنگا يمنا وهايان،
ڪيئن پريتم توکي پايان؟

۳. سک سالن کان تنهنجي آهي،
ٻي ڪا چاهہ اندر ۾ ناهي،
تنهنجا پل پل پور پچايان،
ڪيئن پريتم توکي پايان!

۴. توبن منهنجو ڪير وسيلو،
هلي نہ منهنجو ڪوئي حيلو،
مان ڪنهن کي حال سڻايان؟
ڪيئن پريتم توکي پايان!

۵. جنم جنم کان تنهنجي پياسي،
”آشا“ تنهنجي در جي داسي،
ويئي گيت وصل جا ڳايان،
ڪيئن پريتم توکي پايان!

## ڊولڻ ڍڪجانءِ!

منھنجا ڊولڻ تون ڍڪجانءِ،
پٽ پوٽيءَ جي رکجانءِ!
۱. تون پارس، مان آھيان لوھ،
ڇھي مون کي سون ڪجانءِ!
۲. ڪيا ڏوھ اڻمِ ڪيئي،
ڪين ڏوھن کي ڏسجانءِ!
۳. آھي ڀؤ ساگر ڀاري،
تنھن مان تون ئي پار ڪجانءِ!
۴. منھنجي پياس ڪجانءِ پوري،
منھنجي اگڻ پرين اُچجانءِ
۵. ڪين واھ وسيلو ٻيو،
سدا "آشا" سان ساٿي ٿجانءِ

## ڌڻيءَ کي ڌياءِ

پرڀاتي

صبوح جو سويلي ڌڻيءَ کي ڌيائج،
ڌڻيءَ کي ڌيائج، تنھن جو نام ڳائج.
۱. سويلي اُٿڻ .سان کلي ڀاڳ جيءَ جو،
اُٿي! تون بہ پيارا پريوءَ کي پڪارج.
۲. سمھي موھ ننڊ ۾ جنم تو وڃايو!
وري ھھڙو موقعو نہ ھرگز وڃائج!

٣.  جڳت جونو سارو اٿي هي پسارو،
هرڻ جيان تون ڀٽڪي عمر ناگنوائج.
٤.  وٺج اوت ”آشا“ الک جي سدائين،
ڪندي ڪار ڪم پي نہ والي وسارج.

## ساري توکي ساه!

توکي ساري سڄڻ منهنجو ساه !
منهنجي اڱڻ ۾ جلدي آءُ.

١.  بادل جيان منهنجون اکڙيون وسن ٿيون،
سانگين لئہ سي سدا سکن ٿيون،
ڪر محب مون تي ڪهڪاءُ !
توکي ساري سڄڻ منهنجو ساهہ !

٢.  لوڪن کي لک کهڙي منهنجي،
تار ڳنڍيل آ منهنجي تنهنجي،
کهڙو جانب لک لڪاءُ،
توکي ساري سڄڻ منهنجو ساهہ !

٣.  شرم ٻوٽيءَ جيان مان شرمايان،
تنهنجي آمد تي مان مسڪايان،
لڳي ”آشا“ وصل جو ڪو واءُ،
توکي ساري سڄڻ منهنجي ساهہ !

# رام نام جپيو

جپيو رام نام پيارا !
ٽيندوءِ سدائين سوپارا.

١. منهن مايا کان موڙيو،
حيءِ جانب سان جوڙيو،
ويندءِ منجهي مونجهارا،
جپيو رام نام پيارا !

٢. جن جپيو پريوءَ جو نام،
تن پاتو سچو وشرام،
جس لوڪ ڳائن سارا،
جپيو رام نام پيارا !

٣. "آشا" پيچ پريوءَ سان پاءِ،
هڪ سائينءَ کي سرچاءِ،
تنهنجا صاحب رکوارا،
جپيو رام نام پيارا !

ويچار ٥٠

پريو سڀ ۾ وياپڪ،ڏي سيني کي پيار،
جو نفرت ڪري ٿو آ تنهنکي ڏڪار.



# جھولي لعل

جھولي لعل جھولي لعل جھولي لعل !

١. لعلڻ جي جيڪو جوت جڳائي،
من جون مرادون سوئي پائي،
ٿيندو سو خوشحال، جھولي لعل ......

٢. دولھہ جي در جيڪو ايندو
ڪارج پورو تنھن جو ٿيندو،
سو ٿيندو مالا لال. جھولي لعل.......

٣. لعل اُڏيرو انترياميِ،
ھيڻن جو سدا آھي حامي،
ڄاڻي ٿو سڀ حال. جھولي لعل.......

٤. جوتين وارو ڪشٽ ڪٽيندو،
پوريل تنھنجو در تہ پٽيندو،
ننگي ٿيندو ننگپال. جھولي لعل.......

٥. امر لعل سائين اُشا پُڄائيندو،
ٻيڙو سنگت جو پار لڳائيندو،
يلو ڪندو سڀ يال. جھولي لعل ......

ويچار ١٥

علم کان وڌ عمل آھي پيارا،
جي ڪن تا عمل سي ٻڄن سونھارا





## تنهنجي تار

ڪڏهن ڏينديں سڄڻ ديدار،
مونکي تنهنجي لڳل آ تار.

١. نيڻ ڪٺي مان روز نهاريان،
ور ور ساجن تو لئه پڪاريان،
مل مون سان تون هڪوار،
مونکي تنهنجي لڳل آ تار.

٢. سڪ جا ساحن ڳوڙها ڳاڙيان،
ورهه ۾ تنهنجي لڙڪ مان لاڙيان،
مونکي گهرجي تنهنجو پيار،
مونکي تنهنجي لڳل آ تار.

٣. "آشا" آهي تنهنجي جي پياسي،
دلبر در تنهنجي جي داسي،
توکي پايان حب جا هار،
مونکي تنهنجي لڳل آ تار.

ويچار ٥٢

بين جي جيڪو سار لهي ٿو،
ونگو نه تنهنجو وار ٿئي ٿو.
بين سان ڀلائي جيڪو ڪري ٿو،
سائين تنهن جي سار لهي ٿو.

پرياتي

# سمت ڏي

سمت ڏي تون سائين تنهنجو نام ڳايان،
تنهنجو نام ڳايان تنهنجو ڌيان ڌيايان.

١. دنيا جي رسن ۾ عمر مون وڃائي،
باقي سواس سمرڻ ۾ سڦلا بڻايان.
سمت ڏي تون........

٢. ڇڏي نام امرت زهر مون آ پيتو،
ڏي شڪتي تون سائين زهر کي پچايان.
سمت ڏي تون .......

٣. ڪندي ڪار ڪم مان نہ توکي وساريان،
اُتي رات آڏيءَ تو لئہ لڙڪ لاڙيان!
سمت ڏي تون........

٤. سين ۾ پسان مان توکي محب منڙا،
مگر ڪين ورتي مان تن ۾ لڳايان.
سمت ڏي تون .......

٥. وڪارن جي ”آشا“ تپت آهہ ڏاڍي،
تنهنجي ڇانوَ ۾ مان وشرام پايان.
سمت ڏي تون .......

ويچار ٥٣
گيان جو سورج اُيري جڏهن
تي اوديا اوندهہ وڃي تڏهن

# سنتن جو سنگ

سنتن جو ڪر سنگ
منڙا ! سنتن جو ڪر سنگ

۱. سنتن جو سنگ جيئَ کي تاري،
پوساڳر مان پار اُڪاري،
لڳي تو رام جو رنگ،
منڙا ! سنتن جو ڪر سنگ.

۲. درجن جي سنگ ڪيئي اُڏريا،
سنتن جي سنگ ڪيئي سڌريا،
پڙهي ڏسو پر سنگ،
منڙا ! سنتن جو ڪر سنگ.

۳. درجن جو سنگ آ دکدائي،
سنتن جو سنگ آ سکدائي،
چڙهي چت پر آنند اُمنگ،
منڙا ! سنتن جو ڪر سنگ.

۴. سنتن جي ڪر سيوا سدائين،
جنم جي سڦلو ڪرڻ تون چاهين.
تنهنجو "آشا" ڪٽندا تنگ
منڙا ! سنتن جو ڪر سنگ.

# سنت پڌاريا

سنت هتي اچ آيا ياڳن واري آهيان،
ياڳن واري آهيان، گيت مرحبا ڳايان!

١. سنت جتي پائين پيرا، وسن سدا سي ديرا،
درشن ڪئي پرسن ٿيان، هار گلن جا پايان؛
سنت هتي اچ آيا، ياڳن واري آهيان.

٢. سنت پريوءَ جو نت اوتار، ڪن سين جو اُڌار،
نرمل نينهن ڏين پيار، رج مستڪ تن لايان؛
سنت هتي اچ آيا، ياڳن واري آهيان،

٣. درشن‌ڪئي دک دُور ٿيا، مونجهارا مٽجي ويا،
”آشا“ ڪن عنايت سي گولي تنجي آهيان؛
سنت هتي اچ آيا، ياڳن واري آهيان.

# تنهنجي تنوار

من ۾ تنهنجي تات تنوار،
توسان دل جي ڳنڍيل آ تار.

١. تنهنجو تصور ڏي تسڪين،
آءُ منا منهنجا منٺار.

٢. ياد ڪندي توکي لڙڪ مان لاڙيان،
ٿي هلڪو دل جو بار.

٣. تون ئي منهنجي من کي ڄاڻين،
ڪري تو بن ڪير پيار.

٤. ”آشا“ تي ڪر ”انجلي“ عنايت
نينهن يري آ تنهنجي نهار.

## ڪٿي آ !

ڪٿي آ منهنجي من جو ميت !
ڇيڙي دل جو، جو سنگيت

١. رات سهائي چنڊ پيو چمڪي،
تارن جي بارات سان ٻهڪي،
لوڪ خوشيءَ ۾ مان ويڳاڻي؛
ڪڙي من جو چنڊ ڪنهن ربت.
ڪٿي آ منهنجي من جو ميت !

٢. تنهن بن آ من ماندو منهنجو،
ڪين سهارو آ ٻئي ڪنهن جو،
روئي روئي لڙڪ مان لاڙيان،
ڳايان وره جو ويلي گيت.
ڪٿي آ منهنجي من جو ميت !

٣. پريتم تو وٽ درد جو دارون،
ڪربان تنهنجي در تي ڪارون،
"آشا" پيار جي انجلي پيئارج؛
تنهنجو پيار پيئان مان ڳيت.
ڪٿي آ منهنجي من جو ميت !

# تون بن پريتم ...!

کين ڏي ڪوئي دل جون دانهون !
تو بن پريتم بند تيون واهون !

۱. سڏڪي سڏڪي ڪنن سکي ويو،
درد جو ديرو دل ۾ تي پيو،
تيون اُيرن اندر مان آهون،
کين ڏي ڪوئي دل جون دانهون !
تو بن پريتم بند تيون واهون !

۲. هرڪنهن کي هت پنهنجا سور،
هرڪو پڇائي پنهنجا پور،
هرڪنهن جون هت پنهنجون راهون،
کين ڏي ڪوئي دل جون دانهون!
تو بن پريتم بند تيون واهون !

۳. سورن ۾ آهيان ساماٽي،
لوڪ چون مان آهيان سياٽي،
ڏنيون "آشا" عشق سزائون،
کين ڏي ڪوئي دل جون دانهون !
تو بن پريتم بند تيون واهون !

ويچار ۵۴
ڪڏهن ڪين ڪنهنکي تون ناراض ڪر
سدا ٻين جو دامن خوشين سان ڀر.

# شل جاتيءَ جيپائين !

اٿم انتظاري تون جاتيءَ جيپائين،
تون جاتيءَ جيپائين تون پنهنجو ٻڌائين !

١. وصل تنهنجو مون لئہ سدا سرڳ آهي،
ڪمل چرنن تنهنجن جي مٽي ڪجھہ بہ ناهي،
ڏي چرنن جي شيوا تون مونکي سدائين،
تون جاتيءَ جيپائين تون پنهنجو ٻڌائين!
اٿم انتظاري تون جاتيءَ جيپائين،

٢. تون سوريہ مان آهيان ڪمل گل پيارا،
ڪرپا جي ڪرڻن سان مان نڙندس سونهارا،
ڪمود آنءُ آهيان چندرما تون آهين.
تون جاتيءَ جيپائين، تون پنهنجو ٻڌائين!
اٿم انتظاري تون جاتيءَ جيپائين.

٣. ڪيان روح رهاڻيون مان تو ساڻ ويهي،
تون سر مور ساهن مان تنهنجو سنيهي،
پنهنجي سنگ وهاري تون "آشا" پڄائين،
تون جاتيءَ جيپائين، تون پنهنجو ٻڌائين !
اٿم انتظاري تون جاتيءَ جيپائين.

# توکي ريجھايان

روئي روئي راٽا مان توکي ريجھايان،
توکي ريجھايان ٻيو ڪجھ ڪين چاهيان،

١. ستل هوس ننڊ ۾ اچي تو اُٿاريو،
پنهنجي پيار جو پيالو مونکي پيئاريو،
اڃان پياس آهي پياسي مان آهيان،
روئي روئي راٽا مان توکي ريجھايان،
توکي ريجھايان ٻيو ڪجھ ڪين چاهيان،

٢. سوارٿ جو سنسار آهي سڄو ئي،
سواءِ توءِ ساڃن نہ غمتار ڪوئي،
تنهنجو پيار پايان تنهنجو پيار پايان،
روئي روئي راٽا مان توکي ريجھايان،
توکي ريجھايان ٻيو ڪجھ ڪين چاهيان،

٣. پنهنجي ٻاجھ ٻانهن ۾ کڻ تون پيارا،
جيءَ جا جيئارا اکڙين جا تارا،
فقط آهي "آشا" تنهنجو نام ڳايان.
روئي روئي راٽا مان توکي ريجھايان،
توکي ريجھايان ٻيو ڪجھ ڪين چاهيان،

## تو لئہ نھاریان

١. نہ دل تي لڳي منھنجي دنيوي ڪمن ۾،
بھار آئي پر نا بھاري چمن ۾.
٢. جئن سج تو اُيري سڄڻ توکي ساريان،
ڪٿي نيڻ آلا مان تو لئہ نھاريان.
٣. ستين سمندين ساجن مان ڪيئن توکي پايان،
خيالن ۾ ڊوڙي تنھنجا گيت ڳايان.
۴. پري وئين پرين پر نہ پيغام آيو،
سڪايل کي ساڄڻ نہ ايڏو سڪايو!
۵. سھاڳڻ ٿيان ''آشا'' حنم تي سڄايو.
اتم اُح ''انجلي'' اچي اُح ھجھايو.

## ڪڏھن محب ايندا!

اسانجي اڱڻ ۾ ڪڏھن محب ايندا!
ڪڏھن محب ايندا، سي ديدار ڏيندا.
ورھين ڪان ويڳاڻي پئي واٽون نھاريان،
روئي روئي راتيان پرين کي پڪاريان،
ڪري قياس ڪنھن ڏينھن اچي ڏڍ تہ ڏيندا.
اسانجي اڱڻ ۾ ڪڏھن محب ايندا،
ملن پاڻ مون سان، ملان آءٌ تن سان،
ڳنڍيل تار آھي منھنجي تہ جن سان،
اچي سي تہ ''آشا'' نذر کي تہ نيندا.
اسانجي اڱڻ ۾ ڪڏھن محب ايندا!

# لهندو سار سڄڻ

اچي لهندو هڪ ڏينهن سار سڄڻ،
ڪندو پاڻ اچي مونکي پيار سڄڻ.

١. جنهن کي پل پل آءُ پڪاريان تي،
جنهن کي رڳ رڳ ۾ مان ساريان تي،
ڏيندو پڪ مونکي ديدار سڄڻ،
اچي لهندو هڪ ڏينهن سار سڄڻ.

٢. جنهنجي قرب جي "آشا" قائل مان،
جنهنجي در جي آهيان سائل مان،
ڪندو مون تي عنايت يار سڄڻ،
اچي لهندو هڪ ڏينهن سار سڄڻ.

# پون ياد...

پون ياد پل پل تا پريتم پيارا،
سي پريتم پيارا جيءَ جا جيئارا !

١. روئي روئي جن لئه ويني هنجون هاريان،
پائي اکڙيون تن لئه مان ويني نهاريان،
ڪڏهن محب ايندا منا قرب وارا !
پون ياد پل پل تا پريتم پيارا،

٢. پرينءَ ڪانسواءِ مان اوندهه تي پانيان،
ورهه ۾ مان تن جي واساما تي ڳايان.
"آشا" سي سڄڻ تي اکين جا تہ تارا
پون ياد پل پل تا پريتم پيارا،

## پوڄنيہ دادا جشن جنم مبارڪ

دادا جشن مبارڪ ! تنهنجو جنم ملهايون،
اوتار عشق جو تون ڳڻ گيت تنهنجا ڳايون.

۱. پڳتي ڪرم جي مورت آهين گيان جي تون صورت،
درشن ڪئي ملي ٿي روح کي سدائين راحت،
درويش تون دلارو، لک لک توکي واڌايون،
دادا جشن مبارڪ ! تنهنجو جنم ملهايون.
اوتار عشق جو تون ڳڻ گيت تنهنجا ڳايون.

۲. نوريءَ جا انجلي وارث نوڙت ۽ نياز وارا،
شيوا ڪري دکين جي سرحاڻ ڏئين تو پيارا،
شرڌا ۽ پريم سان ٿا سر تو اڳيان جهڪايون،
دادا جشن مبارڪ ! تنهنجو جنم ملهايون.
اوتار عشق جو تون ڳڻ گيت تنهنجا ڳايون.

۳. سونهون سچو تون "آشا" آهين روحاني رهبر،
منثار تون سين جو، هر دل، جو آهين دلبر،
اپنائي تنهنجي سکيا جيون سڦل بڻايون،
دادا جشن مبارڪ ! تنهنجو جنم ملهايون.
اوتار عشق جو تون ڳڻ گيت تنهنجا ڳايون.

ويچار ۵۵

حياتي نہ غفلت ۾ پنهنجي گذار،
ڪندي ڪار ڪم تون پريوءَ کي پڪار.

# شري شيام سندر جي پياس!

موںکي آ شيام سندر جي پياس،
جڳ جي نہ ڪائي آ آس!

۱. مور مڪٽ پيتامبر ڌاري،
گل وئجنتي ڪرشن مراري،
من موهيندڙ مکڙو جنهنجو،
ڪڏهن ڳڏجي ڪندو هوءُ راس،
موںکي شيام سندر جي پياس!

۲. مڌر مڌر آ مرلي جنهنجي،
گوپين کي بس تات آ تنهنجي،
گوال ٻال ڳانيون ويڳاڻيون،
من تنهن کان سواءِ آ اُداس!
موںکي آ شيام سندر جي پياس!

۳. ياد ڪندي ڪيئن ڏينهن ٿا گذرن،
روئندي روئندي راتيون گذرن.
هڪ ڏينهن ايندو شيام اڱڻ ۾،
"آشا" اهڙو آهي وشواس،
موںکي شيام سندر جي پياس!

ويچار

چنتائون ڪن چڪنا چور،
چنتن ڪر تون، سڀ دک دور

## آيا ستگر

آيا ستگر سچا پاڳ پانيان،
من مندر مان جن لئہ سڄايان.

۱. آهن پورن ٻئی برهم گياني،
آهن پورن ٻئي برهم ڌياني،
پٽي تن جي مان مستڪ لڳايان،
آيا ستگر سچا پاڳ پانيان.
من مندر مان جن لئہ سڄايان.

۲. آهن پريم ديا جي مُورت،
نينهن نوڙت نياز جي صورت،
تن جا وچن مٺا مان هنڊايان،
آيا ستگر سچا پاڳ پانيان.
من مندر مان جن لئہ سڄايان.

۳. "آشا" آهن روحاني سي راڻا،
ٻئي آهن هُو سد سد نماڻا،
جنهن درشن ڪريان شانتي پايان،
آيا ستگر سچا پاڳ پانيان.
من مندر مان جن لئہ سڄايان.

(ستگرو سوامي شانتي پرڪاش مهاراج
۽ دادا جشن واسواڻي جي آمد تي)




# دادا ساڌو واسواڻيءَ کي شرڌانجلي

دل پريل آ درد سان من آهہماندو بيقرار!
دادا تنهنجي هيئن جدائي آسهڻ اَڄ ناگوار!

١. سنت شرومڻي سنڌ جا دادا دلارا وئين هليو!
تنهنجي مرتيوءَ جو ٻڌي روئي تو هرڪو نر ۽ نار!

٢. تون رشي تياڳي تپسوي سنهيہ جي صورت هئين،
نياز نوڙت سادگي ۽ گيان جو هئين تون ڀنڊار.

٣. تو اميريءَ کي ڇڏي پاتو فقيريءَ جو لباس،
قرب جي ڪفني تو پاتي ميران وانگر قربدار!

٤. گياني ڌياني برهمچاري پڻ سڌارڪ بينظير،
سنڌي جنتا جو سونهون تون آتمڪ روشن منار!

٥. اوچ ڪوتيءَ جو ڪوي ليکڪ ۽ شيوڪ تون هئين،
پنهنجي تقريرن ۽ تحريرن سان ڪيو ٻين جو اُڌار!

٦. سنڌ جو ٽاگور هئين ۽ سنڌ جو تون چيتنيہ،
ساڌنا ڀڳتيءَ سان من ۾ تو ڪيو ساڪياتڪار!

٧. خلق ۾ خالق پسي تو خلق جي خدمت ڪئي،
اڄ سڄي سنسار ۾ تنهنجو منا آ ناماچار!

٨. شانتي، ياٿو جشن، هري، هوتچند آشا ستي
ڪنهنکي اَڄ دادا چون! تا لڙڪ لاڙن زار زار!

٩. سنتسنگهہ، گنگارام، آتم، آتو، پمو، سنگت دکي،
غم پنهنجو ڪنهن سان بيان ڪن وئين هليو تون غمسگار!

١٠. تون مرڻ جو ڪين آهين ڪال ڪاٽي تين اڪال، -
پد امرتا جو تو پاتو "آشا" ڪيو جڳہ جو اُڌار.

## سدا حسُ

ڪئي سائين حي تي حس
هلي ڪين ڪنحنجو ڪو وس

۱. پاڻ ئي چاڙهي پاڻ ئي لاهي
پاڻ ئي ٻاهي پاڻ ئي ڦاهي
رک ويسح واليءَ ۾ ٻندا
ڪين لائيندو توکي ڪس
ڪئي سائين جي تي حس.

۲. زهر مان امبرت رام ٻڻائي
ڪنڊن مان گل هوُ اُپجائي
جن اوت الکہ جي آ ورتي
مليو تن کي آهي گيان جو گس.
ڪئي سائين حي تي حس.

۳. هوئي تنحنجو پتا ۽ ماتا
هوئي تنحنجو ٻندو ۽ ڀراتا
پاڻ حوالي ڪر پريوءَ جي
تنحنجو ٿيندو ان ۾ جس،
ڪئي سائين جي تي حس.

۴. صبر شڪر جا خيما ڪوڙي
وشئہ وڪارن کان منحن موڙي
ناتو نينحن جو "آشا" جوڙي
تون ٻي ڏس رام جو رس،
ڪئي سائين جي تی حس.

# منا ڪين آئين!

سڄڻ ڪين آئين منا ڪين آئين
روئان رات ڏينهان اچي پرچائين!

۱. خطا منهنجي آهي خطاوار آهيان،
ڪير ڪي ڪچايون گنهگار آهيان،
عنايت ڪري تون ڇاتيءَ چپائين!
سڄڻ ڪين آئين منا ڪين آئين

۲. لڪين ڪامٽيون تنهنجون تون ئي ڪانڌ منهنجو،
پيارا! مان پڪڙيو اچي پانڌ تنهنجو،
نڌر مان نماڻي تون پنهنجو شل بڻائين!
سڄڻ ڪين آئين منا ڪين آئين

۳. نہ دلڙي لڳي تي دنيا جي ڪمن ۾،
رهان روبرو مان تہ تنهنجي چرنن ۾،
"آشا" من مندر ۾، تون جوتي جڳائين
سڄڻ ڪين آئين منا ڪين آئين

# تنهنجي ياد

ورو ور سڄڻ تي تنهنجي مونکي ياد تي ستائي
توکان سواءِ جانب گلي ڪير ٻيو لڳائي!

۱. ماڻهو ملن تا ڪيئي دل ڪين ڪا تي ڍاپي،
ديدار ڏئي تون دلبر منهنجي پياس وڃ ٻجهائي.

۲. جاڳندي بہ توکي ساريان سمهندي بہ تو سنياريان،
ڏي ڏيندين تون ئي ساجن ٻيو ڪير منهنجو آهي؟

٣. سڄڻ سڏڪي ساھ سپني ۾ من اچين تون،
آهي انتظار تنهنجو مٺا بول وچ ٻڌائي.

٤. ”آشا“ آس تي ٽڪيان ٿي ڪڏهن محب ميلو ٿيندو!
”انجلي“ منهنجي اڱڻ ۾ وچ پيرڙا گهمائي!

## منهنجا مرشد

مرشد منهنجا مهر ڪيو ڪا،
آهيان اوهانجو غلام سائين!

١. جهڙو تهڙو اوهانجو آهيان،
در تہ اوهانجي لائق ناهيان،
بخشيو بديون بدنام سائين!
مرشد منهنجا مهر ڪيو ڪا،

٢. پيار پنهنجي جي چڪي پيئاريو،
مهر نظر سين مون ڏي نهاريو،
ڏئي محبت جو هڪ جام سائين!
مرشد منهنجا مهر ڪيو ڪا،

٣. من مندر ۾ ڏيان ڏيايان،
جاڳي جاڳي رام ريجهايان،
سدا جپيان شل نام سائين!
مرشد منهنجا مهر ڪيو ڪا،

٤. ”آشا“ اوهانجي در تي سوالي،
ڪين اوهان موٽائيندا خالي،
ٻاجهہ ڪيو مون مدام سائين!
مرشد منهنجا مهر ڪيو ڪا،

# ساڌو واسواڻيءَ جي آرتي

جئہ جئہ دادل شاھہ جئہ جئہ دادل شاھہ !
سنڌ ۾ ونئي اوتار تون آئين، هيٺن جا همراھہ.

١. برهم گياني برهم ڌياني، برهم جو تون سوَروپ،
درشن ڪٽئي دکہ دور ٿيا جن تہ رکيو ويساھہ.
جئہ جئہ دادل شاھہ جئہ جئہ دادل شاھہ !

٢. جيو ديا جي جوت جڳائي، پکين پسن کي پريم،
دکين بکين جي سار لڌي، تون بيواهن جي واھہ.
جئہ جئہ دادل شاھہ جئہ جئہ دادل شاھہ !

٣. ڪروڻا جو تون ساگر، ڀڳتيءَ جو ڀنڊار،
سمرڻ شيوا ستيہ سنيھہ جي تو تہ بتائي راھہ.
جئہ جئہ دادل شاھہ جئہ جئہ دادل شاھہ !

٤. پريم جا پشپ مان چاڙهيان لڙڪن جي مالها،
ڌوپ ڏيان جو ٻاريان درشن جي آ چاھہ.
جئہ جئہ دادل شاھہ جئہ جئہ دادل شاھہ !

٤. گرونانڪ جيان صورت نماڻي، نوراني تون نور،
ميران جهڙي ڀڳتي ڀاونا، پريم ديا تہ اٿاھہ.
جئہ جئہ دادل شاھہ جئہ جئہ دادل شاھہ !

٥. ميران ڀومي ليلا ڀومي، رنگ رچايا تو،
تيرٿ اِستان آهي هاڻي تي آهي درگاھہ.
جئہ جئہ دادل شاھہ جئہ جئہ دادل شاھہ !

٦. آرتي پريم سان ڳايون دادا تنهنجي در،
”انجلي“ ”آشا“ ونيہ سدا ڪن مهر جي ڪر تون نگاھہ.
جئہ جئہ دادل شاھہ جئہ جئہ دادل شاھہ !

## سنت بابا هرداس رام

١. جانب هو جلگانوَ جو بابا هرداس رام،
جپيائين پريوءِ جو نام، ائي پهر اندر ۾!
٢. ستگر سنت ڪنوررام ڏنس نام جو دان،
ڪري مهر سندو احسان لاکون لال ڪري ڇڏيو!
٣. بابا هرداس رام ٿيو مستيءَ ۾ مخمور،
چمڪيو منجهس نوُر، نوراني تہ اللہ حوا!
٤. شيوا ڪندي گرن جي ٿيو شاهي تنهنجو شان،
اچ سوين وڃن قربان بابل تنهنجي نانءَ تان!
٥. نمرتا جي مورتي، تو پائي حليمائي جو هار،
ڏنئہ سين کي پيار، جانب تو جلگانوَ جا!
٦. اچن هزارين سوالي، تا بابل تنهنجي در،
جهوليون خاليون تن جون، سدا سايون ڪر،
پالهو پاند تون پر، "آشا" آسائن جو!

## پاڻ پڏائين!

مانس هڏن جو پڃرو آهين!
تون ڇاتي پاڻ پڏائين!
١. سچ کي ڇڏي تون ڪچ ۾ اٽڪين،
ترشنڪوءِ وانگر تون لٽڪين،
وينو ناحق پاڻ ڦاسائين!
مانس هڏن جو پڃرو آهين!
٢. جيڪي تو وٽ سا آ امانت،
ڪين امانت ۾ ڪر خيانت،

تون ڪجهہ يي پيارا ناهين!
مانس هڏن جو پڇرو آهين!
٣. پريوءَ سان ڳنڍ نينهن جو ناتو،
جنهن مان ”آشا“ سڀ ڪجهہ پاتو،
جو انگ سنگ توسان سدائين
مانس هڏن جو پڇرو آهين!

## پياري پاپي سدوري باٽي وشنداس ڏاميجا جي ياد ۾

امان جيجل منهنجي جوڳياڻي،
ساري ساهہ تو توکي سنتياڻي.
١. سرتي شبد سان تو تہ ملائي ڇڏي،
پنهنجي منزل آتم پد ۾ اڏي،
سواس سواس جپيو شري واهگرو،
گرو نانڪ شاهہ جي پڳتياڻي،
امان جيجل منهنجي جوڳياڻي.
٢. احسان لکين مون تي ٿنهنجا،
ڪير سهندو انگل آرا منهنجا،
چائي جم کان ڪيڏو پيار ڏنئہ،
دل تو بن منهنجي ويڳاڻي،
امان جيجل منهنجي جوڳياڻي.
٣. ماتا مدالسا جيان تو گيان ڏنو،
جوڳہ ماتا جو مونکي ڌيان ڏنو،
سنتوش شيل جي سکيا ڏني،
انئي پهر پڙهي تو گرباڻي،
امان جيجل منهنجي جوڳياڻي!

## تو بن .....!

اکيون روئن ٿيون زارون زار،
ڪير لهندو تو بن سار.

١. سورن مونکي سياڻو ڪيڙو،
رت تہ رڱن جو سڪجي ويڙو،
گذري ڏکن ۾ ساري ڄمار،
اکيون روئن ٿيون زارون زار.

٢. من ماندو مايوس رهي ٿو،
مايا جي تہ ڪشش ڪان نهي ٿو،
ڏي درشن تون هڪوار،
اکيون روئن ٿيون زارون زار.

٣. سورج بن ڪئن ڪنول ٽڙي،
چنڊ بنا ڪيئن ڪمود ڪڙي،
ڪيئن مان ٿيان باغ بهار،
اکيون روئن ٿيون زارون زار.

٤. جوڳڻ بڻجي جوڳہ ڪمايم،
درد حي دونهين دل ۾ دکايم،
هيڏين "آشا" جي تون پڪار،
اکيون روئن ٿيون زارون زار.

ويچار ٥٧

ويرَ وِڪارن حي چڙهي، ڪري ڪيڏو ٿي نقصان
وڃن وير ۾ گهلجي وير وڏا، ودوان.

# دادا جشن واسواڻي

دادا جشن آ دين ديال
ڪيئن نہ لهي ٿو اسانجي سنڀال

١. هڪ هڪ کي پنهنجو پيار ڏئي ٿو؛
پڪين پسن جي سار لهي ٿو،
دل جو ڪيڏو آهہ وشال،
دادا جشن آ دين ديال

٢. مٺڙ مٺڙ مسڪان آ جنهنجي،
منٺڙي منٺڙي زبان آ جنهنجي،
گوپيون اسين هوُ آ گوپال؛
دادا جشن آ دين ديال

٣. دکين جا دک دور ڪري ٿو،
خوشين جا ڀنڊار ڀري ٿو،
پريمين جا ڪري پورا سوال؛
دادا جشن آ دين ديال،

٤. دادا جشن آ روحاني راڻو
سد سد آهي هوُ تہ نماڻو؛
ڪرپا ڪندڙ آهي ڪرپال،
دادا جشن آ دين ديال،

٥. پريو ملن جي راھ بتائي.
ڀوساگر مان پار لگائي،
"انجلي" "آشا" ڪري نهال.
دادا جشن آ دين ديال.

## دادا جشن جي جنمدن

اڄ ڏينهن سڀاڳو آ،
ڏيون دادا واڌايون، هار چندن جا پايون.

١. ڪريون تنهنجو حڏهن درشن،
من ڏادو ٿئي پرسن
آهين پيار جو ساگر تون،
تنهنجو پيار سدا پايون،
ڏيون لک لک واڌايون.

٢. سچو سنت تون لاثاني،
آهين پورڻ برهم گياني،
ملي سنگر جڏهن تنهنجو،
پلا ڀاڳ پنهنجا پانيون،
ڏيون لک لک واڌايون.

٣. آيا آهيون تنهنجي در،
ڪرپا جي نظر ڪا ڪر،
ڏي نام جو امرت تون،
ڀاڳ بگڙيل جئن ناهيون،
ڏيون لک لک واڌايون.

٤. تون ڀڳتيءَ جو ڀنڊار،
آهين گيان سندو گلزار،
اڳهين لڙڪ هزارن جا،
مالها لڙڪن جي پايون،
ڏيون لک لک واڌايون.

٥. ڪريون گلن جي اڄ ورکا،
ڪر مهر جي تون برکا،
"آشا" سيوا سمرڻ سان،
پنهنجي جيون چمڪايون،
ڏيون لک لک واڌايون

# دادا شيام

دادا شيام ! دادا شيام !
ڏنو پريم جو تو پيغام.

١. نوري تنهنجو نور نرالو،
جنهن ۾ پسيو سو ٿيو متوالو،
تنهنجي رڳ رڳ ۾ هو رام.
دادا شيام ! دادا شيام !

٢. جيوَ ديا جي تو جوت جڳائي.
پکين پسن جي جان بچائي
ڪن ياد توکي گگدام !
دادا شيام ! دادا شيام !

٣. پيت پريا تو پيت بکين جا،
دور ڪيا دک تو دکين جا،
هتي سان شيوا مک ۾ نام.
دادا شيام ! دادا شيام!

٤. ميران يوميءَ ۾ رنگ رچايو
محبت جو تو مينهن وسايو،
پاتو تتل دلين وشرام.
دادا شيام ! دادا شيام !

٥. تنهنجو جنم دن دادا ملهايون
گرديو تنهنجا گيت ڳايون
کريون وار وار پرڻام.
دادا شيام ! دادا شيام !

٦. 'انجليءَ' "آشا" سنگت آياري.
راهه روحاني تو تہ ڏيکاري،
تنهنجي چرڻن چارئي ڌام.
دادا شيام ! دادا شيام !

# پرين پنهنجو ڪن

شل پنهنجو پرين مونکي ڪن،
منهنجي ڏوهن ڪي نہ ڏسن.

١. آنءُ نہ ڄاڻان پاٺ ۽ پوڄن،
ڀوڳ سماڌي ۽ آراڌن،
اکيون درشن ڪاڻ سڪن؛ شل....

٢. ساهہ برهہ جي ويا جي ڀاري،
ساهہ سدا تن کي ٿو ساري،
ٿا دونهان درد دکن؛ شل....

٣. پل پل جن جا پور پچايان،
ٿيت وصل جا ويني ڳايان،
سي سپرين شال اچن؛ شل ....

٤. آهيان "آشا" عيبن هاڻي،
صاحب ٿيندم مون سان ساٿي،
اچي مرشد شال ملن، شل ....

ويچار ٥٨

جت ابڪو آنند تتي، پريم جي جوت ٻري،
ايڪي ۾ ئي ٻل ٻڏي، آئي وپدا ٽري.

ويچار ٥٩

ڳڻن وارو ماڻهو سدائين وڻي ٿو،
هجي توڙي ڏاريو تہ پنهنجو بڻي ٿو.

# ڪنهن لئہ !

ڪنهن لاءِ تو تون ڪوڙ ڪمائين !
ڪوئي ساٿ نہ ڏيندءِ
مڙئي ماڻهو مطلب جا،
هڪ ڏينهن ساڙي ايندءِ.

۱. ڪي ڪم پرين ڪي چم پرين،
ڪن جون اکيون مايا ۾،
اهڙن سان وهنوار نہ ڪر تون
تنهنجا وار پٽيندءِ.
ڪوئي ساٿ نہ ڏيندءِ

۲. بنگلا اڏائين لک ڪمائين،
ڪوڏي ڪٿي نہ سگهندين!
هت ئي تنهنجا هتي ئي رهندا،
ڪايا رک تي ويندءِ
ڪوئي ساٿ نہ ڏيندءِ

۳. پريوءَ سان ڳنڍ نينهن جو ناتو،
هت هُت جيڪو سهائي
نام جي پونجي گڏ ڪر پيارا،
بي پونجي ڪم نہ ايندءِ
ڪوئي ساٿ نہ ڏيندءِ !

۴. ست ڪرمن جي پوک تون پوکج،
فصل پلو جي چاهين،
داتا جي دربار ڏانهن ”آشا“
سفر سهانو ٿيندءِ،
ڪوئي ساٿ نہ ڏيندءِ.

## گوبند جا گڻ ڳايان

ڪنهنڪي ڪنهنڪي مان پرچايان،
چونہ پريوءَ ڪي سرچايان،
مان گڻ گوبند جا ڳايان.

۱. سنساري سرچڻ جا ناهن،
سوارٿ جا سڀ ساٿي آهن.
چو تن سان نينهن لڳايان
مان گڻ گوبند جا ڳايان.

۲. ساٿي سنبنڌي رسي وحن ٿا،
ٿوري ڳهٽيءَ تي پاسو ڪن ٿا.
چو تن لئہ ننڊ ڦٽايان،
مان گڻ گوبند جا ڳايان.

۳. جڳت سمورو "آشا" جهمبلو،
آيس اڪيلو ويندس اڪيلو
چو ناحق دل اٽڪايان!
مان گڻ گوبند جا ڳايان.

## گانءِ

۱. گانءِ اسانجي آهي ماتا،
رشين منين گڻ تنهن جا ڳاتا.
۲. کير گانءِ جو امرت آهي،
چرپي هرگز ڪين وڌائي
۳. گانءِ جو ڇيٽو آ سکدائي،
گئونٽ بہ هن حو آ ڦلدائي

٤. ڳانءِ جو ٻچ جو منهن تي ڳهائي،
برو نہ سپنو تنهنکي ستائي.
٥. ڳانءِ جي آهي نماڻي مورت،
پوتر آهي هنجي صورت.
٦. درشن ڪئي دک دور ٿين ٿا.
شرڌالن جا پاپ ڪلن ٿا.
٧. ڪري جو ڳانئين جي ٿو شيوا،
پريو ڏئي ٿو تنهنکي ميوا.
٨. گوپال ڪرشن ڳانيون چاريون،
شيام سندر کي ڳانيون پياريون.

## شاهپور ٺلهي جا سنت

سيئورام سائين تنهنجي مهما ڳائن
سوين لوڪ سر ٽا تنهنجي در تي جهڪائن
١. هرچورام سائين جيڪو باغ پوکيو،
ڏرمون رام سائين اُتي پاڻ موکيو،
شهاپور شهر جو نہ رتبو وڏي ويو،
سياڳي زمين سا جتي سنت آهن،
هرچورام سائين تنهنجي مهما ڳائن،
سوين لوڪ سر ٽا تنهنجي در جهڪائن.
٢. شهاپور ٺلهي تي مائي هڪڙي آئي،
هٿي سند تنهنکي نہ اولاد جائي،
ڪرپا ڪئي هرچورام ٻچو تنهنکي جائو،
سچا سنت من جون مرادون پڄائن،

هرچورام سائين تنهنجي محما ڳائن،
سوين لوڪ سر تا تنهنجي در جهڪائن.

۳. لکي رام لنوڙي لعلڻ سان لڳائي
جيوڻ گهوٽ سائينءَ بہ جوتي جڳائي،
سندن منهن ۾ مٽيا عجب روشنائي.
ملي تن جي در جي تا مستڪ لڳائن،
هرچورام سائين تنهنجي محما ڳائن،
سوين لوڪ سر تا تنهنجي در جهڪائن.

۴. ڏيونرام جهنڊو سنتن جو جُهلايو،
جپيو نام پريوءَ جو بين کي جپايو،
روپارام سائين آ رونق وڌائي،
پنهنجي ستگرن جا تا ميلا لڳائن.
هرچورام سائين تنهنجي محما ڳائن،
سوين لوڪ سر تا تنهنجي در جهڪائن.

۵. اچن جيڪي سوالي وڃن ڪين خالي،
ڪلهي وارا سائين تا ڪن مالا مالي.
شرڌا پيار سان جيڪي هن در اچن ٿا،
”آشا“ سنت تن جون مرادون پڄائن
جيوڻ گهوٽ محما تنهنجي لوڪ ڳائن
سوين لوڪ سر تا تنهنجي در جهڪائن.

ويچار ٦٠

ترڪ کي تون ترڪ ڪر، مان ۾ ويهي گذار،
سانت ۾ صاحب ملي، سانت ۾ سائينءَ کي سار.

## سامي صاحب

سامي صاحب گيان جي گلزار جو هئين تون باغبان
تنهنجي سکيائن جي پشپن سان ٿيو معتر جهان.
۱. واڻي ويدن جي سٽائي تو سلوکن جي اندر،
پريم شردا ساڻ ڳايا تا وڃن هرکنهن مکان.
۲. پنهنجي هستيءَ کي مٽائي پاڻ ٿين گمنام تون،
پر سدا سنڌي اَدب ۾ تنهنجو درجو ٿيو مهان.
۳. سنڌ جو تلسي هئين ۽ سنڌ جو تون ئي ڪبير،
تنهنجي واڻيءَ کي پڙهڻ لئہ آهي هر سنڌي خواهان.
۴. لعل لوچي ٿو لڌو پاڻ ۾ پيهي ڪري،
گيان جي جوتي جلي ۽ دور ٿي ويڙو اگيان.
۵. گل ڪنول وانگر سدا سنسار ساگر ۾ رهين،
راز روحانيت سندو ٻوليو تنهنجيءَ منڙي زبان.

## راڌا پڪاري

ڪنئيا راڌا روئي پڪاري،
ويني تنهنجي راهہ نهاري،
۱. تو بن هن کي چئن نہ آهي،
وئين باهہ برهہ جي ٻاري،
۲. من مندر ۾ توکي پوڄي،
انئي پهر ويني توکي ساري،
۳. جيون نئيا ٻوَساگر مان،
اڇي کير ٻلا ٻيو تاري،

۴. تون ﺣﻦ ﺣﻮ ۽ ﺣﻮ ۽ آ تنهنجي،
چو وينين تنهن کي وساري،
۵. ”آشا“ يي درشن جي پياسي،
وڇ منجهڙو تنهن کي ڏيکاري

## جيوَ جي وس ناهي

جيوَ جي وس ۾ ڪجھه ہي ناهي،
پرؤس آ لاچار پيارا !
۱. حال جيوَ جو آهي هيٺو،
ڪک ٻه پچي ڪري ڪين کي ہيٺو،
ڪجھه ڪين سندس اختيار پيارا !
جيوَ جي وس ۾ ڪجھه يي ناهي !
۲. منگلا ماڙيون محل اڏي ٿو،
ڪيئن نه اچانڪ دنيا ڇڏي ٿو !
آهي سپني جو سنسار پيارا !
جيوَ جي وس ۾ ڪجھه بي ناهي !
۳. ڪيڏو پي هلوان هجي ڪو،
ڪيڏو پي ودوان هجي ڪو،
ويرت آ اهنڪار پيارا !
جيوَ جي وس ۾ ڪجھه يي ناهي.
۴. بندو ”آشا“ بيوس آهي،
ٿيندي اُها جا پريو چاهي،
ڏوري وس ڏاتار پيارا !
جيوَ جي وس ۾ ڪجھه يي ناهي.

# ڪر نہ وسنار!

ڪر نہ ايڏو وستار!
پيارا ڪر نہ ايڏو وستار.

١. مايا گهڻي رت رت سان ويڙهائي،
هوندي پدارٿ ننڊ ڦٽائي،
جيئڻ ڪري دشوار!
پيارا ڪر نہ ايڏو وستار.

٢. سڪندر ڪيڏيون جنگيون جوٽيون،
ڌن لئہ ڪارون قبرون کوٽيون،
اڄ ڏينهن تائين سي خوار!
پيارا ڪر نہ ايڏو وستار.

٣. گهڻي اولاد بہ آ دڪدائي،
آگيا ڪاري هڪ پٽ سکدائي،
ڪُل جو ڪري اُڌار!
پيارا ڪر نہ ايڏو وستار.

٤. نام جي پونجي پلي وڌائج،
گڻ گوبند جا هردم ڳائج،
تنهنجو ٿئي نستار!
پيارا ڪر نہ ايڏو وستار!

٥. ڏنو جو ڏاتر پرسن رهہ تون،
”آشا“ پريوءَ جو چنتن ڪر تون.
ٿي تنهنجو بيڙو پار!
پيارا ڪر نہ ايڏو وستار!

# سائين سيئوام صاحب

شاهپور ٺلحي تي سائين سيئورام نام جي جوت جڳائي
رام نام جي سمرڻي سوري نام سان پريت لڳائي.

١. گرو گوسائين گڻيش گر جي ورتي شرڻ ته سيئورام،
جڳدمبا جو ٻڌيو اُپاسڪ، رڳ رڳ ۾ ديويءَ جو نام.

٢. ماتا جي ڌڻي مڙهي شاهپور مڙهيءَ جي سيوا خوب ڪئي،
سيئورام تي ديوي ماتا مهر جو مينهن ته وسائي وئي.

٣. پراُپڪاري پنڍر آتما سائين سيئورام سڌ سالڪ ها.
ساڌا سوڌا سرل نماڻا رڌيءَ سڌيءَ جا مالڪ ها.

٤. ڪڪ ڏينهن ٻڌنڇن ڪي ڏني سائين سيئورام سوني سر،
ڏسي ڪرامت سنتن جي سي عجب ۾ پيا تي ور ور.

٥. جي ته وڏو درويش آهنهنجي لڪ لوڪن کي ناهي،
پڃين وارا آهيون اسين ڏني سوني سر سائينءَ آهي.

٦. مٺڻ ڪهرڪين ڪي وري جيئاريو سائين سيئورام،
تنهن مان ڪڪتم وڌ جنهن ڪيو تنهن سنت سچي کي پرڻام.

٧. پنهنجي اڃا سان ڪئي سماپت جيون ليلا سيئورام،
"آشا" تن جي جوت جڳائي سنت سائين هرچورام.

ويچار ٦١

من وچن ۽ ڪرم سان سڀ کي سک پهچاءِ
سمرڻ سيوا ۾ سدا جيون سڦل بڻاءِ

# ڏياريءَ جو سنديش

رام جي مريادا اپنائي جيون سڦل بڻايون،
هنومان لڪشمڻ جي سيوا هردي منجهہ هنڊايون.

١. ڀاوَن چريتر ستي سيتا جو ڀرت جو ڀراتر پريم
تلسيداس جي مانس دواران روشن راهہ بڻايون.

٢. دکي دريدر رهي نہ ڪوئي، هرڪو سک جو ساهہ پٽي،
رام راڄ جو آدرش اهڙو ڀارت ۾ اپنايون.

٣. شبريءَ جهڙي پياس رکون تہ ايندو رام اڱڻ ۾،
پريم ڀاوَ سان رام تي ڀرسن، تنهن جا گڻ اڄ ڳايون.

٤. جيءُ آئي! نچ آئي ڏياري جڳ مڳ ديپ جلن،
رام وريو ايوڌيا ۾ واپس خوشيون خوب ملايون.

٥. محبت روپي مٺائي کائون ۽ ٻين کي پي ڪارايون
رُسي ويل جي پائر پينر تن کي گلي لڳايون.

٦. رام نام سان من مندر کي اڇو تہ "آشا" چمڪايون،
اندر مان اگيان مٽائي، گيان جي جوت جڳايون.

## ويچار ٦٢

شرڌا ادب پريم سان ڪري تو جو شيوا،
کٽي آسيس وڏن جي ملن تنهنکي ميوا

# سائين سيئوام صاحب

شاهپور تلهي تي سائين سيئورام نام جي جوت جڳائي
رام نام جي سمرڻي سوري نام سان پربت لڳائي.

١. گرو گوسائين گڻيش گر جي ورتي شرڻ تہ سيئورام،
جڳدمبا جو بڻيو اُپاسڪ، رڳ رڳ ۾ ديويءَ جو نام.

٢. ماتا جي هٿي مڙهي شاهپور مڙهيءَ جي شيوا خوب ڪئي،
سيئورام تي ديوي ماتا مهر جو مينهن تہ وسائي وئي.

٣. پرأپڪاري پٽير آتما سائين سيئورام سد سالڪ ها.
سادا سودا سرل نماڻا رڌيءَ سڌيءَ جا مالڪ ها.

٤. هڪ ڏينهن پڻنچڻ ڪي ڏني سائين سيئورام سوني سر،
ڏسي ڪرامت سنتن جي سي عجب ۾ پيا تي ور ور.

٥. هي تہ وڏو درويش آ جنهنجي لڪ لوڪن کي ناهي،
پاڻِن وارا آهيون اسين ڏني سوني سر سائينءَ آهي.

٦. مٿل جهرڪين ڪي وري حيئاريو سائين سيئورام،
ڏندڻ مان هڪدم وڻ جنهن ڪيو تنهن سنت سچي کي پرڻام.

٧. پنهنجي اچا سان ڪئي سماپت جيون ليلا سيئورام،
"آشا" تن جي جوت جڳائي سنت سائين هرچورام.

ويچار ٦١

من وچن ۽ ڪرم سان سڀ ڪي سک پهچاءِ
سمرڻ سيوا ۾ سدا جيون سڦل بڻاءِ

# ڏياريءَ جو سنديش

رام جي مريادا اپنائي جيون سڦل بڻايون،
هنومان لڪشمڻ جي سيوا هردي منجهه هنڊايون.

١. ڀاوَن چريتر ستي سيتا جو پرت جو ڀراتر پريم
تلسيداس جي مانس دواران روشن راهه بڻايون.

٢. دکي دريدر رهي نه ڪوئي، هرڪو سک جو ساهه پٽي،
رام راڄ جو آدرش اهڙو ڀارت ۾ اپنايون.

٣. شبريءَ جهڙي پياس رکون ته ايندو رام اڱڻ ۾،
پريم ڀاوَ سان رام تي پرسن، تنهن جا ڳڻ اڄ ڳايون.

٤. جيءُ آئيا نچ آئي ڏياري جڳ مڳ ديپ جلن،
رام وريو ايوڌيا ۾ واپس خوشيون خوب ملهايون.

٥. محبت روپي مٺائي کائون ۽ ٻين کي ٻي کارايون
رُسي ويل جي ڀائر ڀينر تن کي ڳلي لڳايون.

٦. رام نام سان من مندر کي اڇو ته ”آشا“ چمڪايون،
اندر مان اگيان مٽائي، گيان جي جوت جڳايون.

ويچار ٦٢

شرڌا ادب پريم سان ڪري تو جو شيوا،
ڪٽي آسيس وڏن جي ملن تنهنکي ميوا

## ستگرو سوامي ٽيئونرام مهاراج

سوامي ٽيئونرام جهولي منهنجي ڀر،
آبو آهيان سوالي ستگر تنهنجي در.

١. ڄاڻي ڄاڻهار آهين تون ستگرو
تون پڇائج آس جا منهنجي اندر.

٢. سنت ڀڳوت جو سدا آهن سروُپ،
ڪانہ آهي ڪا ڪمي سنتن جي گهر.

٣. تو اُجڙ دلين ۾ آندي نئين بهار،
مهر سان مرشد سنگت کي شاد ڪر.

٤. تون دِيا جو آهين ساگر ستگرو،
تنهنجي ڪرپا لاءِ ”آشا“ منتظر

## ستگرو سوامي شانتي پرڪاش مهاراج

اکين آب آڻي روئان زار زار
ڪري ڪير پريتم مونکي پيار!

١. وئين اهڙي هنڌ تون نہ پهچي سگهان حت
ڪريان ڪيئن دلبر تنهنجو مان ديدار.

٢. لطف ڪين مونکي اچي ڪنهن نہ شيءِ مان
منهنجا محب منڙا ! اچي لهہ تون سار

٣. نکي يوگ ڄاڻان سماڌي لڳائي،
سٽل آهيان تنڌ ۾ اچي تون اُتار.




۴.	منهنجو روح پياسي ازل کان اُسات
اچي پيار پنهنجو پريتم تون پيار.
۵.	ورهيہ ۾ ويڳاڻي آشا گيت ڳايان،
وڄايان مان تن جي تنبوري جي تار.

# سنت هردارام صاحب

سوامي هردارام آهي سنت سچو تہ تياڳي،
رهي .اتو سنسار ۾ هوُ پر آهي سچو ويراڳي

۱.	دکين بکين جي شيوا کري تو، پکين پسن کي ڏي تو پيار،
مسکينن ۽ مريضن جي کيئن نہ لهي تو سائين سار.
۲.	پر اُپکاري پڙيہ آتما آهي سائين هردارام
بين کي سکي کرڻ ۾ اچي تو هن سنت پياري کي آرام
۳.	سنيهہ سهاڻيوتيءَ جي صورت سنت سچو آ لاثاني،
نام سان ناتو نباهي تو هو کرم يوگي آ برهمگياني
۴.	نياڻين لئہِ جدا وديا مندر کاليج جو نرماڻ کيو،
بيمارين لئہِ اسپتال ۽ ٻيڙن لئہ ٻيدا آشرم ٺهيو.
۵.	نياڻين جا ٻيي کارج سنواري سائين هردارام
سکرت جا آشا "کم کري جپي جپائي رام جو نام.




٦. مٺيا خوشيون ڪيئون ۽ ڪيرايون ؛
ڳاڪي ڀاڳ سان ٿيون دعائون !
ڀاڄيون ٻڌيون ۽ ڍوڙون ڀاڳ،
ڀاڳ جو ٻئسو ڪيون ڪماءِ،

٧. سچ جي ڪمائي ”آشا“ ڪر تون،
ست ڪرمن ڀنڊار ته ڀر تون،
لوڪ پرلوڪ لئه توسو ڪام،
ڀاڳ جو ٻئسو ڪيون ڪماءِ !

## عشق جو رستو

عشق جو رستو اڻانگو ڪين ٿئي؟ ساٿي تيار !
جي مرڻ چاهين ته ملندءِ محبت جو مٺڙو پيار.

١. هڪ تکو طوفان آ جهولين ۾ ڏاڍو زور آ،
درد جي درياھ ٻوڙيا پرديسي ڪيئي بيشمار.

٢. آسرو لاهي ٿڪڙيا جي محبتي مهراڻ ۾،
سي تري هن سمنڊ مان پهتا وڃي دلبر دوار.

٣. قرب ۾ آهن ڪنڊا ۽ ڪين ڪي سهڻا گلاب،
پيار ڪنڊن سان رکيو جن سي لٽيا خوشبو ڀنڊار.

٤. جي وصل جي وات چاهين ڪر خوديءَ کي تون ختم،
جن فنا ڪيو پاڻ کي سيئي بڻيا خود مختيار.

٥. پيچ پريتم سان ڳنڍڻ آهي سراسر ئي ڏکيو،
”آشا“ ڇڏ دنيوي تمنائون پسڻ چاهين جي يار.

## پوڄنيہ دادا ساڌو واسواڻي

دادا واسواڻي سنڌين جا سونهارا،
روحاني تون رهبر آهين قرب وارا.

۱. تون ڪرشن جي مورت تون نانڪ جي صورت،
ڏي سيتل ڏو هردبہ پسي تنهنجي صورت،
تنهنجي نور ۾ آ عجب نور پيارا،
دادا واسواڻي سنڌين جا سونهارا.

۲. الئي ڪهڙ انيوء جي جوتي جڳائين،
ڪيئن جاپ پريوء جو ۽ ڪيئن ڪي جپائين،
وهي گيان گنگا جي تو مکہ مان ڌارا،
دادا واسواڻي سنڌين جا سونهارا.

۳. تون تياڳي تپسوي سچو سنت آهين،
تون گياني، تون ڌياني سچو ڪنت آهين،
وصل ڪيئہ پرين سان تو پر ۾ پيارا،
دادا واسواڻي سنڌين جا سونهارا.

۴. تون ڀڳتيء ۽ شڪتيء جو ڀنڊار آهين،
تون هيڻن جو حامي ۽ آڌار آهين،
سوين ڪن ٿا سجدا تنهنجي در دلارا،
دادا واسواڻي سنڌين جا سونهارا.

۵. تون چيتنيہ سنڌ جو تون ٽئگور سنڌ جو،
تڪارام تلسي ڪبير سور سنڌ جو،
سچل شاهہ ساميءَ جو سنگم دلارا،
دادا واسواڻي سنڌين،جا سونهارا.

٦. ڏٺي ڏاڻ ”آشا“ ڪي اهڙو پيارا،
نشو نينهن جو تي پيئڻ سان پيارا،
وڻان وات وحدت جي ڏي سگهہ سگهارا،
دادا واسواڻي سنڌين جا سونهارا.

## آءُ تون ڪرشن مراري

پارت تي اڄ ڀيڙ وڏي وئي آءُ تون ڪرشن مراري !
ڌرم ڪرم جي رڪشا خاطر آءُ تون برج بهاري !

١. تنهنجي پيارين ڳاين جو اڄ ڪلي عام ٿئي تو قتلام !
اڄ پاپين جي پاڙ پٽڻ لئہ چڪر سدرشن ڌاري !

٢. ڪيئي ڪنس دريوڌن هاڻي پيدا هتڙي ٿيا تي،
سوين ٿيون لٽجن دروپديون ڇو وينين چپ گرڌاري؟

٣. ڌرم هيڻ ۽ ڪرم هيڻ اڄ ڪيڏا ٿيا هندواسي،
ڳيتا جو اڇي گيان سڻائج سڪي تي جنتا ساري.

٤. ”آشا“ جڏهن وڃي پاپ وڏي تو وٺين اچين تو تون اوتار،
بي انصافي ظلم وڏي ويو آءُ ڀڳتن جا هتڪاري !

# من ۾ محبوب

محب تنهنجي من گهر
چو ڳولهين در در

۱. خوب ڳمين تون ڪعبو ڪاشي !
تو نت رهين درشن اپلاشي !
ڪونہ ڳڏيئہ دلبر !
محب تنهنجي من گهر.

۲. اوندهہ ۾ چو ٿاٻا کائين !
روشن راهہ تون چو نہ ٻڌائين ؟
جيون سڦلي ڪر،
محب تنهنجي من گهر.

۳. سمنڊ ۾ پيو ٿو غوطا کائين !
ڪين ڏسين پر مول ۾ چاهين !
مٺ موتين سان ڀر،
محب تنهنجي من گهر.

۴. پلڪين چو ٿو جهنگہ ۽ جهر ۾،
پائي ڏس جهاتي تون اندر ۾،
توکي ملندءِ مرليڌر،
محب تنهنجي من گهر.

۵. ويڙهيو وڪارن توکي آهي،
تن کي پڇائڻ لئہ پڻُ ڪاهي،
ڪر ائين ساري سر؛
محب تنهنجي من گهر.



٦. مان کي ماري مات ڪري ڇڏ،
تون جو ديرو دل ۾ اڏي ڇڏ،
تہ پوندءِ چاڻ سچ،
محب تنهنجي من گهر.

٧. "آشا" جا تو مٽل اڏائين،
سڀ جو وڏو تو پاڻ سڏائين،
دنيا ترڪ تون ڪر،
محب تنهنجي من گهر.

## سڀ جو خير

پيارا سڀ جو گهر تون خير،
ڪڍ پنهنجي اندر مان غير.

١. حاسد پاڻ کي هاڃو رسائي،
رکہ ڪنهن سان ڪين ڪي وير.

٢. قدم قدم تي ترڪڻ بازي،
تون ڪٽج سنڀالي پير.

٣. هرڪہ نہ هارج هن دنيا تي،
آهي دنيا رکہ جو ڍير.

٤. جيو برهم ۾ ڀيد نہ ڪوئي،
وجهي مايا تي تہ ڏقير.

٥. " آشا" توسان ڪئن بہ هلي ڪو،
ڪڻ سڀ سان سهٽو پير.




۴. پنهنجو پيار پيئارين تا،
دليون تتل سي ناريين تا،
”آشا“ پريم جو سي اوتار،
ڏسي تن کي نيڻ ٺرن.
مونکي ستگر ياد پون.

## پريتم اجا نہ آئين

پريتم اجا نہ آئين، تنهنجو انتظار آهي،
توکي پسڻ لئہ دلڙي ڏاڍي بيقرار آهي.

١. سوارث جو سنيهہ مونکي مڙني ڏنو منا آ،
پر تو جهڙو نہ مونکي ڏنو ڪنهن بہ پيار آهي.

٢. ساگر تون پريم جو مان بس بوند لاءِ پياسي،
ڪر پياس پوري پريتم تنهنجي اختيار آهي.

٣. مصريءَ کان وڌ منو تون، آهين نرم مکڻ کان،
تون آهين پرم پويتر مون ۾ وڪار آهي.

۴. تنهنجي آمد تي جانب دل جو ڪنول تہ ٽڙندو،
آهين جتي تون دلبر خزان ۾ بهار آهي.

۵. عيبن ۾ مان اُڳهاڙي ڍولڻ تي تون ڍڪج مون،
تنهنجو نالو پوشيدهہ پرسڌ ستار آهي.

٦. دنيا جون چاهنائون هرگز نہ ٿينديون پوريون،
”آشا“ تنهنجي قرب جو بس طلبگار آهي.

## جڳ جڳ جهوليلعل

جڳ جڳ جهوليلعل سائين جڳ جڳ جهوليلعل
سيني کي ڪيو مالا مال، سيني کي ڪيو مالا مال

١. هندو ڌرم جي رکشا خاطر ولي آئين اوتار
سچ جي جڳ جئڪار ڪئي ٿيو ظالم جو تہ زوال.
سائين جڳ جڳ جهوليلعل....

٢. جيڪي تنهنجي جوت جڳائن من جون مرادون پائن
جيڪي تنهنجي شرڻ اچن ٿا تن سان پلائين پال،
سائين جڳ جڳ جهوليلعل....

٣. جوتين وارا انترجامي تنهنجي موج مدامي،
ڪير ۾ ڪنڌ ڪراچي سنڌين کي ننگ ڪٽجان ننگپال.
سائين جڳ جڳ جهوليلعل....

٤. ''آشا'' تنهنجي در تي سوالي وبندو در تان مور نہ خالي
وڙ ڪر ورونڻ ديو تون والي ڄاڻين ٿو سڀ حال
سائين جڳ جڳ جهوليلعل....

### دوھا

جيڪي ٿيو تنهن ۾ ڀلو، گذريءَ کي تون وسار
آئينده جو خيال ڇڏ، حال ۾ ٿي هوشيار.

ڏڏن جو ڏاتار آ، ڏڏ ٿي تون نہ گذار،
سياٽپ هلندي ڪين ڪي، داتا جي دربار

# ڪڏهن ڏيندين درشن

ڪڏهن درشن ڏيندين مراري !
مان برهہ جي ماري ماري !

١. روئي روئي رات گذاريان،
تو لئہ ڪرشن ويني نهاريان،
طلب نہ بي ڪا تات اندر ۾،
پسان توکي مان هڪواري،
ڪڏهن درشن ڏيندين مراري !

٢. من مندر ۾ توکي ڏيايان،
لڙڪن جي مالها توکي پايان،
پياس ۾ ويني آنءُ پڪاريان،
ڪر پنهنجو مونکي بهاري،
ڪڏهن درشن ڏيندين مراري !

٣. جيون جيوتي ويندي وسامي،
تڏهن ايندين ڇا تون سوامي.
ملندءِ منهنجي پسم پوءِ توکي،
ويندين موٽي تون گرڌاري !
ڪڏهن درشن ڏيندين مراري !

٤. تنهنجي سڪ جي سمرٽي سوريان،
اڄ تون توسان حال مان اوريان،
سسڪيون سڏڪا پيٽ تي منهنجي،
"آشا" تو بن آ دکياري !
ڪڏهن درشن ڏيندين مراري !

# ديا ڪر

ديا ڪر ديا ڪر ديا ڪر ڏاڻي!
مونکي تنهنجي ڪرپا جي ڳرجي ڪڻي!

١. گنهگار آهيان ڏنگايون نه ڏس،
شرڻ تنهنجي آيس ڪميا ڪر ڪڻي.

٢. شهنشاهه عالم نوازش تون ڪر،
جنهن تي تنهنجو چٽ تنهن جي بگڙي بڻي.

٣. نڪي يوگ مان ڪا ڪمائي ڪئي،
نه سوريم تنهنجي نام جي سمرڻي.

٤. سواسن جا هيرا وڃايم گهڻا،
بچي باقي ٿوري آ ٿڌري گهڻي.

٥. بندو آهه بيوس نه وس ٿو هلي،
ٿئي ٻالهه سائي جا توکي وڻي.

٦. ”آشا“ تنهنجي در تي آ سائل سدا،
پنهنجي مهر جي ڏي تون مالڪ مڻي.

### ويچار ٦٣

سندرتا سرهاڻ بنا پشپ نه وڻن ڪنهنکي،
سيرت نه جنهنجي سهڻي مان نه ملي تنهنکي.

# اکڙين سکن ٿيون

جيجل جوڳين لئہ اکڙيون سکن ٿيون،
اکڙيون سکن ٿيون، رويو روئن ٿيون.

١. انئي پهر جن کي ساريان اندر ۾،
ساريندي جن کي اکڙيون ٺمن ٿيون.

٢. من ۾ مچايو محبت جو مچ جن،
تن جي ورهہ ۾ دونهيون دکن ٿيون.

٣. سپني ۾ ساجن کيون روح رهاڻيون،
جاڳندي بہ پل پل ياد سي پون ٿيون.

٤. پريتم سواءِ پيو مان کجھہ کين چاهيان،
دنيا جون چيزون نہ مونکي وڻن ٿيون.

٥. آهن اُميدون اڳڻ اوس ايندا،
ڏسي جن کي "آشا" اکڙيون ٺرن ٿيون.

# اکين ۾ وهاريان

سڄڻ توکي ساريان، اکين ۾ وهاريان،
اکين ۾ وهاريان، اندر پنهنجو ٺاريان،

١. کري ياد توکي ٿي دلڙي نماڻي،
تنهنجي ورهہ ۾ ڏاڍي ويڳاڻي،
اچ تون اڱڻ ۾ هنجون ويني هاريان،
سڄڻ توکي ساريان، اکين ۾ وهاريان.

٢. سواءِ تنهنجي ساجن ٻيو نا وسيلو،
نڊر مان نبل مان هلي ڪين حيلو،
نظر مهر جي ڪر توکي پڪاريان،
سڄڻ توکي ساريان، اکين ۾ وهاريان
٣. ڇمان چرڻ تنهنجا ڇاتيءَ ڇپائين،
”آشا“ جي عرضي پريتم اگهائين،
ستگر سونهارا سڀ توتان واريان،
سڄڻ توکي ساريان، اکين ۾ وهاريان.

## جوٺي پريت

پيارا ا جوٺي جڳ جي پريت،
سوارٿ جو هر ميت.

١. جن پريمين کي پنهنجو ڄاتئه،
موڙها من تن مان ڇا پاتئه،
آئين اڪيلو، ويندين اڪيلو،
آهي جڳ جي اها ريت،
جوٺي جڳ جي پريت.

٢. جنهن تي تون آهين ديوانو،
سا دنيا تي مسافر خانو ا
رهيو نه ڪوئي اسٿت هتڙي،
جڳ جي اِها آ ريت،
پيارا ا جوٺي جڳ جي پريت.

۳. انب پوکيندين انب پائيندين،
اک پوکيندين اک کائيندين،
ڪرمن جو ڦل هرڪو پوگي،
”آشا“ قدرت جي هيءَ نيت،
پيارا اجوڻي جڳ جي پريت.

## منهنجا محبوب

منهنجا محب منڙا اڃا ڪين آئين،
ايڏي دير دلبر تون ڇو تو لڳائين؟
۱. روئي روئي راتڙا مان توکي پڪاريان،
مان دم دم دلبر پئي توکي ساريان.
۲. آهيان تنهنجي راڻا، تون ئي سر جو سائين،
مان تنهنجي سڪايل، تون ويتر سڪائين!
۳. ڪڏهن قرب وارا اڱڻ منهنجي ايندين؟
اڃي مون پياسيءَ کي ديدار ڏيندين.
۴. ورهه ۾ لڇان ٿي، نه ٻيو ڪجهه ڪڇان ٿي!
تنهنجي پار جا ويني پانڌي پڇان ٿي.
۵. تون ئي درد دکڙا نه منهنجا مٽائين،
اُکهي لڙڪ منهنجا تون ڇاتيءَ لڳائين.
۶. ”آشا“ وصل جي ٿي مونکي جيئاري،
تڳان ٿي پيارل مان تنهنجي سهاري.

## ورهيءَ جا ورلاپ

١. سارندی توکی سجڻ نيڻ وهائن نير،
ڏي ڏي دل کی کير ہيو آهی من اڏير،
تيو آهيان دلگير، ورهہ ونگاڻو کيو.
٢. ورهہ ويگاڻو کيو اچی لهہ تون سار،
مندون موٽی آيون، کين موٽئين منار،
کير کري بيو پيار؟ جانب منهجی حيءَ جا!
٣. جانب منهنجی حيءَ جا تنهنجا پل پل پون پور،
تنهنجی درد، فراق ۾ ملن کٿا تہ انگور!
کهن سان سليمان سور، ساجن منهنجا سپرين!
٤. ساجن منهنجا سپرين، توکي دمردم ساری ساهہ،
پيار ڏنو تو پريتم هردم مونکی اٿاهہ،
کير کری بيو سماءُ، تون هئين منهنجو قدر دان.
٥. تون هئين منهنجو قدر دان، تون هئين سچو وينجهار،
دل منهنجیءَ جا پارکو، منهنجا غمگسار،
تون اچي لهہ سار، تو بن "آشا" اُداس آ!

ويچار٦٤
سارينديٖ سجڻن کی ڳوڙها پيا ڳڙی،
ور ور لڙڪ لڙي، اکين آب وهايو.

## پريوءَ جو در

پريوءَ جو در ڪليل نہ آهي،
شرڻ اچي تنهنڪي پنهنجو بڻائي.

ا. پريوءَ جي در چو نہ باڏائين !
مڱ تنهن ڪان جو ڪين موٽائي.

٢. نوڪر ڏين تا دنيا جا در
ڏس ڀڳوت جو در ڪڙڪائي.

٣. ڪنهن ۾ اُميد نہ رک تون پيارا
مالڪ تنهنجي آس پڄائي

۴. پريو تو ڪان پري نہ هرگز
تنهنڪي پريم سان ڏس پرچائي.

۵. پاڻ ڪري جو هوت حوالي،
هردم هوت اُنهيءَ کي چاهي

٦. گهرڻ ڇڏي ڏي جڳ ڪان "آشا"
رازق سڀ کي روزي رسائي.

## هي پرماتما !

صبوح جو سويلي تنهنجا گيت ڳايان،
تنهنجا گيت ڳايان تنهنجو ڌيان ڌيايان.

ا. سائين تنهنجي سڪ جي سدا سوريان مالها،
ڪندي ياد توکي لڙڪ مان وهايان.

۲. صحت ۽ شمت ڏي ڪري وڙ تون والي،
جپيان نام تنهنجو ۽ ٻين کي جپايان.
۳. تنهنجي ڪيڏي ڪرپا ڏنو منش چولو،
ڪندي سيوا سمرڻ سڦل سو بڻايان.
۴. اناسڪت ٿي مان رهان هن جڳت ۾،
"آشا" ورتي چت جي مان توسان لڳايان.

## سنگرن جي مهما

ستگر تنهنجا گيت ڳايان مان،
لڙڪن جي مالها پايان مان
۱. آءٌ اڻ تارون تري نه ڄاڻان،
وچ سير ۾ لڳ ٿيا ساڻا،
تنهنجي واهر لئه واجهايان مان،
ستگر تنهنجا گيت ڳايان مان.
۲. دور ڪيو ٿا دک دکين جا،
پيٽ ڀريو ٿا پيٽ بکين جا،
مهر نطر لئه هاڏايان مان،
ستگر تنهنجا گيت ڳايان مان.
۳. رڌين سڌين جا مالڪ آهيو،
پريمين جي ٿا ٻگڙي بڻايو،
شرڻ اوهانجي آهيان مان
ستگر تنهنجا گيت ڳايان مان.
۴. گياني آهيو ڏياني آهيو،
"آشا" صورت سبحاني آهيو،
رج چرنن جي لڳايان مان،
ستگر تنهنجا گيت ڳايان مان.



# سنگرو سوامي شانتي پرڪاش مهاراجن جي آرتي

جئہ گر شانتي پرڪاش سوامي ستگر شانتي پرڪاش،
ڌرتيءَ تي اوتار هئين تون اُڌري وئين آڪاش!

١. برهم نيشٺي برهم شروتري، هئين تون برهم گياني،
انت ويلي پي ڌيان مگن تون ستگر هئين ڌياني.

٢. ايش ڀڳت تون، ديش ڀڳت تون، گئو رکشڪ سوامي،
دکين بکين جو تون تہ سهارو هيڻن جو حامي.

٣. ڪروڻا جو تون ساگر پريم جو هئين سوروپ،
ديش وديش ۾ رنگہ رچايا ليلا تنهنجي انوپ،

٤. پريم پرڪاش منڊل جو چندرما روشن ڪئي تو راهہ،
ست نام ساکي منتر ڏيئي ستيہ جي بتائي واهہ.

٥. سوامي ٽيئونرام جي سکيا تو گهر گهر ڦهلائي،
سوامي سروانند جي جوتي تو ستگر چمڪائي.

٦. پريم، جا پشپ بہ ارپيون ڌيان تنهنجو ڌيايون،
جئہ جئڪار منايون ستگر آرتي تنهنجي ڳايون

٧. شرڌا سان ٿا سيس نوايون سوامي تنهنجي در،
”آشا“ عرض ڪري تو ستگر سنگت تي ڪرپا ڪر.

.......... ........

سوامي شانتي پرڪاش هو محب منو منٺار،
ڪروڻا جو ساگر هو، پريم سندو اوتار
سار لڌائين دکين جي، هو اڙين جو آڌار،
ڏنائين سڀن کي پيار، جانب منهنجي جيءَ جو.

## پريم وڏايو

پيارا ! پاڻ ۾ پريم وڏايو.
اوهان گڏ گوند حا ڳايو.

١. شري رام کي سک سان ساريو،
پاڻ پريو شري رام پڌارو،
کيو شبري ۽ حنم سحابو
پيارا ! پاڻ ۾ پريم وڏايو!

٢. دلبر دل کان دور تہ ناهي،
پريو پريم جي وس ۾ آهي،
سک سان تنحن کي ريجهايو،
پيارا ! پاڻ ۾ پريم وڏايو.

٣. کرما جي کچڙي کاڌائين،
نامديو جو کر پيتائين،
اوهان سائين ۽ کي سرچايو
پيارا ! پاڻ ۾ پريم وڏايو.

٤. وياپک سڀ ۾ سائين آهي،
ساري سرشٽي پاڻ هلائي.
اوهان ڪنهنکي ڪين رنجايو،
پيارا ! پاڻ ۾ پريم وڏايو.

٥. پريم جتي آ پريو تتي آ
شانتي آنند "آشا" اُتي آ.
کيو سڀ کي سکي، سک چاهيو،
پيارا ! پاڻ ۾ پريم وڏايو.

# ڏاتر کي ڏور

ڏي ڏاتر کي ڏور
بندا ! ڏي ڏاتر کي ڏور.

۱. ڏاتر کي جن ڏور ڏني آ،
جيت جڳت ۾ تن جي ٿي آ.
تون نام جي سمرٽي سور
بندا ! ڏي ڏاتر کي ڏور.

۲. اُدم ڪرڻ انسان جو ڪم آ،
ڦل تہ ڏيڻ ڀڳوان جو ڪم آ.
تون ڪرم جو چرخو چور
بندا ! ڏي ڏاتر کي ڏور.

۳. ارجن واڳ ڏني ڪرشن کي،
جيت پاتي ماري دشمن کي،
ارجن ٿيو شھ مور
بندا ! ڏي ڏاتر کي ڏور.

۴. پاڻ پريو تو ناهي ڊاهي،
تنھنجي وس ۾ ڪجھ بہ ناهي،
پنھنجي اندر تڪ تور
بندا ! ڏي ڏاتر کي ڏور.

۵. پريوءَ جي ڪر پاڻ حوالي،
ساري جڳ کي "آشا" پالي،
تون تنھن سان اورون اور
بندا ! ڏي ڏاتر کي ڏور.

## پريوءَ وس

پريو جي وس سڀ ڪجھ آهي
بندو بيوس لاچار پيارا!

١. ڪڪ ۾ ڀڃي ڪري ڪين ڪي ٻيٺو،
دولت طاقت هوندي هيٺو،
ڪري ڪرائي ڪرتار پيارا!
پريوءَ جي وس سڀ ڪجھ آهي.

٢. جيوَ پلي ڪيڏيون ڊوڙن پائي،
ٿيندي اُها حا پريو چاهي،
آهي ڏڏن ڏاتار پيارا!
پريوءَ جي وس سڀ ڪجھ آهي.

٣. سياڻپ سائبن وٽ نہ هلي ٿي،
پاس خاطري ڪين چلي ٿي.
هوُ آهي خود مختيار پيارا!
پريوءَ جي وس سڀ ڪجھ آهي.

٤. ڪال بہ راوڻ جي وس ۾ هو،
ڪيئن نہ متيءَ ۾ متي ٿيو سو،
ڪر نہ ”آشا“ اهنڪار پيارا!
پريوءَ جي وس سڀ ڪجھ آهي.

ويچار ٦٥
ستائڻ ٻين کي وڏو پاپ آ
وڻڻ دل ٻين جي وڏو جاپ آ.

# ڪرشن ڪنعيا آءُ

منهنجا ڪرشن ڪنعيا آءُ!
توتان صدقي ڪريان مان ساهہ.

١. اکڙيون توکي پسڻ لئہ آتيون.
پايان ور ور تو لئہ جهاتيون.
ڪونهي جيون تي ڪو جتاءُ
منهنجا ڪرشن ڪنعيا تون آءُ!

٢. شيام شبي تنهنجي اکين سمايان،
من مندر ۾ مان توکي ڏيايان
منهنجي من جو توسان لڳاءُ
منهنجا ڪرشن ڪنعيا تون آءُ!

٣. برج ۾ وچ تون راس رچائي،
پريم سندي برسات وسائي،
پوءِ لڳندو سٺائو واءُ؛
منهنجا ڪرشن ڪنعيا تون آءُ!

٤. ڏس نہ تون منهنجون شيام ڪچايون
مون ۾ آهن ڪيئي مدايون.
ڪريان ڏايو تي پڇتاءُ!
منهنجا ڪرشن ڪنعيا تون آءُ.

٥. گوپين گانيون توکي سنڀارين،
آب اکين مان وينيون هارين
”آشا“ تن تي ڪري ڪهڪاءُ
منهنجا ڪرشن ڪنعيا آءُ

٦. هر هر تو لئہ هنجون هاريان،
درشن لئہ ڏينهن رات پڪاريان،
اچي ڪر "آشا" تي ڪهڪاءُ
منهنجا ڪرشن ڪنميا تون آءُ!

## ننگ ڪٽجانءِ

ننگي ننگ ڪٽجانءِ ننگپال آهين،
ننگپال آهين تون رکپال آهين.

١. ڪوِليءَ کي ڪڻ ڏين، هاٿيءَ کي ڏين مڻ
رزق ڏين تو سڀ کي حڳپال آهين.
ننگي ننگ ڪٽجانءِ ننگپال آهين.

٢. پليل آهيان پتڪيل وتم شرڻ تنهنجي
شرڻ آئي سان ڪندو پلا پال آهين.
ننگي ننگ ڪٽجانءِ ننگپال آهين.

٣. جنهن تي تنهنجي ڪرپا لڳي واءُ نہ ڪوسو،
ڪندين ڪرپا "آشا" تي، تون ڪرپال آهين،
ننگي ننگ ڪٽجانءِ ننگپال آهين.

ويچار ٦٦

ڪر نہ تون ڪنهنجي گلا، ڏاڍي تکي تلوار آ،
جو ڪري ٿو، جو ٻڌي ٿو، سو سزا حقدار آ.



# پريتم پڌاريا

پريتم پاڻ پڌرايا پڌاريا،
جن لئہ تي مون هنجون هاريا.

۱. سندن اکين ۾ نور نوراني،
راھہ ڏيکارين ٿا روحاني،
تن من ڌن تن تان مان واريا.
پريتم پاڻ پڌاريا پڌاريا.

۲. مشڪل کي آسان ڪرين ٿا،
خوشين جا ڀنڊار ڀرين ٿا،
دک درد اچي جن ٽاريا ٽاريا.
پريتم پاڻ پڌاريا پڌاريا.

۳. آنءُ اڻ تارون، غوطا کاڌم،
ٻوساگر جو پار نہ پاتم،
اچي منهنجا ٻيڙا تاريا تاريا،
پريتم پاڻ پڌاريا پڌاريا.

۴. ڪيئن نہ خوشيءَ مان ”آشا“ روئي،
چرڻ سندن لڙڪن سان ڌوئي،
تتل هردا جن ٺاريا ٺاريا،
پريتم پاڻ پڌاريا پڌاريا.

ويچار ٦٧.

ڳٽن وارو ماڻهو سدائين وٽي ٿو،
هجي توڙي ڌاريو تہ پنهنجو ٻٽي ٿو.

# سنگرو مهر ڪري

جڏهن ستگر مهر ڪري،
تڏهن جيوَ جو ڀاڳ وري.

١. ستگر آهي دين ديال،
سد سد آهي هوُ ڪرپال،
پارس وانگر پربمين کي هوُ،
لوهه مان سون ڪري،
جڏهن ستگر مهر ڪري.

٢. سوُريءَ مان هوُ ڪنڊو بڻائي،
ڪنڊن مان پي گل اُپجائي،
ڇاتيءَ پنهنجي تن کي لڳائي،
سڀ ڪشٽ ڪليش هري،
جڏهن ستگر مهر ڪري.

٣. جو پد يوگي يوگ مان پائن،
گياني اندر ۾ ڌيان ڌيائن
سو پد گر سيوا مان پائي،
ڀو جيو جڳت مان تري،
جڏهن ستگر مهر ڪري.

٤. گر چرنن رج آ گنگا جل،
مئل مٽائي ڪري سا نرمل،
ساکي چيتن ڏسي سين ۾،
"آشا" ڏسي پيو ٺري،
جڏهن ستگر مهر ڪري.

# معافي ڏجانءِ

مهر ڪجانءِ معافي ڏجانءِ
معافي ڏجان منهنجا سائين،

۱. چڪر ويوهه ۾ ڦاٿو آهيان
ان مان ڪئن مان جند ڇڏايان!
تون مڪت ڪجانءِ منهنجا سائين!
معافي ڏجانءِ منهنجا سائين!

۲. ڪين ڏسڇ تون منهنجون مدايون،
ڪامل مون ۾ ڪيئي ڪچايون
تون ڍڪ ڍڪجانءِ منهنجا سائين!
معافي ڏجانءِ منهنجا سائين!

۳. موهه جو ناتو جڳ سان ٽوڙيان،
چت جي ورتي توسان جوڙيان،
مونکي سُمت ڏجانءِ منهنجا سائين!
معافي ڏجانءِ منهنجا سائين!

۴. قدم قدم تي ڪرپا تنهنجي،
بن ڪرپا ”آشا“ هلي نہ ڪنهنجي
تون پت رکجانءِ منهنجا سائين
معافي ڏجانءِ منهنجا سائين!

ويچار ٦٨

ڏيهه ۾ ڏيئا ٻرن تا، ڏيل ۾ ڏيئا ٻرن،
پڳوان ڪر ڪرپا اها، آيا آهيون تنهنجي شرن.

# تيءُ سڄاڳ !

دنيا مانجهادي جو ماڳ
پيارا ! ننڊ مان تيءُ سڄاڳ!

١. پرمن ۾ پيو من پڪائين
ننڊون ڪندي تون سواس وڃائين،
ننڊ ندوري نهوڙي نيندءِ،
توکي ڏسڻو پوندو ڏهاڳ
پيارا ! ننڊ مان تيءُ سڄاڳ.

٢. ستگر سنتن چرڻن ويهي،
شيوا ۾ ڪر سڦل تون ديهي،
سواس سواس سان نام جپي تون،
تون کولج پنهنجو ڀاڳ
پيارا ! ننڊ مان تيءُ سڄاڳ.

٣. ستپرکن جو سنگ ڪري وٺ،
گيان وگيان سان جهول ڀري وٺ
نام جي پونجي ستگره ڪر تون
”آشا“ تون ڳاءِ روحاني راڳ،
پيارا ! ننڊ مان تيءُ سڄاڳ !

ويچار ٦٩

بانور نہ ڪر پيارا هتي، مهمان ڏينهڙا چار تون،
ڪر ياد رب کي تون سدا، سوچي تہ ڪر وهنوار تون.

# سنگرو سوامي سروانند مهاراج

سوامي سروانند ها سنت لاثاني،
سنت سچا لاثاني سي برهمگياني.

۱. تياڳ تپسيا جي ها مورت،
ڀڳتي گيان جي ها سي صورت،
برهمنيشني، برهم ڌياني،
سوامي سروانند ها سنت لاثاني

۲. ست نام ساکي منتر ڏنائون
ڏکين جا ڏک دور ڪيائون،
سچي راهه ڏسيائون روحاني.
سوامي سروانند ها سنت لاثاني،

۳. پکين پسن جي سار لڌائون،
سوالين جا پورا سوال ڪيائون،
اُپڪاري نشڪام ها داني
سوامي سروانند ها سنت لاثاني.

۴. پريم پرڪاش منڊل جا راڻا،
”آشا“ سد سد هئا نماڻا
ويا سئر ڪري سي سيلاني
سوامي سروانند ها سنت لاثاني.

ويچار ۷۰

شڪر ڪر شڪر ڪر سدائين ادا
شڪر ۽ صبر سان ملي سک سدا
نہ دانهن ڪرڻ سان تو ڏک دور ٿي،
منو آهہ ميوو تہ رب جي رضا.




## جڳ ماتا

منھنجي سڀ ڪجھ آھي ماتا
سرو سکن جي سا آھي داتا.

١. قدم قدم تي رکشا ڪري ٿي،
جڳ جننی سا آھہ وڌاتا.

٢. آدي شڪتي جڳ دمبا مئيا،
آد جڳاد کان جنھن سان ناتا.

٣. رشي مني جنھنجو ڏيان لڳائن.
ديوَ ديوين گڻ جنھنجا ڳاتا

٤. جن بي صدق رکيو ماتا ۾،
تن من جا تن مطلب پاتا

٥. لڙڪن جا گل پيت ڏريان ٿو
”آشا“ نيڻ درشن لاءِ آتا.

## پريو ڪندو ڪم راس

پريو ڪندو ڪم تنھنجا راس،
تنھن ۾ سدائين رکہ وشواس.

١. بگڙيل ڪم ٿو مالڪ ناهي،
سڀ ڪجھ ھن حي ھٿ ۾ آھي،
صدق رکي ڪر تون ارداس،
پريو ڪندو ڪم تنھنجا راس.

۲. راضي ڪرڻ جي چاهين راڻو،
تيءَ سدائين تون تہ نماڻو،
داسن جو تنهنجو پيارا داس،
پريو ڪندو ڪم تنهنجا راس.

۳. ”آشا“ جنهنجي وڏي وڏائي،
جنهنجو سمرڻ آ سکدائي،
تنهنجي ملڻ جي رکہ تون پياس،
پريو ڪندو ڪم تنهنجا راس.

## دلبر

دل دلبر تو لئہ ماندي آ!
تنهنجي قرب جي قيد ۾ باندي آ!

۱. تون حال منهنجو سڀ ڄاڻين تو،
تون دل منهنجيءَ کي پڇاڻين تو،
رکي لوڪ پري مونکي ڪيڏو سڄڻ،
تنهنجو منهنجو ناتو انادي آ،
دل دلبر تو لئہ ماندي آ.

۲. ڪڏهن ايندين اڱڻ ۾ پير پري،
دل سڏڪي سڏڪي سڏڙا ڪري،
ڪيڏا ڪانگہ اُڏايم تو لئہ پرين،
ڪنهن خبر نہ ”آشا“ آندي آ،
دل دلبر تو لئہ ماندي آ.

# سمرڻي سور

ڪنهن سان پيارا حال نہ اور،
سائينءَ جي ويهي سمرڻي سور.

ا. جن کي سمجهين پنهنجو پيارو،
ڪيئن نہ ڪن ٿا توکان ڪنارو
وڃم نہ تن تان گهوران گهور.
سائينءَ جي ويهي سمرڻي سور.

٢. سپني کي تو ساڀيا سمجهين،
ناحق ٿو اُلجهن ۾ اُلجهين!
سمجهہ دنيا بيڙيءَ جو پور.
سائينءَ جي ويهي سمرڻي سور.

٣. جپي چٽي هردم ڳالهائج،
مڏر مڏر تون ستيہ سٽائج،
پنهنجي من ۾ تڪ ءَ تور،
سائينءَ جي ويهي سمرڻي سور.

٤. جڳن ڪري مرضيءَ جو مالڪ
"آشا" تون مالڪ جو ٻالڪ،
ڏاتر هٿ ۾ تنهنجي ڏور.
سائينءَ جي ويهي سمرڻي سور.

ويچار ١ v

جيڪي پڙهيو ٿي سو هنداءِلش
شيوا سمرن ۾ سڦل جيون بڻائي.

# شري ڪرشن ڀڳوان

۱. جڏهن ڌرتيءَ تي ويو وڌي اتياچار،
ڌرم ڪرم ويو ناس ٿي چوڌر هاهاڪار!
آئين وٺي اوتار جڳ جي رکشا واسطي.

۲. ڪنس جو سنهار ڪيو، سچ جي جئہ جئڪار،
دروپديءَ جي لڄ رکيئہ، گنڪار جو اُڌار،
ڀڳت وڇل منٺار ڪرشن ڪنعيا تون هئين.

۳. ارجن کي يڌ کيتر ۾ تو گيتا ٻڌائي،
سٺي گيان گيتا جو مت ارجن کي آئي،
ڪئي شروع لڙائي، پنهنجي حق جي واسطي.

۴. موهن تنهنجي مرليءَ آ مست ڪيو سنسار،
گوپيون گوال ۽ گانيون ڦريا ٿي چوڌار،
ليلا اپر اپار، تنهنجي گرڌر گوپال

۵. اڄ ڀارت تي ڀيڙ آ، آءُ وٺي اوتار،
سهي سگهي ٿي ڪين سا ڌرتي ايڏو بار!
روئي زارون زار، ڪر تون رکشا ڌرم جي.

۶. ڪر تون رکشا ڌرم جي اڄي بانڪي بهاري!
سورهن ڪلا سمپورڻ تون "آشا" گرڌاري،
وڃ ڏئي مراري، سکيا ڪرم يوگہ جي.

## دلبر دادل شاھ

منھنجا دلبر دادل شاھ،
تنھنجي درشن جي آ چاھ!

١. نوري تنھنجو نور نرالو،
جنھن آ پسيو سو ٿيو متوالو،
آيو تنھنجي اندر اُحالو،
ڪر مون تي ڀي ھڪڙي نگاھ،
منھنجا دلبر دادل شاھ!

٢. پريم جي ملڙي بنسي وڄائي،
راڌي شيام جي ڌوم مچائي،
ستيہ ڪرم جي حوت جڳائي،
تو رب جي ٻتائي راھ،
منھنجا دلبر دادل شاھ!

٣. جيڪي آيا تنھنجي پناري،
تن کي لڳائڻ قرب ڪناري،
ھيون نوڪا وچ تون تاري!
منھنجا مرشد نوري ملاح،
منھنجا دلبر دادل شاھ!

٤. برھ جي وئين برسات وسائي،
اُجڙ دلين کي سنز بڻائي،
ورھ جو وئين "آشا" دونھون دکائي،
ويا گذري تہ ڪيئي ماھ!
منھنجا دلبر دادل شاھ!

# نام سان ناتو

نام سان ناتو جوڙ پيارا ! نام سان ناتو جوڙ
من مايا کان موڙ پيارا ! من مايا کان موڙ

١. جن ڪتنبين لئہ ڪوڙ ڪمائين سي ئي توکي ڏنگيندا
ناحق موھہ چڪر ۾ ڦاسي مٿو نہ پنھنجو ڦوڙ.

٢. جڳت پدارٿ جيو جڳت جا سڀ پاڻيءَ جا ڦوٽا،
تون پاڻي کين ولوڙ پيارا، پاڻي کين ولوڙ !

٣. سھڻي ڪايا سھڻي مايا، رشي مني ينيلائي
رسنا، اکين جي رس ۾ ريجھي، ٻيڙو نہ پنھنجو ٻوڙ

٤. ”آشا“ نام سان نينھن لڳائج ھڪ پريوءَ جا گڻ تون ڳائج،
لنو لعلڻ سان لائڻ چاھين تہ دنيوي ناتا توڙ !

# آلين اکين سين

تنھنجا پور پل پل مان پريتم پچايان
مان آلين اکين سين تنھنجا گيت ڳايان

١. نہ دل ٿي لڳي منھنجي دنيوي ڪمن ۾
ٿيان مان تہ مالھڻ تنھنجي چمن ۾
چونڊي پشپ پيارل مان تو لئہ وڇايان
مان آلين اکين سين تنھنجا گيت ڳايان.

٢. ويا ورھيہ گذري ٿيس مان جوڳياڻي
اچي حال ڏس : تون ورھہ ۾ ويڳاڻي
ڪڏھن ڪانڌ ايندين مان واٽون واجھايان!
مان آلين اکين سين تنھنجا گيت ڳايان




٢. تو ڪوڏي ڪسيءَ کي آ هيرو بڻايو،
"آشا" تي مهر جو تو مينهڙو وسايو
تنهنجي آهه رحمت مان ڪجهه ڪين آهيان،
مان آلين اکين سين تنهنجا گيت ڳايان.

## بندا !

بندا ! تنهنجي وس ڪجهه ناهي،
ڏوري ڏاتر هٿ ۾ آهي.

١. جڳن هلائي شڪر شڪر ڪر،
شڪر شڪر سان سدا صبر ڪر.
سگهندين ڪين ڪي تون بدلائي،
بندا ! تنهنجي وس ڪجهه ناهي!

٢. سياٽپ تنهنجي ڪين ڪي هلندي،
سائينءَ جيدر هلندي نہ پڄندي.
ٿيندو اُهو جيڪي رب چاهي،
بندا ! تنهنجي وس ڪجهه ناهي.

٣. "آشا" رڦيون ڪين رڦج تون،
واڳ پنهنجي واليءَ کي ڏج تون.
توکي پار پريو پهچائي،
بندا ! تنهنجي وس ڪجهه ناهي.

Published By: Anjali Prakashan
Block C-811/1622, Nij Dham Marg, Ulhasnagar -5.
D.T.P. By : Smt. Varsha Ashoklal Ahuja
Block C-49/97 Kurla Camp Road, Ulhasnagar -4. Ph.: 2525982/2526973.
Printed At : Swastik Printer
9, Vishal Industrial Estate, Opp. Ceat. Tyer, Bhandup (W) Mumbai - 78